اجيت - هتي اچي ڪري اسان ڏٺو تہ توهان راجيش جي قابليت جي ساراهہ بدران گلا ڪري رهيا آهيو ۽ گڏوگڏ مونکي بہ بيوقوف چئي رهيا آهيو ( چئي ڪري راجيش کي ڏسي ٿو. )

راجيش - پوءِ مان خيال ڪيو تہ هن بيڪار مسلي ۽ گالهين جي بدران مان توهانکي هڪ نشچت مسئلو ( وشيہ ) ڏيان تہ سڀئي پنهنجي پنهنجي حالات ٻئي جي اطرينئي سان سمجهي سگهو ۽ پوءِ هوٽل جي ڪمري مان، مون رت ۽ مانس جو ٽڪر ڪٽي هي ناٽڪ ڪيو.

اجيت - ہذا مسئلي ( وشيہ ) چاهيندي، توهان سڀئي هڪٻئي جي چگاين ۽ گالهين تي روشني وجهندا رهيا ۽ توهان انيل جي ڪالر تي شايد پان جا نشان ڪئي خون جي شڪل ڏيئي ڇڏي ۽ انيل صاحب پنهنجو بچاءَ (सफाई) بہ ڪري ڪونہ سگهيو.

جيا - ليڪن توکي ڪهڙي خبر تون تہ پنهنجي ڪمري ۾ هئين.

اجيت - جي هان، ليڪن توهان شايد ڌيان ڪونہ ڏنو تہ راجيش پلاننگ کي ٿوس روپ ڏيڻ جي لاءِ، پوليس کي فون ڪرڻ جي بهاني منهنجي ڪمري ۾ فون لڳائي رسيور ڪريڊل تي رکڻ بدران ميز تي رکي ڇڏيو هو جيئن توهان سڀني جي اچڻ جي خبر مونکي ملي سگهي.
( سڀئي شرمندگيءَ جي احساس سان هڪٻئي جي شڪل ڏسن ٿا. )

* * * * *

4 K-17 Pratap Nagar, Jodhpur - 342004 (Raj.)

شال اوري، اجيت ڪهڙي رهيو آهي. هن جي سفيد ڪرتي جي سيني تي هڪ جي ۽ ايم جو نشان ۽ ڪرتو خون سان ڀريو پيو آهي ۽ هٿ ۾ رت سان ڀريل شڪاري خنجر آهي. هو ترسي ڪري هرهڪ ماڻهوءَ ڪي چڱيءَ طرح ڏسندي چوي ٿو . )

اجيت - جڏهن به مونکي مارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، اڄ مان هنکي هلئي چاڪونءَ سان موت جي گهاٽ .......

( چوندي ، هو راجيش جي طرف تيزيءَ سان چاڪونءَ وارو هٿ کڻيندو ڊوڙي ٿو . راجيش الي پيهڻ ۽ وار کان بچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو . )

آشا - راجيش ٺوڙ ته تو .......

( سنجيه ۽ امران ۽ ٻيا هيل تائين عجب مان حالات سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ وري اهو ڏسي ڪري وڏيڪ آشچريه ۾ پئجي ٿا وڃن ته اجيت ڊوڙي ڪري راجيش جي ڳلي ملي ڪري فخر سان چئي رهيو آهي. )

اجيت - يو آر ريئلي گريٽ. تو اڄ هتي سڀني کي، جيڪي پاڻ کي عقلمند ۽ ترقي ڪندڙ ويچار رکڻ وارن جا ليڊر ( پرتبندي ، چوائيندڙن جي ملهن تي زوردار چماٽ هڻيون آهن. هاڻ هتي مان ڪوبه ڪڏهن به اُڏامڻ جي ڪوشش نه ڪندو.

سنجيه ۽ ڪمل ڪ ....... ڪيئن ...... ڇا.

اجيت - پنهنجو پاڻکي ڪي عقلمند چوائيندڙو ، اهو صحيح آهي ته مان لگ ڀڳ پوڻي اٺين بجي هوٽل کان ٻاهر نڪتس، مگر خراب موسم جي ڪارڻ فورن واپس آيس تڏهن توهان سڀ پنهنجي ڪمري ۾ ڪو نه هئا. توهانکي ڳولهيندو مان راجيش جي ڪمري ۾ پهتس .......

راجيش - ( ڳالهه ڪاٽيندي ) تڏهن مون هنکي ٻڌايو ته توهان سڀ انل جي ڪمري ۾ گڏ ٿيا آهيو ۽ ٻئا مطلب ۽ڪار مسلي تي ٻئا مطلب جي بحث ڪري رهيا آهيو. اُنڪان پوءِ هن سان گڏ مان هن ڪمري تائين آيس اهو لگ ڀڳ اٺين بجي جو وقت هوندو.

سلنجيه – اِنهيءَ جو مطلب ته اِهو ته مرڻ وقت لي به آڱرين جا نشان ڪونه هوندا.

راجيش – (جهلجهلائيندي) ته ڇا قتل مون ........

آلوڪ – (ڳالهه ڪاٽيندي) امانڪي پوليس کي فون ڪري ڇڏڻ گهرجي ۽ مئنيجر کي اِنهيءَ جي خبر ڏيڻي ڇڏڻ گهرجي، آشا تون پوليس کي فون ڪر.
(آشا آهستي آهستي مشين نما ڀاو سان فون جي طرف هٿ وڌائي ٿي)

راجيش – دستانا ته آشا به پائي رکيا آهن.

آشا – (ويلنتي جي سر مان) راجيش پليز.

جيا – (اُٿندي) مان پوليس جي اچڻ تائين نه رُڪندس.

انيل – مگر اِهيءَ طرح ته پوليس جو شڪ تنهنجي مٿان ٿيندو.

آشا – پر اهو ته سوچو ته ڪا ڳالهه پلا قتل ڪهڙي ٿي ڪري سگهي.

ڪمل – ڇو نه (وري ڪجهه سوچيندي) مگر اهو به ته ٿي سگهي ٿو ته خوني (قاتل) اسان مان ئي ........ (چوندي رڪجي ٿو بوي)

آلوڪ – (ٽڪ ڏيندي) اِهو ضروري ته ڪو ٻيو ته قاتل اسان مان ئي ڪير هجي. ٿي سگهي ٿو ته پيسن جي لالچ ۾ ڪنهن ٻئي جو قتل ڪري ڇڏيو هجي.
(اچانڪ وال ڪلاڪ ١٢ وڄايا ۽ پوءِ مسلسل سڄاڻو ڦهلجي ٿو وڃي. آتشدان جي باهه وسامي رهي هئي. ٿڌ وڌيڪ وڌي رهي هئي مگر ڪنهن جي اکين ۾ ننڊ ڪو نه هئي. اچانڪ آهستي قدمن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ۽ گڏو گڏ گنگنائڻ جو آواز، ”شهرون ڪي گليون ۾ جب انڌيرا هوتا هئي، آڌي رات ڪي باد اِڪ چور نڪلتا هئي.
سيلي جي چهري تي، ڊپ ۽ خوشيءَ جي ملي جلي چمڪ اچي ٿي.

انيل – آ ........ آجي. اجيت ........ جو .... جو ڪر.

آشا ۽ جيا – ها – ها – هه هه – ها ها.
(سڀ راجيش جي طرف سوالي نمان نظرين سان ڏسن ٿا. جيڪو گهير ۾ ٿي دروازي جي طرف ڏسي رهيو آهي جتي اچو پجامان سوٽ پاتل

انيل – خون، نه، نه. منهنجي ڪالر تي خون! ڪيئن؟ لڳي ٿو سگهي (سيٺي هٿڪي شڪي نظر سان ڏسڻ لڳا.)

امران – ها، انيل جي ڪالر تي خون جو ڇنو لڳل آهي.

انيل – هي ته لڳي ٿو سگهي، م ... م ... مان ....

آشا – ڇو ٿو لڳي سگهي؟

امران – (ڳالهه ڪٽيندي) تنهنجي ڪالر تي خون جو ڇنو ڪيئن لڳو؟

آشا – تون هميشه هنجي آزاد خيال تي جلندو هئين

انيل – (ڪاوڙ مان) ماڻهن کي لـورو ايهو ته بداءَ ته پريلهن "وي" هل تي جڏهن هن توسان پريم پرالئا ڪئي هئي ته تو هنکي قتڪار وڌي هئي، سيلي جي سامهون ۽ انهيءَ ڪان پوءِ هن توکي ٻڌي، خوست چئي ڪري تنهنجي بي عزتي ڪئي هئي.

امران – دئٽس اي پرسنل مئٽر.

انيل – (ويڙهڪ مان) دين واٽ از اي پبلڪ مئٽر. ڪئن بو آئيل؟ ۽ مسٽر امران قتل جو سڀ کان اهم ڪارڻ ته تو وٽ آهي جو ڏهه هزار رپيه توکان اڌارا ورتا هئا. لڳي سگهيٿو ته ان ڏينهن جي معملي بر تو هن جو قتل ڪري ڇڏيو. ۽ هاڻي الزام مونکي هٽي رهيو آهين جيئن تون بچي سگهين.

امران – مگر مان انهن ٻنهي کان ٻهرين هتي موجود هوس، ۽ وري مونکان به خاص ڪارڻ ته خود راجيش وٽ آهي جو هو هنجو بزنس پارٽنر هو ۽ راجيش کي فضول خرچ ......

راجيش – (ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي) ليڪن مون وٽ قتل جي وقت جي گواهي موجود آهي.

جيا – مگر سيلي کان پهرين ته هنکي توهان ئي ڏٺو.

آشا – ۽ ثبوت جو تون هنڊنگ ڪپ ڪٿين پئي هلٽن.

ڪمل – (چونڪندي) آ، ها، جڏهين لـو اجيت جو دروازو کولي لائيٽ ٻاري هوندي ته تنهنجي آنگرين جا نشان .......

راجيش – (پنهنجو داستان وارو هٿ سامهون ڪندي) مان ايترو مورک نه آهيان جو پنهنجين آگرين جا نشان ڇڏيان.

جيا - ( ليش ۾ اچي ڪري ) هن جي ڪارڊ نه ء هيءَ تنهنجي ڪارڊ ٿيو آهي. (وري بيقابو ٿيندي ) ٿي سگهي ٿو ته تــوئي هنڪي ڪندي ڪندي هنڪي پنهنجي غلطي محسوس ٿــي ٿئي. انهيءَ ڪري ...... ( ڳالهه پوري چپ ڪري ٿي.

سنجيه - ( پهرين گهٻرائجي ٿو وڃي ليڪن فورن جوابي چوٽ جي روپ ۾ ) ها ها، تــون ته ڪير ۾ ڏوتل آهين، سڀ ڄاڻن ٿا ته هو توکي لفٽ ڪونه ڏيندو هو. ٿي سگهي ٿــو تــه اج مــوقعو ڏسي ڪري تــو بدلو ڪيڏي چڏيو هوندو.

ڪمل - تنهنجي اِه پوزيشن سڻي ڪونهي. سنجيه صرف تون هي بنا ڪارڊ جي هن ساں ضد رکندو هئين.

سنجيه - هــا، هــا، چــونه. هيئڙر سچي خبر پئجي ويندي (پوء ڪيچ ڪڙوي مسڪراهٽ ۽ وينگ سان ) مــون وٽ تـه ثبوت آهي تـه خون جي وقت ڪٿي هوس ليڪن تون ٺيڪ اٿين بجي جي آس پاس، جو خون جو وقت آهــي، هتي آئين ۽ اِنــهيءَ کان پهرين تون جيا سان گڏ هئين، پوء تو هان گــڏو گڏ چو ڪونه آيا. ڇا اِهو سچ ڪونهي ته اجيت ڪانپوء اچڪاله تنهن جي جيا سان ڪيچ وڌيڪ گهرائپ ٿي رهي آهي.

جيا ۽ ڪمل- ( تــيز آواز ۾ ) سنجيه ...... ( وري سهڪڻ جــو آواز ۽ ڪــمري ۾ مساڻ واري خاموشي )

راجيش - ( آهستي سور ۾ ) پاڻ ۾ وڙهڻ کان سنو آهي ته پوليس کي فون ڪريون ( پوء چپ رهي ڪري انيل طرف اٿين ڏسي ٿو جيئن ڪ هنڪي پوليس کي فون ڪرڻ لاء چئي رهيو آهــي. سڀ انيل طرف ڏسن ٿا ليڪن هن جي پاسي ۾ وينل آشا جيئن انيل جي طرف مڙي ٿي، ته هڪدم چونڪجي ٿي وڃي ۽ ۽ هڪلائڻ لڳي ٿي. )

آشا - ( ڏڪندي ڪري هڪلائڻ آواز ۾ ) خــون ـ خــون ..... ڪا ....... ڪالر تنهنجي تــي. ( انيل گهٻرائجي اُٿــي ٿو، هن سان گڏ آشا ۽ امران به اُٿي ٿا بيهن. انيل ڪالر ڏسڻ جي ڪوشش ڪندي بوڪايل آواز ۾ )

در اصل اسان سان آخري بار هن سال گڏ ڪيو هو. ( آلوڪ ترسي ڪري) جڏهن توهان هن کي ويندي وقت ڏٺو، اوڏي مهل اندازن ٽائيم ڇا هوندو.

آشا – ( سوچيندي چلتت سور ۾ ) لڳ ڀڳ ساڍا 7 يا پوڻا 8 بجا

راجيش – توهان سڀئي هن ڪمري ۾ ڪڏهن کان گڏ آهيو لڳ ڀڳ؟

سنجيء – لڳ ڀڳ ساڍي ستين کان پوڻي اٺين بجي.

راجيش – ڇا سڀئي؟ ( انيل انڪاري ڀاو ۾ ڪلهه لوڏيندي )

انيل – آشا لڳ ڀڳ پوڻي اٺين بجي آئي. اسان پوء حبا ۽ ڪمل آيا.

راجيش – ڇا هو ٻئي جڻا گڏو گڏ آيا هئا؟

انيل – نه، ڪمل جي اچڻ کان ٢-٣ منٽن بعد حبا آئي هئي.

آلوڪ – ( ڪجهه اڪيل آواز ۾ ) ڇا مطلب آهي انهن ڳالهين جو. مان ته لڳ ڀڳ سوا نو وڳي آيس، انهي ۾ جو مطلب اهو ڪونهي ته خون مان ڪيو آهي.

راجيش – تون ٻڌائيندي ته تون انهي وچ ڪٿي هئين؟

آلوڪ – سگريٽ وٺڻ ويو هوس.

راجيش – ڪڏهن ويو هئين؟

آلوڪ – اٺين بجي.

راجيش – ايتري دير ......

امران – ( ڪجهه ناراض آواز ۾ ) تون سمجهين ڇو ڪونه ٿو ته موسم خراب هئڻ ڪري دڪان بند هئا. هن کي ڪافي پري وڃڻو پيو.

راجيش – توهان پنهنجي ڳالهه جي جيڪر شاهدي ڏيئي سگهو ٿا؟

حبا – وائٽ نان سينس ٽاڪنگ يو آر ( پوء شرمندو ٿي چلتت ) ساري.

آشا – ( تمام آهستي ۽ ڏکيل آواز ۾ ) هاڻي ڇا ٿيندو انيل؟

( انيل ڪو به جواب نه ڏيندي چپ ٿو رهي ) حبا ڪجهه ٻڙ ٻڙائيندي

حبا – هي ڀڳوان! ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاسي وياسون.

سنجيء – ( آهستي آواز ۾ ) هي سڀ هن جي ڪري ٿيو آهي ( پوء وري آهستي ڪاوڙيل سور ۾ ) جوڪر ڪٿي جو.

( سيٺي جٺن جي گهٻراهٽ وڌي ٿي وڃي، هو وري هڪٻئي جي شڪل ۾ ڏسڻ ٿا لڳن. )

راجيش – ( جلديءَ مان ) اڙي هاڻ ڇا آهي جو ڪاريڊور ۾ انديرو هئڻ ڪري مان ڪري پيو هوس، منهنجو پير مڙئي تي ڏورو ڦاٽي پيو هو. ( وري بيري جي شڪل جي طرف ڏسي روڪيل آواز ۾ ) ڇا ٢١ نمبر بند آهي.

بيرا – ييس سر.

راجيش – ٺيڪ آهي. تون وڃ ( بيرو وڃي ٿو )

راجيش – شڪر ڀڳوان جو، هو خون ڏسي اندر نه ويو. ( ڏورو رڪندي واري سيٺي جي شڪل جي جاچ ٿو ڪري، پوءِ چوڻ شروع ٿو ڪري ) مان توهان سيٺي کي هي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته مان شام ٧ کان 9 بجي تائين ڊائيننگ هال ۾ هوس. 9 بجي کان 9/30 بجي تائين پنهنجي ڪمري ۾ اسسٽنٽ منيجر سان ڳالهيون پئي ڪيم.
9/40 بجي مون وڃي ڪري اجيت جو ڪمرو کوليو ته لاش ڏسي ڪري آسانيءَ سان اندازو لڳائي ٿو سگهجي ته خون لڳ ڀڳ 8 کان 9 جي وچ ۾ ٿيو آهي. انهيءَ ڪري منهنجي پوزيشن پوليس جي سامهون بلڪل صاف رهندي.

سنجيم – پو ..... پو ....... پوليس ....

راجيش – ( هنجي ڳالهه ڌيان ڏيان نه ڏيندي ) هام ته مس آشا تهنجي بيان جي موجب تو اجيت کي هوٽل کان ٻاهر ويندي ڏٺو.

آشا – نه .... نه .... نه ( وري آواز تي ضابطو رکي ) ها

راجيش – وري سوچي وٺ ته ڇا تو هڪڙي ويندو ڏٺو هو ( آشا ڪجهه به نه ڳالهائيندي سويڪار جي ڀاونا سان ڪنڌ جهڪائي ٿي. )

راجيش – لاش جي پرسان گڏ ٿيل رت ٻڌائي ٿو خون 8 کان 9 جي وچ ۾ ٿيو آهي. دريءَ کان ڪو به رستو ڪونهي. پلنگ کان ڪجهه پري رت سان رنگيل چاڪون پيو آهي. پاسي ۾ رکيل اسٽول اُلٽيو پيو آهي. باقي سڀ سامان پنهنجي جڳهه تي پيو آهي. اِنهيءَ ڪري پاڻ سيٺي کي اهو ڏسڻو آهي ته

راجيش - جي هان ڪاريڊل ٢٠ ملتن ڪان و ٺي مان اِهائي ڳالهہ چئي رهيو آهيان تہ اسان جي سالي جـو خون ٿي ويو آهي ( ڪجهہ آواز ۾ ) توهان ڇا سمجهي رهيا هئا تہ ڪا فلم جـي ڪهاڻـي ٻڌائي رهيو آهيان. اسان ڪـي پاڻ ۾ ڇاڻٽ ڪورهي تہ خونـي ڪير آهـي. ( پوءِ ويهندي ) اچان تائين ڪو ٻيٺي آهين مس آشا ۽ مس جياجي ؟

( آشا ۽ جيا هـلندڙ مشيني اوزار وانگر بيحد گهرايل حالـت ۾ وڃي ٿيون رهن ليڪن آشا وري اُٿي ٿي. )

راجيش - ڪاريڊور ۾ انڌيرو آهـي. تـوهان سب هڪ هڪ وڃي لاش ڏسـي اچو. ( سيني ڪي جٽ نانـگ چڪ پاتو آهي. پوءِ ڪنهن همت ڪري امران اُٿي ٿـو ٻهي ۽ آلـوڪ ڪـــي ڪنهن چـوٽ جـو اِڪرم ڪري لـو. ليڪن ڪنهن جي آهٽ اِـڌ ي ڪري چپ لـي ٿـو وڃي. سيٺئي دروازي جي طرف ڏسڪ ٿـا لڳن. ۽ پوءِ ٻيري جو ڪورٺ، هو اچي ڪري چپ چاپ ڪو ـ ڪٽڻ لـڳي ٿـو. آلوڪ همت ڪـڏ ڪري ڪنگهار ڪري ڳـلـو صاف ڪندي ٻيري کي.

آلوڪ - ٻڌ ، هو ٢١ نمبر وارو صاحب .... ... ( ڳالهہ کي پورو و ڪئي نٿو سگهي ) (صرف چپ ڏڪي ڪري بيهي ٿا رهن)

بيرا - هن ٢١ نمبر واري صاحب کي، مون سند س ڪمري ۾ ويندي ڏٺو هو جنهن وقت مان توهان کي چانهہ ڏيئي واپس وڃـي رهيو هوس. شايـد ٻلهلجي ڪمري م ٺي آهي. ( آلوڪ جي طرف سوالي نظرائي ۾ ) هنڪي سڏ ڪرايان-

آلوڪ - نہ .... نہ ....

راجيش - نہ تون وڃ اسين پاڻهي سڏائيندا سون -

بيرا - يس سر ( ڪوپ ڪٽي وڃيڻو )

( سيٺئي هڪ ٻئي سان نظرون نٿا ملائين ۽ همت ڪـڏ ڪرڻ جـو ناٽڪ. يڪايڪ وري ٻيرن جي هلڻ جـو آواز ويجهو اچي ٿو - ٻيري جـو وري اندر اچڻ )

ٻيرا - سر، هـن ٢١ نمبر جـي سامهون ، دروازي جي پرسان ڪاريڊور ۾ خون جا چلدا ........

ماري ڇڏيو هو ۽ ڪپ ۾ اُتيئي پيو هيو. جو بلڪل پنهنجي شڪاري ڪپ جهڙو آهي. اُنهيءَ جو مطلب صاف آهي ته اسان مان ئي ڪنهن هن کي ماريو آهي (تمام ڌيمي آواز ۾) ورنه، ڪنهن ٻاهرين ماڻهوءَ کي هن سان ڪهڙي دشمني ٿي سگهي ٿي.

انيل – ليڪن لڳ .... ڪ .... ن .... هو ته ٻاهر .... و .... يل ....

امران – هاڻ هو ته ٻاهر ويو هو.

ڪمل – (ٿڪ ڄڻدي) آشا ڪيس .... .... ڏ ئو ....... هو .. .... ٻاهر ويندي.

راجيش – مگر توهانجي زبان جي گهٻراهٽ ۽ ٻانـوا ڊول حالت ڪجهه ٻيو ئي چئي رهي آهي (گهورو ٿرسي ڪري) ڪٿي ائين ته ڪونهي ....... (ڳالهه کي ارڌ پورڻ ڇڏي ٿو ڏي. جنهن ڪري ڪمل جي بوکلاهٽ وڌيڪ وڌي ٿي وڃي.)

آلوڪ – تون چرچو ته ڪونه ڪري رهيو آهين؟ (ڇرندي هو راجيش جي شڪل ۾ اکيون کوڙي (اوڙها ٿو ڇڏي)

راجيش – (اُنهيءَ ئي حالت ۾) ڪمرا نمبر ١٢ ٻري ڪونهي. تـون وڃي خـود ڏسين.

(آلوڪ اُلٽ جو اُپڪرم ڪري ٿو ليڪن وري ويهي ڪري آشا ۽ جيا جي طرف ڏسي ڪري، جيڪي گهٻرايل حالت ۾ ويٺيون آهن. هنجي گهٻراهٽ وڌي ٿي وڃي.

راجيش – هاڻ ته مسٽر سنجيه تون وڃين ڪري هڪ نظر ڏسي ايندين؟ تون ٻُڌي ڪنهن کي ڪـڏ وـي وڃ. مگر سڀني جو هڪدم گڏ وڃڻ ٺهڪ ڪونهين. ڳالهه ڦهلجي سگهي ٿي. چاڪاڻ ته پوليس کي اطلاع ڏيڻ کان پهرين اسان کي اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته اسان مان ڪير آهي جنهن پنهنجي ئي ساٿيءَ جو خون ڪيو آهي.

امران – (جيئن ته هوش ۾ اچي ڪري) ق ....... قتل .....

آلوڪ – ( زور سان آشا کي بڌائيندي ) نالو غلط ڳالهه. توهان انهن جهڙي نقشا سگهو، خوبصورتي من ۾ لڀندي آهي جيڪڏهن توهان ڏسي نقا سگهو ته، اهو توهانجي اکين جو ڏوهه آهي.

سلچيه – پوءِ ته، وڏيڪ اهوئي سٺو لڳندو مسٽر ڪمل! توهان پنهنجي عيلڪ جي نمبر بدلي ڇڏيو.

آشا – هاڻي ڇا دليندو. هن کان اُلها ڪانچ ايجاد ٿي ڪونه اُيا آهن.

ڪمل – ( آهستي آهستي ) کسياني اِلي .......

امران – توهان لڙائي نه ڪريو. ( وري اُورو چئتن ) خبر ڪونهي ته، اجيت ڇو ڪونه آيو.

عبا – ( چانهه جو ڍڪ حلدي پُوي ڪري ) ها، هاڻي ته گهڻي رات ٿي ويئي آهي پوءِ بن ته، ڪڏهن ۾ ..........

( اچانڪ دروازي کان راجيش جو اچڻ )

راجيش – اجيت هاڻي ڪڏهن ڪونه ايندو. هنجو خون ٿي ويو آهي. هندو لاش هنجي ڪمري ۾ پيو آهي - جلهنڪي مان هيلئر ٿي ڏسي اچي رهيو آهيان. ( راجيش جي ڳالهه پڌي آشا جي هٿ مان ڪوپ غاليچي تي ڪري ٽو پوي. ڪمري ۾ موجود هر هڪ ماڻهو اچرج ۾ پئجي ٿو وڃي امران جي چانهه جو ڍڪ هنجي هٿن ۾ ئي رهجي ٿو وڃي - هر هڪ ماڻهو ڪهبرايل وانگر راجيش ڏانهن نهاري رهيو آهي، جڪو هر هڪ ماڻهوءَ جي چهري ۾ نمبر وارو تيز لطر سان نهاري رهيو آهي مچاڻ هن ۾ ڪجهه ڳولهي رهيو آهي- گهڻيءَ دير تائين ساڳي حالت رهجي ٿي ته، هر هڪ ماڻهو ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ليڪن ڪين لفظ نه ملي رهيا آهن - پوءِ سڀني جي ڪهبرايل آواز)

سڀئي – مگر مگر مگ ..........

راجيش – آوري دير پهرين مان سوچيو ته، ڏسان ته، اجيت ڇا ڪري رهيو آهي هنجو دروازو بند هو ليڪن جڏهن دروازو منهنجي هٿ رکڻ سان ئي کلي پيو ته، مان اهو ڏسي حيران ٿي ويس ته، سامهون اجيت جو لاش پيئي آهي. هنکي ڪنهن سمهل حالت ۾ ئي ڪنب جو وار ڪري

کمل - ۽ ٢٤ نمبر وارو صاحب؟

بيرا - ييس سر، هو پهرين ڪمري ۾ آهي -

کمل - ٺيڪ آهي - تون وڃ ·

( بيري جو وڃڻ )

انيل - ( کمل کي ) مون سمجهو ته تون هنکي سڏ ڪندين ( ٿورو ترسي ڪري ) سڀ موڊ آف ڪري ڇڏي اچي ڪري. خبر ناهي ته هن ابدي آتما کي تون ڪڏ وني ڇو آئين هن غيبي نور ۾ ·

آلوک - جناب توهان غلط فهميءَ جا شڪار آهيو. ( پوءِ انيل جو نالو وٺي ) راجيش جهڙا عجيب ماڻهو گهٽ ئي هوندا آهن ·

آشا - ( ٿورو چڙي ڪري ) نه ڄاڻان ته توهان هنجي تعريف جي پل ڇو ٻاهيندا آهيو · بور ڪئي جو ·

( جيئا سيٺي کي چانهه ڏاهي ٿي ڏي · چانهه پيئڻ وقت وري ڪجهه دير جي لاءِ شانتي ٿي ٿئي )

آلوک - هو سچ پچ پرشنسا جي قابل آهي - هنجي قابليت جي ڄاڻ توهانکي نه آهي ·

کمل - ( ڪڙي آواز ۾ ) ها ڀائي اسين ته جاهل آهيون - تون آهين ترڪال درشي پيارکو ·

سنجيه - توهان ماڻهو وري وري ڇو اهڙي ڳالهه هلايو ٿا -

انيل - ( ٿوري دير چپ رهڻ کانپوءِ ) ٻي بات چيت به ڇو ڪريون، اسين هتي کو هڙپا ۽ موهن جو دڙو جي سڀيتا تي ويچار ڪرڻ ته آيا ڪونه آهيون. ( ۽ وري خاموشي ڇانئجي ٿي وڃي · جنهن کي امران ٽوڙي ٿو )

امران - گهٽ ۾ گهٽ توهان سڀ آشا جي خوبصورتيءَ جي ساراهه ته ڪري سگهو ٿا.

کمل - ( آهستي سي ) ڪيس خوبصورتي هنجي چاهي نه هجي ·

آشا – پنهنجي روم ۾ هُن ڳالهه تي ويچار ڪري رهيو هوندو ته هيٽريءَ لڳ ۾ هن شهر جي منگهڻ ۽ مڇرن جي پاچن شڪتي ڪيئن لڳ رهندي آهي؟

آلوڪ – ۽ اچرت؟

سنديپ – خبر ڪونهي ته شام ڪان وٺي ڪٿي هليو ويو آهي؟ اڃان تائين واپس ڪونه آيو آهي. هيڏي خراب موسم ۾ ڪٿي هلي ويو آهي ۽ ڪيئن موٽندو؟

آشا – ها موسم ته وڌيڪ خراب ٿي رهي آهي.

ڪمل – گهٽ ۾ گهٽ چٽي ڪري وڃڻ ڌر حسي ته ڪٿي ويو رهيو آهي ۽ ڪڏهين موٽندو.

آلوڪ – ڪٿي اِئين ته ڪونهي ته پنهنجي ڪمري ۾ ئي ننڊ جي گولي کائي سمهي رهيو هجي.

ڪمل – نه، آشا، ڪيس شام جو تيار ٿي ٻاهر ويندي وقت ڏٺو هو. اُن ڪانپوءِ هنجو ڪمرو بند آهي. ۽ لائيٽ به ڪونه ٻري.

سلوچنا – واپس اچي ها ته گهٽ ۾ گهٽ آتشدان ته ضرور ٻاري ها، ورن هيڏيءَ ٿڌ ۾ آتشدان جي پاسي ۾ ويهندي به رت ڄمي رهيو آهي.

(دروازي تي ٺڪ ٺڪ (ناڪ) ڪندي ٽراليءَ تي ٽي پاٽ کڻي بيري جو اندر اچڻ)

آلوڪ – واهه، هملٽر مزو آيو، هيٽريءَ لڳ ۾ چانهه امرت جو ڪم ڪندي آهي.

ڪمل – (بيري کي مخاطب ٿي ڪري) ٢١ نمبر وارو صاحب ڪمري ۾ آهي؟

بيرا – سائين مون ڏٺو ڪونهي. ڪمرو بند آهي. ۽ لائيٽ به بند آهي.

سلوچنا – تو ڪٿي ويندي ڏٺو هو؟

آشا – تنهنجو ڇا مطلب آهي ته مان ڪوڙ ڳالهائي رهي آهيان.

بيرا – ها سائين، هو شام جو پنهنجي ڪمري کي لاڪ ڪري رهيو هو، شايد ڪٿي وڃي رهيو هو. اُن ڪانپوءِ مون هن کي ڏٺو ڪونهي.

سڀ – (ملهون آهز و ڪندي) هو ڪٿي ويو آهي ته ڏهن ته سنڊس ڳاڻٽ جو آواز ڪٿان اچي رهيو آهي. ورن هو آلاپ ڪانسواءِ ڇا رهي سگهندو.

کمل - نہ جبلن جي چانهه واقعيءَ مزيدار هوندي آهي. مونکي لڳي ٿو شايد هيءَ براديءَ جي چانهه آهي.

جيا - ٿي به سگهي ٿو .

امران - ( ڳالهه ڪٽي ٿورو تيز آواز ۾ ) توهان سڀ چانهه جي ڪٽ ۽ دوش تي ويا ڪياٽ ڪندا رهندا يان گهرائيندا به .

آشا - هام جيڪا آهي هاڻ تہ اُهائي پيئڻي پوندي. ( پوءِ اُٿي ڪري پلنگ جي پاسي وڃي بيل وڄائي ٿي. ٿوري دير لاءِ سناٽو ٿي ٿو وڃي. آشا پنهنجي جڳهه واپس اچي ٿي وهي. امران اُٿي ڪري آتشدان جي پاسي ۾ ويهي ڪاٺيون سهي ڪرڻ ٿو لڳي. سناٽي ۾ ڪاٺين جي ٻرڻ جو آواز اچي رهيو آهي. جنهن کي دروازي تي ٺڪ ٺڪ رڪاوٽ ٿي وجهي . )

بيرا - مي آءِ ڪم اِن سر؟ آشا ييس. ( هڪڙو بيرو ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو .

انيل - هڪ ٽي پاٽ.

بيرا - ييس سر ( واپس هلي ٿو وڃي ) پوءِ ٿورو سناٽو .

آشا - ( ڪجهه چونڪ ڪر ) آلوڪ اڃان تائين سگريٽ وٺي ڪري نہ آيو آهي.

آلوڪ - ( دروازي ۾ اندر ايندي )

”ذڪر همارا هم سي بهتر ٿا. ڪي اُنڪي محفل ۾ ٿا.“

امران - اِهو ڪجهه جهيو ڪونہ . هيئن چئي ٿو سگهجي
”شيطان ڪا نام ليا ۽ شيطان حاضر.“

( آلوڪ آتشدان جي پاسي وڃي هٿ سيڪي ٿو ۽ وري اُتان ڪاني ڪٽي سگريٽ ٻاري ڪري سيلمي چٽن جي طرف ڦري ٿو )

آلوڪ - ٻاهر گهڻيءَ زبردست سردي ( ٿڌ ) پيئي پوي ماڻهو تہ ڇا پر جانور بہ روڊ تي ڏسڻ نٿو اچي. ڪافي ڦري وڃڻ ڪانپوءِ سگريٽ ملي. خبر نہ آهي تہ ماڻهون هڙيءَ ٿڌ کي ڪيئن سهن ٿا. ( ٿورو رڪي ڪري هنن کي گهوري ) راڪيش ڪٿي آهي؟

جيا — مگر اجيت ويو ڪٿي آهي هيڙيءَ برف واريءَ ۾.

آشا — آسمان وارو چاڪي، مان جڏهن شام جو ڊائيننگ هال ۾ وڃي رهي هيس تڏهن مون ڏٺو تہ هو تيار ٿي ڳائو ڳڻڳڻائيندو پنهنجي ڪمري مان نڪري رهيو هو، "سردي ۾ جب پيو ڳي يارو، گرم ڪوٽ بن جائيگا."

امران — ٿي سگهيٿو تہ ڳائي جي اثر ڪري ٿڌ نہ لڳندي هوندي. (چڙ چي مان.)

جيا — خبر نہ آهي تہ هنکي هميشه ڳائيندي رهڻ جي سڌ ( ڪبت ) ڇو آهي. ( وات ڪري خراب جهڙو ٿاهيندي ) مون کي بيسرا ماڻهو بلڪل بہ ڪونہ وڻندا آهن.

انيل — ( مسڪرائيندي ) ڪٿي ائين تہ ڪونهي تہ هنجي لفت نہ ڏيڻ جي ڪري تون پنهنجي دل جو غبار ڪڍي رهي آهين

جيا — مونکي بيهوديون ڳالهيون ٻڌيون ڪونہ لڳن، انيل!

سنجيہ — ڇڏيو اهڙين ڳالهين کي، ڇا توهان بابت چيت جي لاءِ پيو ڪو وشيہ نٿا ڪڍي سگهو.

( ٿوري دير خاموشي رهي ٿي.)

آشا — ( اوچتو سوالي نظريئي سان ) راجيش ڪٿي آهي ؟

ڪمل — ٿوري دير پهرين تہ انيل سان ڳڏ هو.

انيل — (خراب منهن بڻائيندي) مان اهڙن بور ماڻهن کي بلڪل پسند ڪونہ ڪريان. پنهنجو پاڻ کي ليکڪ چوندو آهي ( منهن ڦڏو ڪندي ) بور ڪٿي جو.

آشا — ها آهي تہ بلڪل بور. ڪالهہ مان هنجي ڪمري ويئي هيس ڪو ڪتاب گهرڻ تہ صاحب چوڻ لڳو تہ ڇا رکيو آهي اهڙن بور ڪتابن ۾، ڀلوءِ اُن ڪاڻپوءِ هن مونکي سنڌس نئون آرٽيڪل ٻڌايو - ڪدو مان صحت کي ڏيڻ وارو فائدو. واپس ڪمري اچي ڪري ايسپرو ڪاڻڻي پيئي.

ڪمل — شايد هو اسان کي چيرائڻ واسطي اهڙيون بنا سر ۽ پير واريون ڳالهيون ڪندو آهي.

جيا — خبر نہ آهي تہ ايترو پڙهيل لکيل هئڻ جي هوندي بہ هو وقت جي انوسار ڳالهہ ٻولهہ جو سهي وشيہ ڇو نٿو ڳولهي وٺي.

ڏنيرام - (وچ ۾ ڪٽيندي) بس بس! ھاڻي گهڻو ٿي ويو. منھنجون اکيون اڳي به کليل ھيون ته ھاڻي به کليل آھن. سمجھيو..

ڪرشنا ديوي - سو وري ڪيئن؟

ڏنيرام - ڪيئن وري ڪيئن، ڇا ليکو آھي؟

موھن - (چڱيءَ طرح ھيڏانھن ھوڏانھن نھاري ۽ اکين تي ھٿ رکي اکيون ڦاڙي) ديکي - ھمي - سپنا سب ڏسو "دينئن."

( سيٽي زور سان ڪڍن ٿا ۽ پردو ڪري ٿو )

* * * * * * *

ڏنيرام — توکي ڪهڙي پروڙ؟ ڪا لکيل پڙهيل نينگر وڌيڪ ضروري آهي؟

ملوڪ — بلڪل ضروري آهي- ليڪن انهيءَ ۾ به فرق آهي اڄ جي سماڄ جي زماني ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ ڪو به فرق ڪونه ناهي. سڀئي هڪجهڙا حقيقي حق ۽ اڌڪار ماڻڻ لائق آهن. سيما جو پتا صاحب وري نه وڏو آهي ڏاج ڏيڻي رهيو هو ليڪن ........

ڏنيرام — (لالچي اکين مان) ليڪن ........ ليڪن ..... وري ڇا؟

ملوڪ — اهوئي ته اهڙو ڪهڙو قانون قاعدو آهي، ڇوڪريءَ وارا هروڀرو زوريءَ ڏاج ڏيوڻ ڏين "آهه، غريبان تهر خدائي" اسان جهڙن سکيل ستارن کي پاڻ اڳيان اچڻ کپي، پاڻ آڇڻ کپي، جنهن ۾ ئي زندگيءَ جو حسن آهي. وڏ آهر ڏيڻ لاءِ مون سيما جي پتا کي انهيءَ ڪري به منع ڪئي ته توهان جهڙن انسانن جي اک کلي.

(اينٽري ۾ سيما جو اتي اچڻ)

سيما — (ڪرشنا ديويءَ کي پيري پوندي) آءٌ، پيري ٿي پوان

ڪرشناديوي— (سيما کي ڳلي لڳائيندي) جيت پٽ، ڀڳوان شل ڀاڳ ڀلو ڪريئي.

سيما — (ڏنيرام) بابا- پيري ٿي پوان، آسيس ڪريو

ملوڪ — (ٻنهي ڏانهن اشارو ڪندي)- انهيءَ کي چئبو آهي- مان مريادا سمجهه ۽ شناس نه ته اڄڪله جون ڇوڪريون پنهنجي انهن ڪن. سڀ اصلي خاندان ۽ بهتر تعليم جو اثر آهي.

ڏنيرام — مطلب؟

ملوڪ — اهوئي ته پئسا وٺي جيڪا توهين پوک پوکيو ها. سا توهان سان ڪڏ اسان نه لڻون ها. مونکي وڪيل ڪا اهڙي حڪم هلائيندڙ ونڊي وٺي ڏيو ها جو هردم پيو هنجي حڪم جي بجاوري آڻجي ها. انهيءَ مدي خارج ريتن رسمن ۽ روايتن ته انسان کي مايا روپي اکين جي اوندهه ۾ اڇلايو آهي. جنهن لاءِ وقت آهر سجاڳ ڪرڻ ضروري آهي. ڪو اٽڪاءُ ناهيون. جو اکين هوندي به ڪٽي اکيون پوريون. آخر ته ........

کرشنا ديوي- اچان ڪيو لکن جي لالچ، ڪيترين مڻئون ڪيون مانو، تہ منوچ پيءُ،
اسانجي ڳوٺ جي مکيءَ جي ڌيءَ کٽي و ٺو. جهڙو سڄ ۽ چنڊ جو ٽڪڙو،
پر تنهنجي گهر جي مايا بس پئسو هي پئسو. اڙي ڳوءَ جي ديا سان
هتي کهڙي کمي آهي. سائين سڀ ڪجهه ڏنو آهي، اسانکي تہ "ڪڻ
جي ضرورت آهي نہ مڻ جي."

ڏنيرام — اڙي - تون ڳهيليءَ کي کهڙي خبر؟ اڄ دنيا ۾ ڪنهن کي ڪنهن جي
ضرورت آهي، وتين تي وقلندي پئسي بنام ڪير ڪنهن کي پڇي ٿو؟

کرشنا ديوي- تڏهن پي ماڻهن کي چڪ هڻيو تہ پيلي پول ڪيو. انگ پڌايو. هاڻي تہ
آنگ جا رنگ ڏٺو نہ؟ ماڻهون پيٽ کائين يا توهان جهڙن موزين جي اڳيان
لکن جي پيٽا رکن

( ايتري ۾ منوچ جو اُتي اچڻ )

منوچ — مسين، مسين - سچ چيو اٿيئي مءِي. مون پاڻ اها سوچي سمجهي "همت
سندي حرفت" کيڏڻ لاءِ، سيما جي پتا صاحب کي زور پريو هو. جنهن
جي سڌي سچ ثابت ٿيڻ تي، ٻنهي جي هينئر نظرن ۾ اسين هيءَ
"ضربي سک" ئي سهي ماڻڻ لاءِ مجبور ٿيا آهيون.

ڏنيرام — چا چئين ......؟

منوچ — جو سچ هو. سو چيم تہ سهي، توهانجو پلاءِ، اصل ترين کي تيل ئي نہ لڳائڻ
پيا ڏيو، تہ ڇا ڪجي. ٻي طرف وري، توهان جي فرزند جي پيار جي
پت ڪيئن رهجي اچي ها؟

ڏنيرام — اڙي نالائق - پئسي بنا ڪا پت ٿيندي آهي ڇا؟ تنهن کانسواءِ، ٻيو مون
وري هيءَ ڪنهن لاءِ پي مايا ميڙي؟

منوچ — ڏنڊي - هرو پرو مان بہ نا سمجهہ ناهيان، سمجهان ٿو انهيءَ ساري ڌن
پدارت جو مان وارث آهيان. ليڪن ٻين جي دل دکائي. صرف رڳو انهن جي
بک مٽائڻ مان کهڙو فائدو؟؟ توهان جهڙا پئن وارا، انهن جي تعليم تي
خرچ ڪن ٿا تہ ڇا ڏيئُرن جا ٻانت کو نہ ٿا ڪن. ڇا انهن جي ٻڙ عَنب
لـڪائي ايڊيو ڪيشن مفت ٿي ٿئي؟

مهراج سوامي- هري برهماڻ ڏاڍو ، سيٺ صاحب، انهيءَ ڪري چئبو آهي، خانداني لياقت ، سڀ ڪم هو ندي به ڪم نائين.

ڏنيرام — نيڪ آهي، مهراج سوامي، اسانجو توهانجي چوٽ تي ڀروسو آهي . ملوج به انهيءَ تي اٽل آهي . ڪيڏو مهورت .

( سڀ اُٿن ٿا. آواز )

ولبرام — سيٺ صاحب - ڀلو نه، ته هڪ گلاس ”دل بهار“ شربت جو ئي گرهٽ ڪيو هل، ته دل خوش ٿئي ها

ڏنيرام — ڪائي ڳالهه ناهي، هاڻي سائين ڀڪو چاهه پاڻي ۽ دل بهار شربت ڪـڏ جي پيئنداسين، ڪهڙو ؟

ولبرام — جهڪا توهان صاحبن جي اِڇا .

( پيديءَ تان اهن ٿا - آواز )

— سين اد لچڻ جو سڪيت —

( سين پندرون )

( سيٺ ڏنيرام جي گهر جي آڳنڌ جو نظارو - صبح وقت )

ڏنيرام — ( هٿ ۾ ڏنل ڏاڄي جي پيتي کولبدي ) آڙي - آڙي - مان لٽجي ويس ، ڦرجي ويس، وڏو ناحق لـي ويـو . آڙي ملوج ماءُ - ڏس تـه سهي . لکن بدران ڪک مليا آهن .

ڪرشناديوي- ( اندران ڪمري مان اکون مهٽيندي ٻاهر آڳنڌ ۾ ايندي ) آڙي ورى چا ٿيو ؟ اجان رات جي، شاديءَ جو ٿڪ ئى نه لٿو آهي ته صبح صبح ڪٺي هاءِ گهوڙا ڪئي آڌو ......

ڏنيرام — آڙي ملوج ماءُ - ياڻ لٽجي وياسين ، ملهٽيو ته هديو لو ڦاٽي، هاءِ ...

ڪرشناديوي- چا چيئه - هديو لو ڦاٽي، آڙي مٺا ڪرمون، تون به اجان سمهيو پيو آهين چا؟ اُلي ڊاڪٽر کي ته ولى اچ ،

ڏنيرام — اڙي- ڊاڪٽر، ورى اچـى چـا ڪندو؟ بيٺي خواري - بس اهد پيتيءَ ۾ ڦر لى ويئي .

وليرام - ( ڏنيرام سان هٿ ملائيندي ) هن بيوقت فون ڪري، اچي وٽي جي بي سمجھ ڪئي آهي پوءِ. اڙي ڪوڏڻ، سيٺ صاحب لاءِ ڪجھ ناشتو پاڻي، شربت وغيره ته کڻي اچ.

ڏنيرام - نه.... نه، ڪائي تڪليف نه ڪريو. مان هيلمر ئي ڪوران ڪافي پي پيو اچان. ( اوڏو وڪيل ) ها ته چئو، توهان هتي ڪيئن ڪري آيا آهيو.

وليرام - مون هتي ننڍڙو ڪاروبار شروع ڪيو آهي. پرماتما جي ديا سان هاڻي هلندو سٺو ڪم پيو هلي، هتي بس مرضي ٿئي ته مان پاڻ هلي آيس. جو سمجھيم ”ڏٺ نه ڏٺي - نه ته وڪڻ کڻي“

ڏنيرام - ته چئو سيٺ، توهان جي نيائي آهي، جنهن لاءِ مهراج سوامي ڳالهه ڪئي آهي.

وليرام - ( هٿ جوڙيندي ) سيٺ صاحب، هيلمر ته توهان جي ئي.

ڏنيرام - ٺاهي سو ته ٺي، ليڪن توهان کي خبر هئڻ گهرجي، ته پاڻ ذرا انهيءَ معاملي ۾ صاف دل ماڻهو آهيون سو ڪي ته وڏي وڏي آفر آهي.

وليرام - جي سيٺ صاحب، مون پيٽ اڳيئي، مهراج سوامي کي عرض ڪيو آهي ته اسان جي وڏن جي اصول موجب، اسين پول بلڪل نه ڪندا آهيون، ليڪن سائين سب ڪجھ ڏنو آهي. اڄ جي ماحول ۽ حالتن موجب، اسين بلڪل ٿورو ڪجھ ڏينداسين، جو توهانجي دل ۾ جيڪو انگ هولدو، سمجھجو انهان سوايو ئي هوندو، هيءَ ته اهڙا ماڻڪن جا سودا آهن. هنن جو ڪو ملهه ٿيندو آهي ڇا ؟

ڏنيرام - ( مهراج ڪوٽو رام ڏانهن نهاري ) مهراج سوامي، توهانجو ڪهڙو ويچار آهي ؟

مهراج سوامي - هري بره‌مام هري بره‌مام سيٺ صاحب، توهان جيان، هنن جا به وڏا ڪم ڪار آهن. مونکي پاڻ اها پڪي چاڻ، هتي هن فرم ۾ ايندي پئي آهي. تنهن ڪانسواءِ خود پاڻ اچي اظر مان سڀ حال ڪيو اٿم.

وليرام - سائين ڪهڙا وڏا ڪم آهن. مون پٽي اٿي سٺي ڪائي، زندگيءَ کي منزل در منزل ڏکي لاهڻو آهي.

وليرام - بلڪ ٻيءَ ۾ جيڪو نياڻيءَ جو پاڻ، هوندو، ليڪن اِها پڪ چاهيندو، ته جيڪو اَنگ ڏنيرام سيٺ جي خيال ۾ هوندو اِنڪان پڪ ئي پڪ ٻيڻو ڏيڻ هوندو.

خوشيرام - مهراج سوامي- مون توهانکي، رستي تي پڻ اها ڳالهه ڪئي هئي. ٻيلا خانداني، سلي ستابي هئڻ سبب ڪي ڪا پرواه آهي، ليڪن توهان ڀاڻ ڏسو. هنن جا ڪهڙا نه عمدا ۽ عمدا امول، ويچار يعني ڪ اصول آهن اهڙو ڪو ورلي هوندو.

مهراج سوامي - .... خير - مون سيٺ ڏنيرام کي، تنهنجي چوڻ تي، هتي اچڻ لاءِ ڏس ڄتو ڏيئي، فون ڪري ڇڏيو آهي. حاڻ آيو، پنهنجي جيمان هئڻ جي ناتي، منهنجي چوڻ کان ٻاهر ته نه ويندو.

خوشيرام - ( خوشيءَ جي لهجي ۾ ) اڇا.

مهراج سوامي- باقي توهان پنهنجي نيڪر جي ڳالهه ڪئي، اُنهيءَ کي ۽ مون هڪ ار پيرو، مدوج سان گڏ ڏٺو آهي، واه جي جوڙي سهندي.
( ايتري ۾ ٻريان ٽي ڪار اچڻ جو آواز اچيٿو ۽ سيٺ ڏنيرام کي فرم جي سامهون ڪار مان لهندي ڏسي )

مهراج سوامي- ( ٻري کان ڏسندي ) هو ڏسو، سيٺ ڏنيرام به اچي ويو.
( ڏنيرام کي ڏسندي، وليرام ۽ خوشيرام، آجيان لاءِ اُٿي بيهن ٿا. ليڪن ايتري ۾ فون جي گهنٽي جو وڄڻ، وليرام ٽيليفون کڻندي )

وليرام - هلو .... هلو .... ڪير. ها ها ڪلڪتي مان آسنداس. جي، چئو اڳاڙي ٻهرين توهان فون ڪيو هو ڇا؟ اڇا .... اڇا. حڪم ڪيو، ڇا. ها، مالڪ ڪيهو. ڪيترو - اَنڪل اِه ڏيڍ ۽ پنج هزار ڪن ڪثرت. اچان پانچ ڪله، پن لکن جي وتي آهي - ها .. ڇا چيو. بي به گهر جيو. چڪو- چڪو، دوافت موڪليو، ها ... ها، توهان نشچنت رهو، سودو ٿي ويندو. مان هيلڻ ئي دلال کي چوان ٿو..ها ها پڪ سمجهو، بس- بي مهرباني.

( ٽيليفون رکي ٿو ۽ سيٺ ڏنيرام، مهراج سوامي خوشيرام ڏانهن مخاطب ٿيندي )

ولڀرام – هلو هلو ...... (زور سان) ڪير – مسٽر شهاڻي- ڇا چيئہ، سون جو اگهہ
ڪري پيو آهي. واهہ چڱو ٿيو. ها .... ها .... سودو پڪو ڪيو. ڏهين لکين
ڪن جو ورتي ڇڏيو .... ها .... ها، ڇا چئہ ڊرافت .... جي .... جي ڊرافت
ارجنٽ ايئر سروس ۾ ڏياري موڪليان. ها .... ها .... ضرور. بس سودو پڪو
ڪريو. جي .... ها. ٽيليفون رکان ٿو.
(اينري ۾ ڪوڊٽ جل پان وغيره ٽري ۾ کڻيءَ مهراج سوامي ۽ خوشيرام
جي اڳيان رکي ٿو ۽ ۾ منٽ ٻيهي اندر هلي وڃي ٿو).

ولڀرام – (نمرتا مان) ها .... تہ مهراج سوامي، ذرا جل پان تہ ڪهڙ هٿ ڪيو.
(وري ٽيليفون جي گهنٽي وڃي ٿي.)

ولڀرام – (ٽيليفون جو رسيور کڻي ٿي رکندي) هلو .... هلو .... ها، اڙي ڀائي ڪير،
هر گنداس آهين. ها .... ها .... ڪلڪتي مان ....
اينري ۾ ٽيليفون ڪنڊجي وڃي ٿو ۽ ولڀرام انهيءَ موڊ ۾ بار بار رڳو
ٽيليفون ڪسي گهمائيندو ۽ ڳالهيون هيٺ مٿي ڪندو رهي ٿو. ٻئي ڪلاڪن
ڌانهن ٻہ ڏيان ڪو نہ ٿو ڏئي.)

مهراج سوامي – (پير ۾ ويٺل خوشيرام کي) ڀائي .... هيءَ تہ ڪا وڏي وٽ آهي. هتي
ڌنيرام جي جاءِ ناهي.

خوشيرام – سوامي، ڇهو ماڻو نہ، تہ ڪروڙن جو خاندان آهي. ليڪن ٻول جي بلڪل
برخلاف آهي. ٻند پيٽيءَ ۾ لکن جو مال ملندو. "ڪهڙ ڏسي ڪهوڙي بدبي آهي."

مهراج سوامي – (ولڀرام ڏانهن مخاطب ٿيندي) سيٺ صاحب، توهانجي نياڻيءَ جي مائٽي
لاءِ سيٺ ڌني رام جي سپتر ملوڄ لاءِ خوشيرام ڳالهہ ڪئي، ليڪن (هٻڪي)
ليڪن ڌني رام آهي ٿورو ڪنجوس پرورتيءَ جو ماڻهون – اوهان ڪي
انگ ٻڌايو.

ولڀرام – مهراج سوامي، پرماتما سڀ ڪجهہ ڏنو آهي. هتي ڪا ڪمي ناهي. باقي
اسانجي وڏن کان وٺي اهو اصول آهي تہ ٻاڻ ٻول ۽ ڏيٺ جو انگ ڪين
ٻڌائيندا آهيون.

مهراج سوامي – آڇا، هري برهما پوءِ .......

"سين چوٿون - هلڪو سنگيت"

( ولڀرام پنهنجي مٽر خوشيرام جي سهڻوڪ سان شهر جي وڏي بازار ۾ هڪ وڏي فرم طور "ولڀرام اينڊ ڪمپني" ڳالهي جو بورڊ لڳائي ماڊرن نموني سان سجايل آفيس ۾ ڪوچ ڪرسي تي ويٺل ڏيکاريو ويو آهي. ميز تي ڪاغذ ۽ ڪلم وغيره رکيا آهن. آفيس جي هڪ ڪنڊ ۾ ٽيليفون ۽ ڪليڪ پيڊ ٽانگيل آهي. ٻاهران جو گھنٽي لڳل آهي. اتي ۾ خوشيرام سان گڏ مهراج ڪونورام جو اچڻ )

ولڀرام - ( ڪين ڏسندي هٿ جوڙيندي) ...... آچو - آچو، مهراج سوامي، نمسڪار، ڀلي ڪري آيا. ( ميز ڪرسيءَ تي اشارو ڪندي ) هان هت آسن لڳايو.

خوشيرام - مهراج سوامي، تسوهان جي ته ٻڌي ڪان ئي حليمائي جال ؛ پر يو سمرن ۾ انوڀوت وشواس رکندڙ، مستڪ تي چندن جو تلڪ ڏسندي هرڪو صحي سڃاڻي لو وڃي.

مهراج سوامي - ( خوشگواه نظر سان هيڏاهن - هوڏاهن نهاريندي) ڀائيءَ قدر ته قدردانن کي ئي هوندو آهي

ولڀرام - اڙي - ڪوڏڻ درا ......

ڪوڏڻ - ( ڦڙتائي سان اندر ايندي ، جيءَ سيٺ صاحب، حڪم ڪيو.

ولڀرام - اڙي ڏسي ڇا ٿو ؟ جهٽ، مهراج سواميءَ لاءِ جل پان ته کڻي اچ.

ڪوڏڻ - ( اندر ويندي ) اجهو، سيٺ صاحب منٽ ۾ آيو، هتي ڪا ڪمي آهي.

ولڀرام - ( هٿ جوڙيندي ) مهراج سوامي، ڪهڙو حال چال آهي ملڪ جو، ڪجهه ته ٻڌايو، توهين ته ديش، پرديس رٽن ڪندا ٿا رهو.

مهراج سوامي - سڀ ٺيڪ ٺاڪ آهي. پرڀو جي آشيرواد سان، مڙيئي سک آنند آهن. اڄ ڀائي خوشيرام توهان جي نياڻيءَ جي ڳالهه ڪئي ته توهان اُنهي شاديءَ ۾ اينترو ڪجهه ڏيڻ وارا آهيو ڇو .......

( اينري ۾ نقلي ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي، ولڀرام رسيور کڻي ڪن تي رکندي )

ولڀرام - هيلو هيلو ....... (زور سان) ڪير - مسٽر شهاڻي- ها جيئڻ، سون جو اگهه ڪٿي پهتو آهي. واهه، چڱو ٿيو. ها .... ها .... سودو پڪو ڪيو. ڏهين لکين ڪن جو ولي ٻڌيو .... ها .... ها، ها جيئڻ، ڊرافٽ .... جي .... جي ڊرافٽ ارجنٽ ايئر سروس ۾ ڏياري موڪليان، ها .... ها .... ضرور. بس سودو پڪو ڪريو. جي .... ها. ٽيليفون رکان ٿو.

(ايتري ۾ ڪونڊٽ جل پان وغيره ٿري ۾ ڪٽي، مهراج سوامي ۽ خوشيرام جي اڳيان رکي ٿو ۽ خدمت ڀيري اندر هلي وڃي ٿو).

ولڀرام - (نمرتا سان) ها .... ته مهراج سوامي، ذرا جل پان ته ڪهر هٽ ڪيو.
(وري ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي.)

ولڀرام - (ٽيليفون جو رسيور ڪن تي رکندي) هلو .... هلو .... ها، اڙي ڀائي ڪير، هرگلداس آهين. ها .... ها .... ڪلڪتي مان ....
ايتري ۾ ٽيليفون ڪٽجي وڃي ٿو ۽ ولڀرام انهيءَ موڪ ۾ بار بار رڳو ٽيليفون کي گهمائيندو ڪلون هيٺ مٿي ڪندو رهي ٿو. پوءِ ڪنهن ڏانهن به ڌيان ڪو نه ٿو ڏئي.)

مهراج سوامي - (ٻرٻڙ ڪندي خوشيرام کي) ڀائي .... هيءَ ته ڪا وڏي وٿ آهي. هتي ڌنيرام جي جاءِ ناهي.

خوشيرام - سوامي، چئو ماڻو ته ڪروڙن جو خاوند آهي. ليڪن ٻول جي بلڪل برخلاف آهي. ٻڌ ٻيٽيءَ ۾ لکن جو مال ملندو. "گهر ڏسي گهوڙي ٻڌبي آهي."

مهراج سوامي - (ولڀرام ڏانهن مخاطب ٿيندي) سيٺ صاحب، توهانجي نياڻيءَ جي مائٽي لاءِ سيٺ ڌني رام جي سپتر ملوڪ لاءِ خوشيرام ڳالهه ڪئي، ليڪن (هٻڪي) ليڪن ڌني رام آهي ڏاڍو ڪنجوس پرورتيءَ جو ماڻهون - اوهان ڪجهه انگ ٻڌايو.

ولڀرام - مهراج سوامي، پرماتما سڀ ڪجهه ڏنو آهي. هتي ڪا ڪمي ناهي. باقي اسانجي وڏن کان وٺي اهو اصول آهي ته ٻاڻ ٻول ۽ ڏيٺ جو انگ ڪين ٻڌائيندا آهيون.

مهراج سوامي - آڇا، هري برهما، پوءِ .......

”سين چوٿون - هلڪو سنگيت“

( ولڀرام ٻلهڻجي مهر خوشيرام جي سهڻوگ سان شهر جي وڏي بازار ۾ هڪ وڏي فرم طور ”ولڀرام اينڊ ڪمپني“ نالي جو بورڊ لڳائي ماڊرن نموني پيڙهي کولي آ. هيٺ فرش تي ٻه گديلا وڇايل آهن ۽ گول وهاڻا رکيل پيا نظر اچي رهيا آهن. اُن سان گڏ اوور ۾ پيا ٽيليفون جو هڪ سنڌر ٻانهو رکيل آهي ۽ اُنجي پنيان هڪ گهنٽي لڳل آهي. ايتري ۾ خوشيرام سان گڏ مهراج ڪونورام جو اچڻ )

ولڀرام – ( ڪين ڏسندي هٿ جوڙيندي) ..... آچو - آچو، مهراج سوامي، نمسڪار، ڀلي ڪري آيا، ( هيٺ گديلي تي اِشارو ڪندي ) هان هت آسن لڳايو.

خوشيرام – مهراج سوامي، توهان جي تہ ڀري ڪان ئي حليمائي چال ۽ ڀڳوان سمرڻ ۾ اتوت وشواس رکندڙ، مستڪ تي چندن جو تلڪ ڏسندئي هرڪو صحي سڃاڻي ٿو وٺي.

مهراج سوامي– ( خوشگوار نظر سان هيڏانهن - هوڏانهن نهاريندي) ڀائي، قدر تہ قدرداني کي ئي هوندو آهي

ولڀرام – اڙي - ڪونڊٽ ذرا.......

ڪونڊٽ – ( ٽڙ تائي سان اندر ايندي ، جي، سيٺ صاحب، حڪم ڪيو.

ولڀرام – اڙي ڏسي ڇا ٿو؟ جهٽ، مهراج سواميءَ لاءِ، جل پان تہ کڻي اچ.

ڪونڊٽ – ( اندر ويندي ) اچيو، سيٺ صاحب منٽ ۾ آيو، هتي ڪا ڪمي آهي.

ولڀرام – ( هٿ جوڙيندي ) مهراج سوامي، ڪهڙو حال چال آهي ملڪ جو، ڪجهہ تہ ٻڌايو، توهين تہ ديس، پرديس رٿن ڪندا ٿا رهو.

مهراج سوامي– سڀ ليک ٺاڪ آهي. ڀڳوان جي آشيرواد سان، مڙيئي سک آنند آهن. اڄ ڀائي خوشيرام توهان جي نياڻيءَ جي ڳالهہ ڪئي تہ توهان اُنجي شاديءَ ۾ ايترو ڪجهہ ڏيڻ وارا آهيو جو.......

( ايتري ۾ ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي. ولڀرام رسيور کڻي ڪن تي رکندي )

ولڀرام - هلو هلو ...... (زور سان) ڪير - مسٽر شوالي- ڇا چيئه، سون جو اگهه
ڪري ويو آهي. واهه، چڱو ٿيو. ها .... ها .... سودو پڪو ڪيو. ڏهين لکين
کان جيئو ولي چڙهيو .... ها .... ها، ڇا چئه، ڊرافٽ .... جي ڊرافٽ
اوجلت ايئر سروس ۾ ڏياري موڪليان. ها .... ها .... ضرور. بس سودو پڪو
ڪريو. جي .... ها. ٽيليفون رکان ٿو.
(ايتري ۾ ڪونڊٽ جل پان وغيره ٽري ۾ کڻي، مهراج سوامي ۽ خوشيرام
جي اڳيان رکي ٿو ۽ ان مهل ئي اندر هلي وڃي ٿو).

ولڀرام - (نمرتا سان) ها .... ته مهراج سوامي، ذرا جل پان ته گهڻو ڪيو.
(وري ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي.)

ولڀرام - (ٽيليفون جو رسيور ڪن تي رکندي) هلو .... هلو .... ها، اڙي ڀائي ڪير،
مرليداس آهين. ها .... ها .... ڪلڪتي مان ....
ايتري ۾ ٽيليفون ڪٽجي وڃي ٿو ۽ ولڀرام انهيءَ موڊ ۾ بار بار رڳو
ٽيليفون کي گهمائيندو ڪلاون هيٺ مٿي ڪندو رهي ٿو. پوءِ ڪاوڙ
ڏانهن ۾ ڏيان ڪو ٿو ڏئي.)

مهراج سوامي - (پر ڀرو وهنل خوشيرام کي) ڀائي .... هيءَ ته ڪا وڏي وٿ آهي. هتي
ڏ نيرار جي جاءِ ناهي.

خوشيرام - سوامي، جيو ماڻو اهو ته ڪروڙن جو خاوند آهي. ليڪن ٻول جي بلڪل
برخلاف آهي. هند ڀيتيءَ ۾ لکن جو مال ملندو. "گهر ڏسي گهوڙي ٻڌبي آهي."

مهراج سوامي - (ولڀرام ڏانهن مخاطب ٿيندي) سيٺ صاحب، توهانجي نياڻيءَ جي ماڱ ٿي
لاءِ سيٺ ڏني رام جي سپتر ملوڪ لاءِ خوشيرام ڳالهه ڪئي، ليڪن (هٻڪي)
ليڪن ڏني رام آهي ڏورو ڪنجوس پرورتيءَ جو ماڻهون - اوهان ڪيئ
انگ ٻڌايو.

ولڀرام - مهراج سوامي، پرماتما سڀ ڪجهه ڏنو آهي. هتي ڪا ڪمي ناهي. باقي
اسانجي وڏن کان وٺي اهو اصول آهي ته ٻاڻ ٻول ۾ ڏيڻ جو انگ ڪين
ٻڌائيندا آهيون.

مهراج سوامي - آڇار مري برهماڻ پوءِ .......

## " سين چوٿون - هلڪو سنگيت "

( ولڀرام پنهنجي متر خوشيرام جي سهوڳ سان شهر جي وڏي بازار ۾ هڪ وڏي فرم طور " ولڀرام اينڊ ڪمپني " نالي جو بورڊ لڳائي ماڊرن نموني پيڍي کولي آهي. هيٺ فرش تي ٻه گديلا وڇايل آهن ۽ گول وهاڻا رکيل پٺ نظر اچي رهيا آهن. انسان کان ٿورو پريا ٽيليفون جو هڪ سنڌر ڍانچو رکيل آهي ۽ انجي پٺيان هڪ گهنٽي لڳل آهي. ايتري ۾ خوشيرام سان گڏ مهراج ڪرتورام جو اچڻ )

ولڀرام - ( کين ڏسندي هٿ جوڙيندي) ...... آچو - آچو، مهراج سوامي، نمسڪار، ڀلي ڪري آيا. ( هيٺ گديلي تي اشارو ڪندي ) هان هت آسن لڳايو.

خوشيرام - مهراج سوامي، توهان جي ته پري کان ئي عليمائي چال ۽ ٻرڪو سمرڻ ۾ الوڪ وشواس رکندڙ، مستڪ تي چندن جو تلڪ ڏسندي هرڪو صحي سڃاڻي ٿو وٺي.

مهراج سوامي - ( خوشگوار نظر سان ڏسندي - هوڏانهن نهاريندي) ڀائي، قدر ته قدردانن کي ئي ٿيندو آهي

ولڀرام - اڙي - ڪونڊٽ دا......

ڪونڊٽ - ( ڦڙتائي سان اندر ايندي ) جي، سيٺ صاحب، حڪم ڪيو.

ولڀرام - اڙي ڏسي ڇا ٿو؟ جهٽ، مهراج سوامي لاءِ جل پان ته کڻي اچ.

ڪونڊٽ - ( اندر ويندي ) اجهو، سيٺ صاحب مٽت ۾ آيو، هتي ڪا ڪمي آهي.

ولڀرام - ( هٿ جوڙيندي ) مهراج سوامي، ڪهڙو حال چال آهي ملڪ جو، ڪجهه ته ٻڌايو، توهين ته ديش، پرديس رٽن ڪندا ٿا رهو.

مهراج سوامي - سڀ ٺيڪ ٺاڪ آهي، پڀو جي آشيرواد سان، مڙيئي سک آنند آهن. اڄ پڻي خوشيرام توهان جي نياڻيءَ جي ڳالهه ڪئي ته توهان انجي شاديءَ ۾ ايترو ڪجهه ڏيڻ وارا آهيو جو......

( ايتري ۾ ٽلي ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي. ولڀرام ڊوڙي کڻي ڪن تي وٺندي )

ولبرام – هاڻي سمجهي ڪانهي. جو تنهنجي پتا جي کهرچ پوري ڪري سگهان، ڪو وقت هو ته اسانجي به ڪا پنهنجي هستي هئي، ليڪن، سيما جي ماءُ جهڙي طرح اوچتو پرلوڪ پڌارجڻ ڪري ۽ وري پنهنجي ڪاروبار کي پورو ملهه نه ڏيڻ ڪري، بزنس جو پورو حال ٿي ويو. پر تون پٽ لالچ وس ٿي، اهڙو ڪم اصل نه ڪج.

منوج – نه ..... نه.

ولبرام – (کنگهندي) پٽ مان پنهنجي وڏائي ڪو نه ٿو ڪيان – پر ماتما ساکيات آهي. مون پنهنجي پٽ سنتيش جي شاديءَ ۾ ڪابه پول نه ڪئي. ڏٺس جيڪي ڪجهه ڏنو، سو مون ۽ سيما جي ماءُ، اکين تي رکيو. ليڪن اهو به مالڪ کي منظور نه هو، شاديءَ کان پوءِ ڏينهن سيما جو ماءُ ۽ پاڻائي ڪشمير ۾ هنيمون ڪرڻ لاءِ ويا ته وري واپس نه موٽيا

منوج – (چهري تي هٿ رکي) ....... ڇا؟

ولبرام – (ڏک ڀري لهجي ۾) اُتي نوڪا وهار ڪندي، اوچتو آچانڪ اُلٽجڻ ڪري سون درياهه ٿي ويا.

منوج – (آهستي آواز ۾) آه ..... مون کي ته سماج انهيءَ ڳالهه جي الڪ ئي پوڻ ۾ ڏلي آهي.

ولبرام – مون ئي ڪيس مدع ڪئي هئي پٽ، اجايو اُبتار ڪري پنهنجي دل جا تهه ڇو کولجن. سيما جي ماءُ ته انهيءَ صدمي ۾ چتا تي وئي ۽ ....

منوج – (وچ ۾) ۽ رهجي ويا توهين، سيما ۽ تنهن سان گڏ مان پڻ؟

ولبرام – تون پڻ، ڪيئن پٽ؟

منوج – معاف ڪريو، سما جي ڪري، مان به توهانجو ليس نه! مهرباني ڪري اهڙي ڪا تجويز سوچيو جو "سانپ به نه مري ۽ لانگ به نه ڀڃي" مان هر ڳالهه ۾ شامل رهڻ آهيان.

ولبرام – منهنجي متر خوشيرام، جنهنجي راءِ ۽ سهاري سان، منهنجو ڪاروبار سميٽي هتي آيو آهيان، تنهنجو به انهن جو ٺ آهي.

منوج – مطلب؟

منوج – اهي ته سچ پچ عجيب ويچارن جا ماڻهون آهن.

سيما – ته هيٺئين ني هل، ڊيڊي گهر ني هوندا.

منوج – (ڪجهه سوچي) چڱو، هل.

— سين ايڊلجيٽ جو سنگيت —

( سين ٻيون )

( اهوئي ساڳيو ساڌارڻ ڊرائينگ روم – هڪ پاسي سوفا سيٽ، ٻئي پاسي هڪ ٽيبل تي هڪ ريڊيو رکيل ۽ ٻئي ڪرسيون پيل، پٺ تي گهڙيال ۽ هڪ رئڪ تي ڪتاب پيل آهن– وليرام سوفا تي ويٺل اخبار پڙهندي نظر اچي رهيو آهي. اينتري ۾ سيما ۽ سندس پٺيان منوج جو پرويش )

سيما – ننڍو ڊيڊي، ڇا پيا ڪيو؟

وليرام – بس پٽ، واند ڪائي ۾ اخبار پڙهي رهيو آهيان.

سيما – (پٺيان اشارو ڪندي) ڊيڊي، هن سان ملو، هيءُ آهي منوج – يعني مسٽر منوج ڪمار. جنهن بابت مون توهان سان ڪالهه ڳالهه ڪئي هئي.

وليرام – (منوج کي ڏسندي) اچ پٽ، ڪهڙو حال آهي.

منوج – (پيري پوندي) بس مڙيئي سٺو حال آهي، ۽ چال ته توهانکي ڪله سيما (ڪلندي) ٻڌائي آهي ........

وليرام – پٽ مان، سيما جو ڊيڊي ضرور آهيان، ليڪن هر ويرو اينرو تنگ ويچارن جو ناهيان، جو پنهنجي اولاد جي اصل ڳالهه نه سمجهي. هميشه ساڳيو زمانو نه رهيو آهي، اسانکي زماني جي رفتار سان وک وڌائڻ گهرجي.

منوج – برابر

وليرام – (سيما ڏانهن اشارو ڪندي) سچ پچ هن جي وڏيڪ تعليم پڙهڻ جو ارادو ڏسي، مون ڪيس انهيءَ لاءِ نه روڪيو. سوچي سمجهي، وشواس رکي مون ڪيس پڙهائي لاءِ هتي موڪليو، پر ........

منوج – (اچرج مان) پر ڇا ....؟

سيما - (جوش کي ڍرو ڪندي آهستي) معاف ڪجو ملوچ - مان الائي جوش جوش ۾ غلط سلط ڪهڙي ڪي جو ڪي ڳالهائي ويس. سچ پچ، هيءَ دنيا دلدارن انسانن جي ويري آهي، تہ بہ پنجئي آڱريون هڪ جهڙيون ناهن

ملوچ - واهہ، اهو ڪيئن!

سيما - توهان، سوچيندي هوندءِ تہ منهنجو پتا بہ شايد، پوري ساري پوڙهي هوندي. اهڙن ويچارن جو هوندو. ليڪن اهڙن بلڪل نہ آهي. اڄ بہ مان هڪڙو ڪيس چوندي آهيان، انهيءَ تي پوري طرح غور ڪندا آهن

ملوچ - غور ڪندا آهن، پوءِ ......

سيما - (وچ ۾ ڪٽيندي) غور ڪندي چڱي لڳي صلاح بہ ڏيندا آهن. مون ڪيس ڪلهہ ئي هتي ايندي پنهنجي هن رشتي جي جاڻ ڏني آهي.

ملوچ - (عجب مان) اڙي، واهہ، سچ!

سيما - جي، هائو؛ سچ پچ کيس ڪو بہ اعتراض ناهي. ليڪن ايترو سو تنهنجي ڏاڏي جي ناجائز فرمائش جو پڌو، کين بيحد افسوس لڳو آهي.

ملوچ - تو تہ، مون کي ٻڌايو ئي ناهي، تہ تنهنجو ڏاڏي ڪو هتي آيو آهي.

سيما - ها، هاڻي هميشہ لاءِ هتي رهندا. اُتان اڄ پوءِ لڏي آيا آهن.

ملوچ - آڇا.

سيما - مميءَ جي سرڳواس بعد خبر ناهي ڪيس اُتان جي در ۽ ديوارن مان ئي نفرت اچي پئي هئي.

ملوچ - پر ڪاروبار ......؟

سيما - سو بہ سوچي رهيا آهن تہ هتي ڪو نئون ڪاروبار کولجي. کين، خوشيرام انڪل، جن وٽ مان رهندي آهيان، انهن ئي همٿ ڏياري، هتي اچي رهڻ بہ واعدو ڪئي آهي.

ملوچ - مونکي تہ انهن سان ملائي، متان انهن سان ملڻ ڪو رستو نڪري پوي.

سيما - بلاشڪ، ڏاڏي سچ پچ ڪو اهڙو ننڍو مائينڊ (Narrow mind) ناهي، جهڙو تنهنجو پتا صاحب آهي؟

منوچ — واه — ايهـا ته ڪـو مـون وٽ ٻ پاڻ رکي آهي — پوءِ ڀلا اڪيلو ڪيئن دل لڳندءِ.

سيما — سچ پچ، هيءَ ڏاڍي نڪري بيماري آهي.

منوچ — ڪابه بيماري لاعلاج، ليڪن آهي ۽ پڏءِ.

سيما — ته هاڻي اِنهيءَ جو علاج ٿيڻ نہ گهرجي؟ ڪيئن؟

منوچ — ڇا ڪجي؟ ڪيترا ئي ڀيرا سوچي پڪ ڪئي الم ته ڪلي ٻڌڻي کي سمورو داستان ٻڌايان. ليڪن سندس مايا روپي خزاني جو هردم ٻوجه ڪلندو ڏسي منهنجي زبان تي تالو لڳي ٿو وڃي.

سيما — جيڪڏهن اِنهيءَ تعالي جي ڪنهن مان آهيان ته حڪم ڪر، ته مان اچي اهو ڪوليان. يعني ڪ، تنهنجي پتا صاحب جي اکين اڳيان اهو مايا موهه ۽ وڏماڻهپي جو پردو هٽايان.

منوچ — نہ.... نہ.... ائين اصل نہ ڪجي. ڪٿي هو تنهنجي بي عزتي نہ ڪري وجهي، جا مون کان برداشت نہ ڪئي ويندي.

سيما — برداشت نہ ڪئي ويندي ته پلا ڇا ڪجي؟ آخر ته چپ چورڻا پوندا. هن سنگدل سماج کي منهن ڏيڻو پوندو. مايا جي موزين کي، هن اِن غيرت حرڪتن کان باز آڻڻو پوندو.

منوچ — برابر، پوءِ به.

سيما — پوءِ به. اسان جي آئينده جا ابا اڳ نہ پنهنداسين ته هي آخر هيءَ ڪلهه جا نيڪدار پنهنجي حڪم بجاوري پيا ڪندا.

منوچ — حڪم بجاوريءَ مطلب؟

سيما — مطلب اهو ئي صاف آهي ته، جنهن ماءُ پيءُ اسان کي ڄڻيو نپايو آهي، اُنهيءَ جي نيڪ نصيحت تي هلڻ اسانجو فرض آهي، ليڪن اهو ڪٿي جو عدل ۽ اِنصاف آهي جو هر غيرت جلندڙ مسئلي کي اسين بزدلن جيان پري کان بيهي ڏسندا رهون. پوءِ ته ڇنڊو اسانجي هن تعليم پرائڻ کي حيف آهي.

منوچ — بس — بس، ٻيهڙ سيما — مان هينئر همت رکي ضرور ٻڌڻي جي شيڻهن روپي ڪچڪور کي شانت ڪندس، روز به روز سندس اهو نکمڻو پاڻ جهڙي خاندان گهر جي ونڙي ۽ دولت ميڙڻ جي منصوبي جو اُپديش اڏي پڏي منهنجي پٺ ڪئن جون پاپڙيون پٺ سڙي ويئون آهن.

وليرام – توکي ته مٺڙڙي سمرتيءَ جي ڄاڻ آهي. رات ڏينهن انهن چلتائن برياڪل آهيان. خبر ناهي، ڪڏهن منهنجي چلتائن جو انت ايندو.

خوشيرام – (ڪجهه گهڙي سوچيندي) هن ڌونڌي سماج ۾، سڌي ۽ صلح پسند ايماندار انسان جو جيئڻ محال آهي. هتي جيڪڏهن اوري حرفت ۽ تجويز سان نه هلبو ته سڀ پيچ پنيان رهجي ويندو ۽ پوءِ عمر ڀر پڇتائڻو پوندو.

وليرام – اهو ڀلا ڪيئن؟

خوشيرام – اهو ڪم منهنجو آهي. توهين رڳو، مان چوان، تيئن ڪندا اچجو.

وليرام – هيل تائين تہ سان تنهنجي چوڻ تي پئي هلندو آهيان، باقي هاڻي باهر ويندس ڇا؟

خوشيرام – جڏهن وقت اچڻ تي، ايشوءَ تي حوالو ضرور ڪبو. هينئر ته هلان ٿو. ڪوٺو رام وٽ ڪجهه ضروري ڪم آهي.

وليرام – ڀلي، خوشيءَ سان وڃو (خوشيرام جو اُتي اٿان لڪري وڃڻ).

* سين بدلجڻ جو سنگيت *

— سين ٻيون —

(ڪاليج جي لئبرري روم – سيما اڪيلي ڪو ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول آهي. ۾ ملوڪ اندر اچي ٿو ۽ سيما کي ڏسندي)

ملوڪ – هلو – سيما.

سيما – هلو – ملوڪ

ملوڪ – ڇو ڀلا اڄ جلدي ڪاليج ۾ ڪاهي آئي آهين؟

سيما – (هٿ ۾ پڪڙيل ڪتاب ڏيکاريندي) هيءَ سائنس جو ڪتاب کپندو هو. ڪلهہ پڇيم ته ڪو نہ مليو. لئبررين چيو ته اڄ ٿي ويندو جي معياد اڄ ختم ٿيندي ۽ جمع ڪرائيندو.

ملوڪ – اڇا.

سيما – سوڻي سوچيم ته جلدي وڃي پنهنجي نالي ايشو (issue) ڪرايان. تنهن ڪانسواءِ گهر ۾ اڪيلو دل به نہ پئي لڳي.

ناٽڪ

# "همت سندي حرفت"

ليکڪ:- موهن

ڪردار -

(١) ولڀرام - هڪ سفيد پوش، وچولي ڪلاس وارو
(٢) خوشيرام - ولڀرام جو دوست
(٣) ڏنيرام - هڪ لالچي، لڄتي انسان
(٤) ملوڪ - ڏنيرام جو پٽ، ڪاليج ۾ پڙهندڙ نوجوان
(٥) سيما - ولڀرام جي ڌيءَ، ملوڪ سان گڏ ڪاليج ۾ پڙهندڙ
(٦) ڪرشنا ديوي - ولڀرام جي گهر واري
(٧) مهراج ڪونورام - مائٽين وارو
(٨) ڪوڏڻ - نوڪر

— سين پهريون —

( هلڪو سنگيت اچي رهيو آهي )

( هڪ سادو ڊرائنگ روم - هڪ پاسي سوفا سيٽ ۽ هڪ ٽيبل تي هڪ ريڊيو ۽ ٻه ڪرسيون پيل آهن. پٺ هڪ رئڪ تي ڪتاب سجايا رکيل آهن. چلتا ۾ ڊرائنگ روم ۾ اچ وڃ ڪري رهيو آهي. ايتري ۾ در جو آواز اچي ٿو. )

خوشيرام - (در کڙڪائيندي) ڀائي، ولڀرام گهر ۾ آهي؟
ولڀرام - جي ها، خوشيرام آهين.
خوشيرام - جي، ولڀرام مان ئي آهيان.
ولڀرام - (در کوليندي) اچ - اچ مان پاڻ بس صدويءَ سان ڪري رهيو آهيان.

- هن فاني سنسار ۾ ايلاشائن جو ڪو بہ انت ڪونہ آهي. ڪو بہ شخص سنسار جي ڪمن مان فارغ ٿي پنهنجي سوائت ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هوندو آهي. انڪري هي انسان ٿـو ن غفلت ڪي ڇڏي پنهنجي عمر افـراد ڪرڻ بجاءِ ڀڳوان جـو ڀڄن ڪر جنهن ۾ تنهنجو نيستارو آهي. جي تو ڪي پنهنجو آئينده سڌارڻـو آهي تہ اڄ ئـي موهہ مايا ڪي ڇڏي پرڀوءَ ڪي ياد ڪر جنهن ۾ مانش ديهيءَ جـو ڇـوٽڪارو ٿئي. سياڻي الائـي چا ٿئي! ڪلهہ ڪونہ چاتو آهي.

" ڪـال ڪريـن سو آج ڪر - آج ڪرين سو اب
پل ۾ پـرلئہ هو جائيگي - ڦير ڪروگي ڪب. "

THE END

Flat No. 8 (RR Flats), 8, Warren Road, Mylapore-Madras-600004

مدش — (هٿ جوڙي نمسڪار ڪندي) هي پريو! مونکي تو مان اهڙي آشا ڪانه هئي. دوکو، ڇل ڪپٽ ۽ وشواس گهات ته اسان انسانن جو ڪم آهي. توهان مونکي وچن ڏنو هو ته مان توکي پراوڪ ولي هلڻ کان اڳ چتائيندس، پوءِ توهان مونکي ڇو ڪين چتايو؟

ڌرم راڄ — هي مدش مون توکي بار بار پئي چتايو، پر تو ان کي نه سمجهيو. ڏس، مون توکي جيڪي چتاءَ ڏنا آهن، انهن جو وستار سان بيان ٿو ڏيان.
پهريون چتاءُ — مون تنهنجا وار اڇا ڪيا. انهن اڇن وارن توکي ٻڌايو ته مان يمراج جو نياپو کڻي آيو آهيان. تڏهن به تون ساوڌان نه ٿئين، ھبڪاري پنهنجي اڇن وارن کي نقلي رنگ لڳائي ڪارو ڪرڻ چاهيو. اهو ڪيئن لڪي سگهيو؟ اهڙيءَ طرح مونهنجي پهرين چتاءَ جو ڪوبه ......

مدش — چڱو، ٻيو چتاءُ.

ڌرم راڄ — مان تنهنجي اکين جي نظر موهه مايا جي جنجال کان ڇڏائڻ واسطي گهٽ ڪري ڇڏي. تڏهن به تون نقلي شيشن جي (عينڪ) زور تي ڪم ڪرڻ لڳين. تڏهن به تون ساوڌان نه ٿئين.

مدش — توهان جو ٽيون چتاءُ.

يمراج — مون تنهنجا ڏند پٽي ڇڏيا. پر تو نقلي ڏند لڳائي مونهنجي چتائڻ جي بي پرواهه ڪانه ڪئي، زبردستي حڪمت جو سواد وٺڻ لڳين. پنهنجي به سنسار جي اڌڪار ڪرڻ ۾ تو ڀاڻ کي ڪونه سونپيو.

مدش — هاڻي چوٿين چتاءَ جي باري ۾ به ڪجهه ٻڌاءِ.

يمراج — تنهنجا هٿ ۽ پير ڏڪڻ لڳا. اها سنسار جي ريت آهي. تڏهن به تو موهه مايا جو ساٿ نه ڇڏي، لڪڙيءَ جو سهارو وٺي هلڻ چلڻ لڳين. نقلي طاقت جا انجڪشن لڳائي، ڪشتا ۽ معجون ۽ بيدا ڪائي دورنگي دنيا جي موهه ۾ لمپٽ رهين.

مدش — اکين ۾ ڳوڙها آڻي، هي دِيا جا ساگر! مونکي ڪجهه مهلت ڏيو ته ڀڳوان جو ڀڄن ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪريان.

# ”ڪال جو چنڊ“

ليکڪ : پورن لعل - ايم - ڏولياڻي

پاتر:- منش، يمراج ۽ دوت

[ پهريون درشيه ]

آستان - هڪ پهاڙيءَ جي هيٺان گهاٽو بن جنهن ۾ ڪيترن قسمن جا وڻ آهن. طرحين طرحين اُن بن ۾ پکي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا آهن. هر طرف آنند ئي آنند آهي. اهڙي بن جي وچ هڪ منش بن پورن جي گرمي ۽ تيز اُس کان وياڪل ۽ پريشان ٿي اُتي پهچي ٿو. اُتي ڇاياڊار وڻ ڏسي گرميءَ کان نجات پائڻ لاءِ ڇانو هيٺان آرام ڪرڻ لاءِ گهڙي پل لاءِ ليٽي پوي ٿو. ٿڪاوٽ سبب اهڙي ننڊ ۽ سيتل ڇانو، تي سمهڻ سان هن کي ننڊ اچي ٿي وڃي - ننڊ ۾ هڪ سپنو ڏسي ٿو. اُن ۾ ڪن جي يمراج سان ملاقات ٿئي ٿي.

منش - (ڏڪندي) اڙي! تون هت ڪٿان!

يمراج - ان ۾ اچرج جي ڪهڙي ڳالهه آهي! ٻڌاءِ مان ڪٿي نه رهندو آهيان؟

منش - اها ته مونکي خبر آهي. جهڙو تنهنجو خوفناڪ چهرو، اهڙو ئي نردئي سڀاءُ.

يمراج - تو ڪونه سمجهيو. جيئڻ ۽ مرڻ هڪ ئي وستو آهي. جنهن سڪي جا ٻه پاسا ٿيندا آهن

منش - پرڀو، چاهي ڪجهه به هجي پر مون تي ايتري ديا ڪر. جڏهن تون مونکي هتان يم لوڪ وٺي هلين ته اول مونکي ڄاڻائج جئن مان پهريائين سڀ ڪم ڪاريون سنواري وٺان ۽ ٺيڪ ڪري ڇڏيان.

يمراج - مون کي منظور آهي - قبول آهي.

ڪملا – ( اندران ايندي ) وهو نه ڪاڪا. سڀ سامان توهان کيئن کڻي ويندا.
سائيڪل اسان جي ڊيپوءَ هٿان موڪليندا سين.

ڪاڪو – نه نه پٽ، ٻاهر ڊيپوءَ ڪمل راڄو سڀ راند پيا ڪن. ڪمل پاڻ سائيڪل
ڏسي خوش ٿيندو. چڱو پٽ، سدائين خوش هجو .... کنگهندو وڃي ٿو )

ونود – ( ننڍڙي ڏڪ هٽيءَ ڪرسيءَ تي زور سان پاڻ اڇليندي ) هي ڀڳوان!
"ويئي سڱن کي پر ڪن به ڪپائي آئي!"

ڪملا – ڇو، وري ڇا ٿيو؟

ونود – ڇا وري ڇا ٿيندو. تو ۽ تنهنجي جهامن ماءُ گڏجي منهنجي لاءِ مصيبت
پيدا ڪئي آهي. .... مان ويس ٿي انٽرويو ڏيڻ ڪين سڄي شهر جو سامان
بمبئيءَ ۽ بمبئيءَ جو سامان هتي پهچائڻ؟ بمبئيءَ کان ڪلياڻ، ڪلياڻ
کان ملند ۽ ملند کان گهاٽڪوپر! ...... سامان جتي پهچائڻ وڃان ته اُهو
وري ......... اهو سامان کڻي وڃڻ لاءِ اڳهئي تيار ويٺا هئا ۽ منهنجي لاءِ
رڪشائن، بسين ۽ ٽئڪسين جو ڀاڙو تاوڻ پئجي ويو.

ڪملا – پر انهن سڀني جي آسيس ٿي ته توهان کي انٽرويو ۾ ڪامياب ڪيو هوندو!

ونود – ها ها، انهن سڀني جي آسيس سان ڪاميابي ته ملي پر ڏائي پاسي کان ........

ڪملا – ته ڇا، توهان فيل ٿيئو؟ .... يا انٽرويو ئي ڪونه ٿيو؟؟

ونود – اڙي ڪملا، انٽرويو ته ٿي ويو، پر هنن ماڻهن کان بچڻ لاءِ تر تڪڙ ۾
هڙ سامهون ڪٻٽ تي رکيل سرٽيفڪيٽن ۽ ضروري ڪاغذن وارو فائيل
اتيئي رهجي ويو. انٽرويو لاءِ گهربل خاص فائيل ڪنهن ٿي ڪونه، باقي
تنهنجي جهامن ماءُ جي مهربانيءَ سان اهو سڀ سامان کڻي ويس. فائيل
ڪانسواءِ انٽرويو وري خاڪ مان ڏيندس.

ڪملا – ( حيرت وچان ) ڇا چيو، انٽرويو توهان ڪونه ڏنو؟؟

ونود – ها ها، انٽرويو ٿي ويو پر مون نه ڏنو! .... پر ڪملا، ڀلي هاڻ همت ٿو
جوڙيانءِ، آئينده انٽرويو ڏيڻ وڃان يا گهر کان ٻاهر پير رکان ته مهرباني
ڪري جهامن ماءُ سان ڳالهه نه ڪجانءِ.

ڪملا – مون ته ڇا ٻر منهنجي نڌين وڏن توبهه ڪئي!

— سماپت —

356-B Sardar Nagar, Ahmedabad-382475

ونود - ماسي، صرف نياپو ئي نہ، پر هي بسترو ۽ چمڙن جي ٿيلهي بہ ڏنائين ۽ هيءُ خط بہ جنهن ۾ ٽئين جاءِ جي ائڊريس بہ ڏنل آهي.

ماسي - ابا، شل جواني ماڻيندين. توکي ڏاڍي تڪليف ڏنم پٽ.

ونود - موڪلي ڏيو ماسي، بسترو مان توهان جي گهر پهچائي اچان.

ماسي - اڙي نہ پٽ. ٻاهر رمجهو راند پيو ڪري، اُن کي ٿي ڏيان .... ( ويندي) جڳو پٽ .... آن ... جي .... راڄ ڀيڻام ! .... شل جواني ماڻيندين ! .... (وڃي ٿي- دروازي ٻاهران ڪاڪي جي کنگهڻ جو آواز )

ڪاڪو - ( دروازي ٻاهران آواز ) دادي ونود ويٺو آهي نہ؟

ماسي - [ ڪاڪي کي - ٻاهران آواز ] هائو ڀائو، هيڏانهن تہ آئو آهي ٽئڪسيءَ ۾.
[ وڃي ٿي ]

ڪاڪو - [ اندر ايندي ] مون چيو پٽ ونود، اچي وئين؟

ونود - [ ويحهو آواز ] ها ها ...... اچو اچو ڪاڪا ....... اچو .. وهو!

ڪاڪو - نہ پٽ ونود .. تڪڙو آهيان .... [ کنگهڪار ] ڊاڪٽر وٽ دوا وٺڻ پئي ويس تہ رستي تي جهامن ماءُ گڏجي وئي ۽ چيائين .. . ...

ونود - [ بيزاريءَ وچان آهل ڪري، جملو پورو ڪندي ] .. ... "ونود کي ٽئڪسيءَ ۾ گهر ويندو ڏٺم .!"

ڪاڪو - [ خوش ٿي ] ها خوش هجين پٽ .... .. ائين ئي چيائين ....... يگوان ڀاو ڪندس ها، تہ پٽ، شادي تہ سک سان ٿي گذري نہ؟

ونود - ها ڪاڪا. توهان جي مهربانيءَ مون بروقت ملند پهچائي. هي اٿو، پنج ڪلو مٺاڻ جو دٻو، ڪمل لاءِ ٽئيڪي سائيڪل ۽ ڳڏي ڀاڻيءَ لاءِ ڪڳهي. پئسا، خط ۽ ٻيو سامان ان دٻي ۾ بند آهي، هيءَ ڪلف جي ڪنجي آ او

ڪاڪو - پٽ، توکي ڏاڍي تڪليف ڏني سين.

ونود - ( ٻاهريون ٻڌو وڃندي ) نہ نہ ڪاڪا، ان ۾ تڪليف جي ڪهڙي ڳالهہ آهي .... ڀاڻ ۾ مائٽ اولاد آهيون.

ڪاڪو - ها پٽ، پر اهڙا سمسڪار اڄڪلهہ جي اولاد ۾ ڪٿي آهن ... ( کنگهڻ جو آواز ) جڳو، جڳو، مان ڪٿي ٿو وڃان سامان.

ونود ۽ ڪملا ـ ( ٻئي گڏ گڏ ) جهامن ماءُ !

ونود ـ ( الڳ شوڪارو پڙهندي ) ته ڇٽو جهامن ماءُ مونکي ٻُڌڪسيءَ ۾ به ڏسي ورتو! ....... ( ڪملا اندر وڃي ٿي )

ڏاڏي ـ ها پٽ، ڀڳوان اهڙا به، وڏي عمر ڏنيس، ويچاري پاڇي وٺي مونکي ٻڌائيندي ويئي. پٽ، ڪهڙو .... ڪٿر ۾ گهر ڳولهڻ ۾ تڪليف ته ڪانه ٿيئه ؟

ونود ـ نه ڏاڏي، سيٺ اوٽمل توهان لاءِ هيءَ ڇني، رس گولن جي برڻي ۽ پلاسٽڪ جون بالٽيون موڪليون آهن. ( ڏيندي ) هان وٺو.

ڏاڏي ـ [ خوش ٿيندي ] ها پٽ، مٺهڙو ڏوهٽو رس گولا دل سان کائيندو آهي... [ سامان کڻي ويندي ] چڱو پٽ، مان هلان ٿي .. . سدائين خوش هجين .... [ ويندي ] سدائين خوش هجين ! ( وڃي ٿي )

ونود ـ ( مٿي تي ڌڪ هڻندي ـ پنهنجي منهن ) هي ڀڳوان ! ..... . ڪهاڪو پر ۾ اوٽمل جو گهر ڳولهڻ ۾ به پورا ٻه ڪلاڪ لڳي ويام تڏهن ......
( اوچتو پريان ڇڪ جو آواز )

ماسي ـ آن - .... ڇي ...... رادهيشام ! ...... اڙي پٽ ..... آن ڇي ! ...... رادهيشام !
ونود، اچي وئين ٻچڙا !!

ونود ـ ( اکيون ڦيرائيندي ) ها ها ماسي.

ماسي ـ ڀڳوان ڀلو ڪري .... آن ڇي ! .... جهامن ماءُ جو .... (نڪ صاف ڪندي)

ونود ـ ( اونهو ساهه کڻي ) جهامن ماءُ !

ماسي ـ اڙي ها پٽ، ويچاري سيڙجي گهر نياپو ڏيندي ويئي ته توکي ٻُڌڪسيءَ ۾ ايندو ڏٺائين .... ( نڪ صاف ڪندي ۽ کنگهندي ) پٽ، ايشوري ڏيءَ ته ٺيڪ هئي نه ؟

ونود ـ ها ماسي. پر ايشوري هفتو اڳ سيروءَ جي چونڪ مان اُلهي پنجين نمبر ۾ پنهنجي جاءِ وٺي وڃي ويٺي آهي .... ( ڊگهو ساهه کڻي ) ماسي، پورا ٽي ڪلاڪ گهر ڳولهڻ ۾ لڳا.

ماسي ـ آن .... ڇي .... رادهيشام ! .... پٽ، ڪو نياپو ڏنائين ؟

يپو - (روسامي واري آواز ۾) ٽڻ ٽڻ ڊڻڊڻي، ڀڀرين مونکي هوائي جهاز ڏيو. مون توهان کي چٺي چڏيو هو ته ......

نود - (وچ ۾) مان چوان ٿو اِڪ بند ڪر ....

يپو - (پنهنجي ڌن ۾) ٽڻ ٽڻ ڊڻڊڻي، ڀڀرين مونکي هوائي جهاز ....

نود - (ڪاوڙ ۾ ديپوءَ جي ڳل تي چماٽ لڳائيندي - آواز) هيءُ وٺ پنهنجو هوائي جهاز!

يپو - (ٿوري دير ڳل تي هٿ رکي سرانجي وٺي ٿو - پوءِ پيءُ جو ڪروڌ وارو چهرو ڏسي روئندو اندر رسوئي گهر ۾ ويندي - سڏڪن جو آواز) م .... مي! م .... مي! .... ڊئڊيءَ مونکي چماٽ هڻيئين! .... مون .... هوائي .... (سڏڪو) جهاز .... گهريو مانس ته ڳل تي ... چماٽ هڻي ڪڍيائين ....

ڪملا - (حيرت وچان) ڇا ڇهڻ ....... (پٽ کي ٻانهن کان وٺي وچين ڪمري ۾ ويندي - ٻار جي سڏڪن ۽ سسڪين جو آواز چالو) چماٽ هڻي ڪڍيائين ....... پنهنجي ملهن ٻار کي خوش ڪرڻ ته ڇڏيو، اُلٽو چماٽون هڻڻ .... (ونود کي) مون ڇهو توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ... جڏهن ٻار تي هيترن سالن ۾ هٿ نه هلايو ۽ اُنهيءَ کي چماٽ هڻي ڪڍيو! .. پر ...... (او چتو ڪمري ۾ رکيل ايتري سامان تي نظر پوندي) پر هي ڇا! هيڏو سامان! .... سائيڪل، بسترو، کهڪهي، رس گولا، چمپل ٻالٽيون؟ ممئيءَ مان هي سڀ سامان کڻڻ جي لاءِ وڃي آيا آهيو؟ (ديپو اکيون اگهندو ٻاهر وڃي ٿو.)

ونود - (نرڙ ۾ گهنج - رکي آواز ۾) اِها سڀ تنهنجي ۽ تنهنجي جهامن ماءُ جي مهرباني آهي. توهان ٻنهي ڇڏين سڄي شهر ۾ ڊنڍورو ڏيئي، منهنجي لاءِ مصيبت پيدا ڪئي آهي. انٽرويو ته انٽرويو جي ماڳ. پرائو سامان پهچائڻ ۽ آڻڻ ۾ ٺي سر ويو! اِن ڪري چوندو آهيان ......
(دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز)

ڏاڏي - (هڪ وڏي ٺڪاءَ سان دروازي کلڻ جو آواز) آيا پٽ ونود، اچي ويئن؟ .... سدائين خوش هجين پٽڙا! .... جهامن ماءُ توکي ٽئڪسيءَ ۾ ڏسي ٻوڙين پير مونکي ٻڌائيندي ويئي.

ونود — (اوٻاسي ڏيندي) هي ڀڳوان! .... (ڪملا کي) ڪملا، مهرباني ڪري جلدي سوٽ ڪيس ڏي. تون ماڻهو چئين ته ته اڃان پيا به ڪيترا ماڻهو اچي اڪرندا. تون جهامن ماڻهو سان ڳالهه ڪري منهنجي لاءِ مصيبت پيدا ڪري ڇڏي آهي. ٽئڪسيءَ واري به خبر ناهي ڇو دير ڪئي آهي!

ڪملا — (ويندي) مون سوٽ ڪيس ۾ لنچ باڪس ۽ ٻيو سامان وجهي تيار ڪري رکيو آهي. باقي هن ڪمري ۾ رکيل سامان سنڀالي کڻي وڃو .... (سوٽ ڪيس کڻي ايندي) هان وٺو هي سوٽ ڪيس.

(ٽئڪسيءَ جي بيهڻ ۽ هارن وڄائڻ جو آواز)

ونود — (سوٽ ڪيس ۽ ٻيو سامان کڻندي) اڇو ٽئڪسي به اچي ويئي، چڱو، مان هلان ٿو.

[ سنگيت جو آواز ]

— درشيه ٻيو —

(ٻاهران ٽئڪسي بيهڻ ۽ هارن وڄڻ جو آواز - ونود جو ٽئڪسيءَ مان لهي، هڪ هڪ سامان کڻي وڃڻ ڪمري ۾ رکڻ - منهن ۾ شوخي ۽ ڪروڌ سامان رکندو وڃي ٿو.)

ديپو — (ٽئڪسيءَ جي آواز مان ڊئڊيءَ جي اچڻ جو اشارو سمجهي خوشيءَ وچان ٽاڙيون وڄائيندو ٻاهر ڊوڙندو وڃي ٿو.) اڙي واه! ... ڊئڊي اچي ويو! .... ڊئڊي اچي ويو!! ڊئڊي اچي ويو!!! .... (وڃڻ ڪمري ۾ ڊئڊيءَ کي هڪ هڪ شيءِ رکندو ڏسي) اڙي واه .... رس گولا!... واه واه هيترا چمپل! ....... هيترا چمپل! .... بسترو! .... پاڻيءَ جي گهگهي! پلاسٽڪ جون ٻالٽيون ....... (ڳڻيندي) هڪ .... ٻه .... ٽي .... اڙي واه .... چار ٻالٽيون!! .... واه واه .... ٽقيٽي سائيڪل .... (ڳهنٽي وڄائيندي.)

ونود — (ڪاوڙ مان - ڀريان آواز) خبردار ديپو، سائيڪل کي هٿ نه لاءِ، پرائي آهي.

ديپو — ڊئڊي هيترو سامان وٺي آيا آهيو، منهنجو هوائي جهاز ڪٿي؟

ونود — (ڪروڌ وچان) ڇاجو هوائي جهاز؟ .... بڪ بند ڪر .... سامان رکڻ ڏي.

ونود - (ڪاڪي کي ڪرسيءَ تي وهاريندي - گهٻرايل آواز ۾) ڪملا! ....
او ڪملا!! ...... اندران پاڻيءَ جو گلاس جلدي ڀري اچ! .... (ڪاڪي کي)
وهو وهو ڪاڪا .... توهان کي هن حالت ۾ اچڻ ٿي نه کپندو هو ......
اسانجي هوندي توهان ....

ڪملا - (اندران پاڻيءَ جو گلاس آڻيندي) هان وٺو پاڻي! .... (ڪاڪي کي)
ڇو ڇو ڪاڪا، طبيعت ته ٺيڪ اٿو نه!

ڪاڪو - (سهڪندي) اڙي ڌيءَ، خبر ناهي ڪنهنجي لاءِ هيءَ جند جهاز اجان
ڀوڳ ڪجي! .... دم جي مريض جو ڪهڙو ڀروسو!! .... (پاڻي پيئندي - آواز)

ڪملا - ڪوبه ڪم هجيو ته مونکي نياپو موڪليندا ڪريو ڪاڪا.

ڪاڪو - (ساهي پٽي) اڙي ڌيءَ، تو ۾ نه پر ونود ۾ ڪم پيو آهي. توهان کي ته
خبر آهي، اسانجي ڏهٽيءَ سشيلا جي شادي ٻمبئيءَ ملند ۾ ٿيڻي آهي؛
ناناڻن طرفان سوني منڊي ٺهرائي رکي اٿون. هونءَ ته مان وڃڻ وارو
هوس، پر بيماريءَ ٻن ڏينهن کان ڇيلهه ڀڃي ڪري هلڻ کان هلاڪ ڪري
ڇڏيو آهي؛ وري به ڀڳوان ڀلو ڪري جهاڻن ماڻ جو، جڏهن ونود جي
انٽرويو جي ڳالهه ٻڌائي، منهنجي من تان وڏو بوجو لهي ڇڏيو.

ونود - (لڄ شوڪارو ڀريندي) ٺيڪ آهي ڪاڪا، مونکي ڏيو اها منڊي،
مان ملند پهچائي ايندس.

ڪاڪو - (خوش ٿيندي) سدائين خوش هجين پٽ! سدائين خوش هجين!! ....
پر پٽ اها منڊي سياڻ ٿي موريندمل جي گهر پهچائجانءِ، ڇو ته پرينهن
وهانءُ آهي ...... (منڊي ۽ پتو ڏيندي) هان وٺ، هيءَ منڊي ۽
ائڊريس به اٿئي.

ونود - (وٺندي) ٺيڪ آهي ڪاڪا، توهان ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪجو.

ڪملا - ايو ئي ڪم ڪار هجي ته بنا سنڪوچ جي چئجو ڪاڪا. .
(ونود جي ملڻ تي جلدي هٿ مارجي لڳي وڃي).

ڪاڪو - سدا سهاڳڻ هجين ڌيءَ! ...... (ڪلڪهٽ جو آواز - وڄندي) چڱو، هاڻ
مان هلان ٿو ...... ڀڳوان اهڙو اولاد سڀ کي ڏئي!
ڪلڪهٽ جو آواز پرو ٿيندو ٿو وڃي)

ونود – پر ماسي، ڏنـدا ڪونه. پـاڻ وڃيون اهي سڀ شيون ته ڪلباڻ ۾ ٻه ملن پيئون پوءِ هرو ڀرو ......

ماسي – (وچ ۾) اڙي پٽ، ڪٿي ٿيون ملن اهڙيون شيون ڪلباڻ ۾! .... ويچاري ايشوري ته گهر جي پاڻ ڪانسواءِ ........

ونود – (خفي ٿيندي بيزاري لڪائيندي – وچ ۾) ٺيڪ آهـــي ماسي. ڀلا گهر جو ڪجهه ڏس پتو.

ماسي – اڙي پٽ، هاڻ وٽ ........ (ڏيندي) هـيءَ اِدريس (ائـڊريس) پني تي لکائي ڪٺي آئي آهيان. گهر ڳولهڻ ۾ تڪليف نه ٿيندءِ. بس سڌو وڃ جي چونڪ وٽ بيهي، ساڄي هٿ واري گهٽي جبل طرف ويندي ۽ سامهون ئي سائي رنگ واري وڏي جاءِ ........

ونود – (اونهو ساهه کڻي) بس بس، مان سمجهي ويس ماسي.

ماسي – (اٿندي) چڱو پٽ، مان هلان ٿي ........ (ٻريان آواز) آن ڇي! راڌيشام! ... جان جيئن تان خوش هجين پٽ .... (وڃي ٿي).

ونود – (ٿڌو شوڪارو ڀريندي) هي ڀڳوان! ڇڱي مصيبت ڇٽبي! .... اِنڪار به نٿو ڪري سگهجي ........ (سوچيندي پنهنجي منهن) پـر ڀورين سيٺي جو سامان پهچائڻ وڃان يا انٽرويو ڏيئي پوءِ ........

ڪاڪو – (دروازي تي ٺڪ ٺڪ ۽ ٻريان کنگهڻ جو آواز) اڙي پٽ ونود!........ (وري کنگهڻ جو آواز).

ونود – (پنهنجي منهن) هي ڀڳوان!........ وري ڪهڙي مصيبت پيدا ٿي؟ (در کلڻ سان گڏ کنگهڻ جو آواز) اڙي ڪاڪا توهان! (ڦڪو کلڻ).

ڪاڪو – (کنگهندي) ها پٽ، لڳي ٿو هي دم جو مرض وڌيڪ جيئڻ نه ڏيندو.

ونود – پر ڪاڪا، ڪنهن به ڪم لاءِ توهين صرف نياپو موڪليو ها، مان خود اچي توهانجي گهر حاضر ٿيان ها .... اچو اچو ....

ڪاڪو – اڙي پٽ، هن جڏي شرير مان جيترو ڪم نڪري سگهي ........ (اوچتو کنگهڪار جو وڌي وڃڻ، ڪاڪي جو اوباسيءَ ۾ پئجي وڃڻ – کنگهڻ چالو)

ڪملا - (اندر ويندي) ڇڱو، مسان لنڊن باڪس ۾ پوريون پيئا ۽ ٻورو ملائڻ وجهي توهان جي سوٽ ڪيس ۾ ناهي رکي ڇڏيان.
(وري ٺڪ ٺڪ جو آواز)

ماسي - (ٻاهران ڇڪ جو آواز - دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز).
پٽ ونود، ويٺو آهين؟ (وري ڇڪ جو آواز)

ونود - (دروازي طرف ويندي - پنهنجي منهن) اڙي، هي ته ماسي مرچوءَ ماءُ جو آواز آهي ....... هـن مهل! ....... خير، (دروازو کوليندي) اچو اچو ماسي، هن مهل!

ماسي - پٽ ونود ...... (ڇڪ) آن ..... جي! ....... راڌي شيام!

ونود - (ڇڪ سبب ماسيءَ جي هٿ مان ڪونڊو ونڊي) اڙڙڙ! ..... .. ماسي.... هيءُ ڏنڊو ڪونڊو واپس ڪرڻ جي تڪليف توهان ڇو ڪئي؟ . مان توهان جي گهران ڪڻي وڃان ها.

ماسي - (هلندي) اڙي پٽ ونـود ......... (وري ڇڪ) آن ......... جي! ٻرو حال ٿي ويو آهـي ....... (ڪرسيءَ تـي وهندي) انهن ڇڪن ته آباڻ اڇا ٻـ جيءَ جڏو ڪري ڇڏيو آهي.

ونود - (هٿ مان ڏنڊو ٻـ وٺندي) مونکي ڏيو ماسي ته اهو ڏنڊو ڪونڊو اندر رکي اچان.

ماسي - اڙي نـه پٽ، هيءُ ڏنـڊو ڪونـڊو تـوهان جو نه آهي . آن جي! اهو ڪلياڻ موڪليو آهـي. ڀڳوان ڀـلو ڪري جهامن ماءُ جو، جنهن ٻڌايو ته پنهنجي ونود هتان بمبئيءَ موڪلي ڏي. پٽ، خاص اجمير مان گهرايو اٿم. منهنجي ڌيءُ ايشوريءَ کي ....... ٿادل پيئڻ جي عادت آهي

ونود - (هڪ ننڍو شوڪارو ڀريندي) پر ماسي، مان ته صرف چئن ڏينهن لاءِ بمبئيءَ....

ماسي - (وچر) ان ڪري پٽ تـوکي وڏيڪ سامان ڪونـه ٿي ڏيان، باقي پنج ڪلا پاپڙ وڙيون آهـن، جـو منهنجي ڌيءُ ايشوري، پـاپڙ کانسواءِ ماڻي ٻه ڪونه پئي.

ڏاڏي – اهڙي توهان ڪجهه نه ڄاڻو ...... پر هيءَ ادريس آئي (پلو ڏيندي)
آهستي تي ٻئي ڪلهن کان پڪڙيندي، سهڻي او نڪ مل کٽمل صاحب وارو ....
پٽ، پنهنجيا ڌنڌا الس – توکي به مو تر پر ڪمائيندو.

ڪملا – (کلندي) ڏاڏي، ڪيمت جو هدن کي ٽائيم ڪٿي آهي! هي ته صرف چئن
ڏينهن لاءِ انٽرويو ڏيڻ بمبئيءَ وڃي رهيا آهن.

ڏاڏي – ٺيڪ آهي، ٺيڪ آهي.

ڪملا – ڏاڏي، اهو به ڪجهه آڻو؟

ڏاڏي – (خوش ٿي، سامهون ڀت ۾ ٽنگيل جهوليلعل تصوير طرف اشارو ڪندي)
اهڙي، جهوليلعل ڪندو سدائين سکي رهندينءَ سچو پاتشاه تنهنجي سهاڳ جي
ٻارن ۾ سکيو وڃيندو ... جوتين وارو سائين ڪندو ستن پٽن جي ماءُ ٿيندينءَ!

ڪملا – (وچڙ) بس بس، ڏاڏي، اهڙا آسيس نه ڪريو! ...... اڄڪلهه جي زماني ۾
ٻه ٻار بس آهن. توهان جو زمانو ٻيو هو ڏاڏي!

ونود – (ڳالهه جو رخ بدلائيندي) اهو به ڪجهه ڏٺو اٿو ڏاڏي؟

ڏاڏي – نه پٽ، بس. سدوريءَ کي چئجي، اسين سڀ خوش مزي ۾ آهيون ....
(اٿندي) چڱو، مان هلان ٿي ...... هي سامان رکيو اٿئي. چئي سليالي
پهچائجو ...... (ويندي) واهگرو توهان کي سکيو ڪندو پٽ ...... ماءُ جو
نالو روشن ڪندين ...... جهڙين ماءُ مول، تهڙو پٽ سڄاڻو! ڀڳوان اهڙو
اولاد سڀ کي ڏئي (وڃي ٿي).

ونود – (ڪملا کي) ڪهڙي ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاٿس! هن سان ڳالهه ڪلهن ڪئي ته
مان بمبئيءَ وڃي رهيو آهيان؟

ڪملا – ڳالهه ڳالهه تسان مون لورو فخر وچان جهان ماءُ کي صرف ايترو چيو ته
منهنجو ڪيوت انٽرويو ڏيڻ سڀاڻي بمبئيءَ وڃي رهيو آهي، ان وري شايد
ڏاڏيءَ سان ... ...

ونود – (کلي ٿيندي) ...... ان وانگر وڪيل جهان ماءُ ته سڄي شهر ۾ ڍنڍورو
ڏئي ڇڏيو هوندو.
(اوچتو در تي ٺڪ ٺڪ جو آواز)

ڏاڏي - (وچ ۾) جهان ماءُ گهڻو ٿي چئو پر مون ته ست - سري پڙائيمانس ته جوڙي ونود ماءُ موهل ۾ مٺيا ۽ مرياداڀڳي اهڙي ٿي سندس پٽ ونود ۾ آهي! منهنجو چوڻ اصل نه مڃائيندو.

ونود - مون صرف اهو ٿي چيو ڏاڏي ........

ڏاڏي - (وچ ۾ - حجت سان) پر مڃائيندين به ڇو؟ .... منهنجو به تو تي اهڙو ئي حق آهي جيڏو تنهنجي سرڳواسي ماءُ موهل جو تو تي هو.... (اوچتو سامهون پٽ تي ٽنگيل ونود جي ماءُ جي تصوير تي نظر پوندي اٿس. ها.... ها.. سامهون ٽنگيل تصوير ۾ به موهل جهڙڪ مرڪي مونکي تنهنجي پيار ڪري رهي آهي... چاته وري سندس دهل تي هٿ هڻندو هو! چا.... ته ....

ونود - (وچ ۾ - خفي ٿيندي - پر بيزاريءَ کي لڪائيندي) ڏاڏي، مونکي جلدي اسٽيشن تي وڃڻو آهي.

ڏاڏي - (پنهنجي ڌن ۾) .... منهنجي پٽ موهن جي شاديءَ ۾ دهل تي حنون موهل لاڏا ڳائڻ وٺي ته هلندا ٻڌي ويا .... آواز مٺو .... مٺين تي مرڪ!...... آ.... ها.... ها.... پٽ، تون ڪلندو آهين ته (نڪ سٽڪيندي) مونکي تنهنجي سرڳواسي ماءُ موهل ياد اچي ويندي آهي! .... هن هٿن سان مون تنهنجي ماءُ موهل کي سينگاري وينديءَ تي وهاريو هو.. (افسوس ڀريل آواز ۾) اڄ جڏهن اهو ڏينهن ٿو ياد اچي ....

ونود - (ٿڌو شوڪارو ڀريندي - وچ ۾) چڱو ڏاڏي، توهان کي جيڪي ڪجهه ڏيڻو آهي اهو اڏايو، مان پهچائي ايندس.

ڏاڏي - پٽ ٻيو ڪجهه ڪونهي. هيءَ آچار جي برڻي آهي. انبڙين جو آچار منهنجي ڌيءَ سدوريءَ کي ڏاڍو وڻندو آهي.

ونود - پر ڏاڏي، توهان جي ڌيءَ سدوري بمبئيءَ جي ڪهڙي وڏي شهر ۾ رهندي آهي؟

ڏاڏي - پٽ، اهو مٺو بمبئي شهر ۾ آهي .... نالو حرا ڏکيرو اٿس.... مٺو ڪڏس ... چا چوندا آهن ....... (ياد ڪندي) ها ها .... ياد آيو .... بمبئيءَ ۾ ڪهڙو ڪير شهر آهي .......

ڪملا - (اندرئين ڪمري مان ايندي ۽ ڪهڙو ڪير اکر تي ڪلندي) ڏاڏي، ڪهڙو ڪير نه پر ڪهاڪوپر چئو ڪهاڪوپر!

ديپو - ( خوش ٿي - تاڙيون وڄائيندي ) ها ها ڀڀڍي ....... ۽ منهنجي لا
ٻمبئيءَ مان هوائي جهاز ضرور وٺي اچجو ....... ڪالهه اسان هوائي جهاز
ڏٺو. ڀڀڍي، ان ۾ ويٺل ماڻهو ته ڏسڻ ۾ پئي آيو.

ونود - ها ها، تنهنجي لاءِ هوائي جهاز ضرور وٺي ايندس.

ڪملا - ( اندر ويندي ) جلدي ڪريو، مان ٿورا پوريون پٽاٽا تري ٿي وٺان ....
سڄي رات گاڏيءَ ۾ ڪاٽڻي آٿو ۽ توهانکي ڪاڏي پهتي جي ته ڇنتائي
نه رهندي آهي.

ڏاڏي - ( زور سان دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪندي ) آبا پٽ ونود، دروازو ته کول!
( وري ٺڪ ٺڪ جو آواز. )

ونود - ( پريان - آواز سڃاڻندي ) ڏاڏي موٽڻ ماءُ، دروازو بيڪڙيل آهي! .......
کولي اندر اچو.

ڏاڏي - ( دروازو کولي - هلندي ) آبا، شل خوش هوندين، ڀڳوان ڪنهن کي ڇڏڻ
وارو ناهي، رڳو بندو ايمان نه وڃائي. تيستائين گهر ۾ سڀني کي اهائي
ڇنتا هئي .......

ونود - ( وچ ۾ ) ڏاڏي، مونکي ٻمبئيءَ انٽرويو لاءِ وڃڻو آهي، ان ڪري .......

ڏاڏي - ( وچ ۾ ڪٽيندي ) اهائي ته ڳالهه پئي ڪيم پٽ ....

ونود - ( تکو ) ڏاڏي، مونکي ٻمبئيءَ وڃڻو آهي، انڪري .... ...

ڏاڏي - ( وچ ۾ ) اڙي پٽ، اهائي ته ڳالهه اڄ پئي ڪيم ته اڄ صبوح جهامن ماءُ ٻڌايو
ته ممبئيءَ ( ٻمبئي ) سنهو سامان موڪلڻ لاءِ توکان وڏيڪ هٿيڪو ماڻهو
ٻيو ڪير ٿيندو؟

ونود - پر ڏاڏي، مان صرف ڇنن ڏينهن لاءِ، سو به انٽرويو ڏيڻ ٻمبئيءَ وڃي رهيو
آهيان، انڪري صرف ٻه ڳا پاڻ سان .......

ڏاڏي - ( وچ ۾ ) ها ها پٽ، شل جواني ماڻيندين! ....... واهگرو ڪندو شل ڪلڪٽر-
صوبيدار ٿيندين!! ....... تو مان ڪي لڏو آهي، ڪي ٿيندو، ٿوري ڪٽڻي
گهڻي برڪت پوندءِ پٽ!

ونود - پر ڏاڏي .......

ونود – ڪملا ڪهڙو نہ سٺو لڳي ها جو هڪ ڳالهہ لڳي ها ......

ڪملا – ڪهڙي ؟

ونود – اِهائي جي اِڳوان توکي ٻڌائو ۽ مونکي ٻڌڻو ڪري ها، پوءِ تہ مان سمجهان ٿو ....

ڪملا – (هٿ ڪسان جهلي ڪپٽ طرف ويندي) چڱو هاڻي، انهن اَجاين ڳالهين ۾ توهانجي ڪاڏي ڪانہ لڳي ٿي ؟

ونود – اڙي ها، برابر جلدي ڪرڻي آهي .... (ڪپٽ وٽ پهچي) ڪملا، مان فائيل رکان ٿو، تون تيستائين ......

ديپو – (وچ ۾ – اوچتو پريان ڊوڙندو اندر داخل ٿيندي) ڊئڊي روپيو! .... ممي روپيو!! ڊئڊي ڊئڊي، مونکي موروءَ ماءُ روپيو ڏنو!!

ونود ۽ ڪملا –( ٻئي گڏ ) ڇا لاءِ روپيو ڏنائين؟

ديپو – ڊئڊي، اڄ موروءَ جي شادي آهي نہ! ...... مان ڪشن ڪنعيو ڪرپال سڀ ٻَنڊ تي نچياسين تہ اسان سڀني کي موروءَ ماءُ روپيو روپيو کهور ڏني!!

ونود – اڙي واهہ ڙي ديپو، تون اهڙو سٺو نچندو آهين ڇا ؟

ديپو – ها ڊئڊي، مان توهان جي شاديءَ ۾ بہ نچندس.

ڪملا ۽ ونود – ( ٻئي گڏ – حيرانيءَ وچان) ڇا چيئہ، ڪنهنجيءَ شاديءَ ۾ ؟

ديپو – مان توهانجي شاديءَ ۾ نچندس ڊئڊي، پوءِ توهين مونکي بہ روپيا ڏجو.

ڪملا ۽ ونود – ( ٻئي گڏ زور زور سان ٽهڪ ڏين ٿا. )

ڪملا – (پيار وچان – کلندي) ديپو راجا، تنهنجي ڊئڊيءَ جي تہ شادي ٿي وئي آهي.

ديپو – ( عجب ۾ ) ڪنهن سان ؟

ڪملا – مون سان.

ديپو – نہ نہ ممي، ڊئڊي جي شادي ٿي وئي تہ پوءِ مون ڪٿي ڏٺي ؟

ڪملا ۽ ونود – ( ٻئي گڏ وري زور سان کلن ٿا )

ونود – ديپو راجا، منهنجي شادي تنهنجي مميءَ سان ست سال اڳ ٿي هئي .... خير، توکي بہ روپيا ڏيڻ لاءِ مان بهڪيءَ مان مونتي تنهنجي مميءَ سان وري شادي ڪندس.

ڪملا – ( وچين ڪمري ۾ داخل ٿي، ٽوال سان هٿ صاف ڪندي – هلندي ) گاڏيءَ کان اڳ، توهان جي رسوئي بہ تہ تيار ڪرڻي آهي.

ونود – ( ڪليل ڪٻٽ ڏانهن اشارو ڪندي ) تون ٿي ڏس، سڄو ڪٻٽ هيٺ مٿي ڪري ڏٺو اٿم. چئن ڏينهن لاءِ صرف ٻہ وڳا ڪڍي وڌا آهن، انڪري اهو ننڍو سوٽ ڪيس ڪڍي ........

ڪملا – ( وچ ۾ جملو پورو ڪندي ) ........ ڪنهن نہ ڪنهن بهاني بمبئيءَ ضرور ويندا آهيو.

ونود – ( کلندي ) بمبئيءَ وارا سڀ سک سان جو ياد ڪندا! ........ انڪري مرضي نہ هوندي بہ بمبئي وڃڻو ٿي پوندو آهي.

ڪملا – ( اوچتو پنهان نهاريندي ) اڙي هي ڇا! .... ( لهجو ڦيريل ) ”ڇوڪرو ڪڇ ۾ ڍنڍورو شهر ۾!“ .... هو سامهون ميز تي رات توهان ئي تہ رکيو هو ۽ چيو هو تہ سڀاڻ انٽرويو لاءِ سڀ کان وڌيڪ ضروري سرٽيفڪيٽن جو فائيل، ان ۾ رکيو آهي.

ونود – ( چوچ وچان سندس ساڄو هٿ پڪڙيندي ) Oh .... Sorry Kamla سچ پچ مان بہ مٿين جو موڙهو آهيان تہ تڪڙ ۾ سڄي گهر ۾ ڦيريون تہ پائي ويس پر سوٽ ڪيس تي نظر ئي ڪانہ پيئي ........ ( مشڪندي ) ........ ۽ سچ ڪري پڇين ڪملا، رات مون ٿي سوٽ ڪيس ڪيڏي رکيو، اها ڳالهہ تہ مون کان وسري ويئي!

ڪملا – ( پيار وچان اکيون ڦيرائيندي ) اجها ڪٿي ڳالهہ آهي، انٽرويو ۾ پاس ٿي آفيسر ٿيڻ کانپوءِ آفيس جي گهڻي ڪم جي بهاني، ڪملا بہ وسري ويندو.

ونود – ( پيار ۽ چوچ وچان، ڏائي هٿ سان ڪاڏي پڪڙيندي ) اڙي مان پنهنجي ڪملا کي هن جنم ۾ تہ ڇا ستن جنمن ۾ بہ نہ وساري سگهندس.

ڪملا – ( پيار واري رکائيءَ سان ) ٺهيو هاڻ گهڻو ٿيو. پهريون هي ڏاڙهيءَ جو باڪس کڻو .... ( ڏيندي ) تہ وسري نہ وڃيو.

ونود – اڙي ها چڱو جو ياد ڏياريئہ! .... ڏاڙهيءَ جي باڪس کان پهرين ڪٻٽ جي مٿان رکيل سرٽيفڪيٽن جو فائيل رکڻو آهي.

ڪملا – مان مٿي نہ پهچي سگهنديس، توهان ئي هٿ ڊگهو ڪري لاهي وٺو.

ريڊيو ناٽڪ

# انٽرويو تي ويو

ليکڪ : چمن شرما

ڪردار:-

١. ونود وڌواڻي ........ سرڪاري ملازم
٢. ڪملا ........ ونود جي پتني
٣. ديپو ........ سندن پٽ - عمر ٥ سال
٤. ڏاڏي موٽڻ ماءُ پاڙيسري
٥. ماسي مرچوءَ ماءُ ”
٦. ڪاڪو ڪندو مل ”

* * * * * * *

ونود - (ڪٻٽ مان ڪپڙا ڪڍندي - پريان آواز) ڪملا! .... او ڪملا!!
(ڪٻٽ کلڻ جو آواز - پنهنجي منهن) اُف اوه! ...... وقت تي ڪا به شيءِ ملندي ڪانه .... (وري سڏ ڪندي) مون چيو ڪملا!!

ڪملا - (اندرئين ڪمري مان - پريان آواز) مون کي سڏ ڪيو ڇا؟
(زور سان) اسٽو جي آواز ۾ ڪجهه ٻڌڻ ۾ نٿو اچي، ذرا ڏاڍيان چئو

ونود - (ڏاڍيان) ڪملا، منهنجو ڪارو سوٽ ڪيس جيڪو هميشه ٻاهر کڻي ويندو آهيان، اهو ڪٿي آهي؟

ڪملا - (اندران - زور سان) توهان ئي ته ڪٻٽ جي وچين خاني ۾ رکيو هو

ونود - (زور سان) وچين خاني ۾ ڪونهي! .... پر مهرباني، تون ٻاهر اچي ڳولهي ڏي! .... جلدي ڪر، نه ته اجوڪي ڪاڏي ڇٽي ويندي ته پوءِ انٽرويو جو آيو پلو!!

مهاراج – (منتر پڙهندي) اچ پت اندرا – ڏي ڪلهو.

[ اندرا اڳيان اچي، پيءُ جي ارٿيءَ کي ڪلهو ڏئي ٿي.

اندرا – رام رام سنگ هئہ.

ڪڏيل آواز – رام رام سنگ هئہ.

[ ڏسندي ڏسندي، ارٿي ۽ ماڻهو پري پري ٿيندا پيا وڃن. امت، اڪيلو ڳوڙها ڳاڙيندو [ بيبسيءَ وچان ڏسندو ٿو وڃي ]

THE END

## ضروري سوچنا

امت – نو پرابلم بابا. توهان جا پيا سمجهو ته مان توهانجي اِن معمولي ذمي کان لوچي ويندس. ته، حصو وٺڻ لاءِ مان ڪڏهن پنهنجي وڪيل کي ساڻ وٺي اچان؟

گوبند – پٽ، هاڻ ٿي پنهنجي وڪيل کي فون ڪر. اچ ٿي تو کي، تنهنجو حصو ملندو.

نارائڻ – (کنگهندي) ...... ته اچا ويٺو چو آهين. وڃ (کنگهه) ...... بابا، مون کي وڃڻ ڏيو ته امت ...... امت، منهنجي ارٿيءَ کي، ڪلهو نه ڏيندو ...... ؟ ...... ؟، نه ٿي امت، شمشان هلندو.

گوبند – پٽ –

نارائڻ – وڃڻ ڏيو بابا ...... با ...... با ! [ نارائڻ جو مرڻ ]

گوبند – نارائڻ ...... هي ڀڳوان، ايڏو وڏو اجا جهڙو آهي ؟ جوان پٽ ويو هليو.
[ گوبند جو ڪلوز [ 200 m ]
[ اکين مان ڳوڙها ڪرڻ. ]

[ نارائڻ جي ارٿي تيار آهي. مهراج ارٿي کڻڻ ۾ پٽ کي ڪلهو ڏيڻ لاءِ چوي ٿو.] امت پريشان بيٺل آهي. اکين ۾ ڳوڙها.

هڪ شخص – امت پٽ، هلي ڪلهو ڏي. [ امت ارٿي طرف وڌي ٿو. ]

گوبند – امت! مان نٿو چاهيان ته اسانجي گهر جو تماشو دنيا ڏسي. تون هليو وڃ.

امت – (روئندي) بابا ...... پليز بابا ...... پيا [ روئڻ ] ...... مان پيا جو مونهن......

گوبند – هرگز نه ...... تو، اهو حق پاڻ وڃايو آهي ...... اهو نه وسار ته هاڻ تنهنجو اسان سان ڪو به رشتو نه آهي. تون ...... تون هاڻ اجنبي آهين مون لاءِ.

مهراج – بابا، ڪريا ڪرم ڪير ڪندو؟

گوبند – نارائڻ جو ڪريا ڪرم ...... اندرا راڻي ڪندي.

مهراج – سائين، اهو ڪيئن ٿي ٿو سگهي. ڌيءَ ڪيئن ڪندي پيءُ جو ڪرياڪرم!

گوبند – جيئن پٽ ڪندا آهن. سمجهه ته اندرا راڻي ڌيءَ نه پر پٽ آهي.

گوبند – پڳوان کان تو پٽ پڻي ورتو هو نه. هلي ڏس اسپتال ۾ ته تنهنجو امت، نشيلي دوائن جو مريض بڻجي پنهنجي ڇا حالت بڻائي آهي. اسان جي خاندان جو ڪيترو نه نالو روشن ڪيو آهي.

نارائڻ – بابا، مان پاڻ بيمار – ڇا ڪيان؟

گوبند – پٽ کي سنڀال پٽ، نه ته هڪ ڏينهن توکي به پڇتائيندي ائين ئي چوڻو پوندو ته هتڙي ناخلف پٽ کان سگهو ڏيءُ ڀلي. Cut

Scene No. 11

نارائڻ جو گهر

[ امت ٽئڪسي مان لهي، سگريٽ غصي ۾ ڦٽو ڪري، پوءِ سان سگريٽ ڪچلي، گهر اندر داخل ٿئي ٿو. ]

نارائڻ – ڪير ...... امت! هليو وڃ. مان تنهنجي شڪل به نٿو ڏسڻ چاهيان.

امت – ڊئڊ، مونکي به، توهان کي پنهنجي شڪل ڏيکارڻ جو شونق نه آهي. Excuse me اڄ مان هتي، توهان سان فيصلو ڪرڻ آيو آهيان.

نارائڻ – ڪهڙو فيصلو؟

امت – ملڪيت جو فيصلو – مونکي منهنجو حصو گهرجي.

نارائڻ – بيشرم! زندگي ۾ تو ڪمايو ڇا آهي؟ جو حصو گهرڻ آيو آهين ...... تنهنجو ڪو به حق ملڪيت تي نه هو ۽ نه آهي.

امت – ڀلجو ٿا ڊئڊ ته هي گهر، فئڪٽري ۽ جائداد صرف توهان جي ملڪيت نه آهي، مان به 30% ڀائيوار آهيان.

نارائڻ – ( چلائيندي ) نالائق .... . ( کنگهه ) ناخلف (کنگهه) بيشرم ۽ بي حياءَ (کنگهه).

گوبند – پٽ، تون ...... تون آرام ڪر ...... مان ٿو امت سان فيصلو ڪيان. .... هام ته، توکي ملڪيت گهرجي يا پيءُ؟

امت – ملڪيت!

گوبند – نيڪ آهي، ته توکي ملڪيت ملندي پر اُن بعد، تنهنجو اسان ۽ هن گهر سان ڪو سنبنڌ نه رهندو.

اندرا - ڇو امت، هي ؏ رستو به نٿو سڃاڻين؟

امت - آخر، تون ڇوڻ ڇا لِي چاهين؟

اندرا - ڇوڻ لء پر پڇڻ ٿي چاهيان ته روز تون هن پهاڙ تي، ڇو ايندو آهين؟

امت - مطلب، جاسوسي، ديدي توکي سڀ خبر آهي ته پوء پڇڻ ڇو ٿي؟

اندرا - خبر اٿم. پر مان تنهنجي زباني ٻڌي پڪ ڪرڻ ٿي چاهيان.

امت - ته ٻڌ، مٿي پهاڙي تي شوينڪ. منو ڪامنائون پوريون ڪندڙ، ساکيات
مهاديو پولي نامڪ شنڪر ڀڳوان جو پراچين مندر آهي.

اندرا - ڄاڻ اٿم ۽ اهو به ڄاڻ اٿم ته، تون هر روز ، مندر ۾ درشن ڪرڻ لاء
نه، پر پرساد ولڻ لاء ويندو آهين ۽ پرساد جي نالي ۾ جيڪا پوڙي
توکي پوڄاري ڏيندو آهي اُن ۾ ڇا هوندو آهي، سا به چڱي طرح ڄاڻ اٿم

امت - ديدي .......

اندرا - امت، اهو نه وسار ته، ڊرگس جا عادتي، نشيلي دوائن جا غلام ٻڌجي، سڄي
عمر پلهلجن ئي ڪين تي پلهنجو لاش ڪڻي، جيئرا هوندي به مئلن کان
بدتر زندگي گذاريندا آهن.

امت - شٽ اپ، مائينڊ يوئر اون بزنس. [Shut up Mind your own Bussines]
( ڪڏهن، اندرا ته امت جا ڪلوز! ) Cut

Scene No 10 - [ نارائڻ جو گهر ]

نارائڻ جو ڪمرو. نارائڻ بستري تي ليٽيل آهي، بيمار آهي.

گوبند - نارائڻ!

نارائڻ - [ اکيون کوليندي ] بابا، تو هان؟ تيرڙن سان جلدي ڇو موٽي آيا؟

گوبند - سمجهه ۾ نٿو اچي توکي ٻڌايان يا نه.

نارائڻ - ( اٿي وهڻ جي ڪوشش ڪندي ] ڇا، ٻارا سڀ سک ته آهن نه؟

گوبند - امت، هاسپيٽل ۾ آهي پٽ.

نارائڻ - [ کنگهندي ] هفتي کان گهر مان غائب هو. آثار ته لڳا ٿي ته ڪام ڪ
بري خبر ملندي. اڪيلي ويچاري اندرا ڪاليج وڃي. آفيس سنڀالي
گهر ڏسي ۽ هي ؏ صاحبزادو آواره دوستن، سان .......

نارائڻ — بابا: توهان جي لاڏ ۽ پيار ئي ته اندرا جو من وڌايو آهي. وقت ڏاڍو خراب آهي. اهو منهنجو آخرين فيصلو آهي ته اندرا ڪاليج نه ويندي.

اندرا — بابا! [اکين ۾ آنسون]

گوبند — روءُ نه ڌيءَ، روءُ نه. تون ڪاليج ضرور وينديءَ.

نارائڻ — اِهو ناممڪن آهي بابا.

گوبند — مان تنهنجو پيءُ آهيان پٽ، مونکي ناممڪن کي به ممڪن بڻائڻ ايندو آهي.

نارائڻ — اِهو نه وساريو بابا، ته آخر مان به توهانجو پٽ آهيان؟ ضد ته ضد، مان به ڏسندس ته اندرا راڻي ڪيئن ٿي ڪاليج وڃي.

گوبند — ته ٻڌ پٽ، جيستائين مون اکين سان اندرا راڻيءَ کي ڪاليج مان پڙهي ۽ گهر ايندو نه ڏٺو آهي، تيستائين مان نه ڪنهن سان ڳالهائيندس ۽ نه ئي ان ۽ جل ورتائيندس. [بابا جو ڪلوز - جو ڏسندي ڏسندي آئوٽ آف فوڪس ٿئي ۽ وري فوڪس ۾ اچي ٿو - پريان ڪئميرا ڪنهن شخص جيان هلندي، بابا جي ويجهو ۽ ويجهو ٿيندي ٿي وڃي]

اندرا — (هٿ ۾ ڪتاب) بابا، مان ڪاليج مان ٿي آيس.

نارائڻ — بابا، توهان کٽيو، مون هاريو.

اندرا — مان بابا لاءِ کير کڻي ٿي اچان.

نارائڻ — هاڻ ته مون ورت ٽوڙيو. ان ڏينهن کان پٿر جي مورت بڻجي هڪ هنڌ ويٺا آهيو. هلو هلي پنهنجي ڪمري ۾ آرام ڪريو.

اندرا — بابا، کير.

بابا — [اکين ۾ ڳوڙها روڪڻ جي ڪوشش ڪندي] شڪر ٿئي مالڪ.
[ڪلوز جهو ليلعل جو]

— Scene No. 9

ڪار مٽي پهاڙي طرف ويندي نظر ٿي اچي. ڪار ۾ اندرا راڻي جا ڊرائيور ٿي ڪري ۽ امت ڏسجن ٿا.

امت — ديدي، مونکي ڪٿي ٿي وٺي هلين؟

Scene No. 8

سيٺ گوبندرام جو نئون شاهوڪاري گهر -

نارائڻ بيمار آهي - گوبند هن کي دوا پياري رهيو آهي. ديوار تي لڪشميءَ ۽ گومي جا فوٽا ۽ انهن تي هار چڙهيل ڏسجن ٿا.

اندرا - (داخل ٿيندي) بابا، مان پاس ٿيس.

نارائڻ - ۽ امت

اندرا - امت فيل ٿيو ڏئڊ - ڏئڊي، چوٿون مان ڪامرس ڪاليج ۾ ائڊمشن وٺان،

نارائڻ - نه ۽ اندرا راڻي، تون ڪاليج نه پڙهندينءَ.

اندرا - ڇو ڏئڊ.

نارائڻ - ڪاليج هاڻ ڇوڪرين جي پڙهڻ لائق نه رهيا آهن. هاڻ ڪاليجن ۾ ۽ فئشن پريڊ، گندا گرديءَ، عشق بازيءَ ۽ ٻرگس ڪانسواءِ ٻيو آهي ڇا؟

اندرا - ٻڌي وڃڻ جي ڏپ کان، توهان ٿي نه سگهڻ عقلمندي ته نه آهي ڏئڊ. مان هاڻ ٻار ته نه آهيان. پنهنجو ڀلو ٻرو ۽ پنهنجي حفاظت مان پاڻ ڪري سگهان ٿي.

گوبند - نارائڻ، سچ ٻڌاءِ، امت جي پاس ٿئي ها ته ڇا تون امت کي به ڪاليج نه موڪلين ها؟

نارائڻ - امت کي ته مان ضرور ڪاليج موڪليندس. هن کي فئڪٽري سنڀالڻي آهي اندرا کي ته شادي ڪري ساهري وڃڻو آهي.

اندرا - پر وقت پڇي نه ايندو آهي، ڏئڊ. پاڻ لڳي اُن وقت پاڻي لاءِ کوهه کوٽڻ معلولي ٻاهر جو ٻڪ ٻڄڻ. نه ڏئڊي، مان گريجوئيٽ ته گهٽ ۾ گهٽ ضرور ٿيندس.

نارائڻ - نه پٽ، وڌن مان ضد نه ڪيو آهي، ڪاش اڄ لڪشمي زنده هجي ها. اڄ ڪلهه منهنجي صحت به ٺيڪ نٿي رهي، توکي شيلهن ڪلهي چاڙهي ٿي مان موڪلش پائيندس.

گوبند - نارائڻ، هندو پاڻي ڪي زبردستي دوڪڻ مان نقصان ٿي ايندو آهي، جيستائين اندرا لاءِ ڪو لائق گهر ۽ ور ملي، تيستائين ڇو نه اندرا ڪاليج پڙهي،

مهراج – خبر پل کي نئين اور سامان سؤ سال کا – جهڳڙو ختم. ونو، تو هانجي بيبي اِندرا راڻيءَ جي جنم پتري تيار آهي، بس.

نارائڻ – مهراج اجايو تڪليف ڪيؤ. هاڻ ناهي اٿيئي ته پنداء.

مهراج – يجمان نه پڇ ته سڻو. جنم پتري ناهي، مان خود پڇتايان ٿو. ڇوڪري جا گرهه، توهان سڀني تي ڏاڍا ڀاري آهن. هن جا گرهه هن گهر ۽ گهر وارن کي، زلزلي جيان ڏوڏي، ڀاڙون پٽي، زمين دست ڪري ڇڏيندا...... يجمان گرهن جي شانتيءَ لاءِ جلدي برهمڻ ڀوڄ ۽ يگ ڪرائي ته شايد ڇٽڪارو ملئي

نارائڻ – هاں هاں مهراج.

گوبند – هڪ منٽ، تون مهراج آهين، ڪو ڀڳوان ته نه آهين؟ جنم پتري ناهڻ مونکي به ايندي آهي مهراج. هيءَ وٺ ۽ ڇگيءَ طرح چشمو لاهي ڏس. تنهنجي جنم پتري غلط آهي. "اندرا راڻي، اسان جي خاندان کي تمام وڏي مصيبت مان نه صرف بچائيندي. پر اسان جي خاندان جو نالو به روشن ڪندي." Cut

سين نمبر ٧ – گوبندرام جو گهر.

ڇهن مهنن کانپوءِ

لڪشمي هڪ ٻار کي کير پياري رهي آهي. ٻيو ٻار زمين تي لاوارث جيان روئي رهيو آهي. ٻڍي گومي، پاڇيون ويني ويڃي – ٻار جي روئڻ جا آواز وڌندا ٿا وڃن.

گومي – ڪنوار ...... ڪنوار. ويچارو امت ٿو روئي، کير پيئاريس نه

لڪشمي – امي، امت نه اندرا ٿي روئي.

گومي – اِندرا ٿي روئي ته پوءِ ٺيڪ آ .... زال ذات جي نصيب ۾ ته سڄي عمر روئڻ ئي لکيل آهي. روئڻ جي عادت هوندس ته ڪم ايندس.
[ ٻار جو روئڻ – مون تاج ۾ بدلجي مان وڏو ٿيڻ ۽ زندگيءَ جي جدا جدا موڙن ۽ موقعن تي ڌيءَ ۽ پٽ جي پالنا ۾ پاسخاطري ۽ فرق تي زور ]

گومي – اسان، ڌيئن جي جڏهن جنم پتري ٺهرائيندا ئي نه آهيون ته پوءِ شهر ۾ ڇو ٻڌيو رو ڏيون ته اسانکي ڌيءَ ٻه ڄائي آهي. ونو مهراج کهر – مٺوو ۽ مٺائي.

گوبند – نارائڻ ماڻ ، سمجهو انسان کي بدلايل وقت سان قدم ملائي هلڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. نه . ته ، وقت ڪنهن لاءِ نه رڪندو . اڳتي ۽ اڳتي وڌندو ئي ويندو ۽ وقت سان قدم ملائي نه هلندڙ انسان ئي پٺتي رهجي ويندو آهي سياڻن ماڻهن کي ڌيءَ ۽ پٽ وچ ۾ فرق نه رکڻ گهرجي. مان ٿو پڇان پٽ جي جنم پتري ٺهجي ٿي ته ڌيءَ جي ڇو نه ؟

لڪشمي – بابا، مون ئي هنن کي ڌيءَ جي جنم پتري ٺهرائڻ کان منع ڪئي آهي

گوبند – ڪنوار تو منع ڪئي!! تو؟ ڇا ايڏو تنهنجي خون مان ڄائو آهي ۽ ٻيبي تنهنجي پاڻيءَ مان جنم ورتو آهي؟ ٻاٻو سائين سچ چوندو هو ته پٽ "استري ذاتيءَ جي وڏي ۾ وڏي دشمن اڪيلي خود استري. مهراج هاڻ جو هاڻ، ٻيبيءَ جي جنم پتري ٺاهيو. هيءَ و ٺو تاريخ ۽ ٽائيم.

[ لکي ڏيس ٿو . ]

گومي – [ لکيل ڪاغذ وٺندي ] نه . ٻيبيءَ جي جنم پتري نه ٺهندي.

نارائڻ – بابا، توهان سمجهو ڇو نه، اسان ته ڌيءَ جي جنم پتري ٺهرائڻ ۾ نقصان ئي نقصان آهي .

لڪشمي – بابا، هن جنم جليءَ لاءِ ، ڇو ٿا توهان اهايو پاڻ هلايو !؟

مهراج – ها جن جو پيار آهي، جي اُهي ئي نٿا چاهين ته ، توهان چپ چاپ ويهي، ونو مٺو و کائو .

گوبند – نه ، گناهه ڪرڻ واري کان، گناهه سهڻ وارو به وڏيڪ گناهگار آهي .
...... نارائڻ ، ڪنوار ، هاڻ ٻه جي توهانکي ، ٻيبي بوجهه لڳندي هجي ته لڪشمي . ... ... ملهنجو پلاند خالي آهي. اڄ پنهنجي پيءُ سمان سوري کي، پنهنجي جنم جلي ڌيءَ جي ڀيک ڏيئي ڇڏ ....... مان تو کي وچن ٿو ڏيان ته ، مان پاڻ، پاڻي ٻه پوءِ پيئندس، پهرين ٻيبيءَ کي کير پيئاريندس.

نارائڻ – بابا، توهان ڏاڍا جذباتي آهيو . پنهنجي عمر ته ڏسو، هاڻ هن عمر ۾ توهان ٻيبيءَ کي پاليندا؟ يا وڏي ٿي هوءَ توهان کي پاليندي !؟

ٺلڻ اسان، باقي ڪيڏا ڏينهن ؟

نارائڻ – [ داخل ٿيندي، ڏسي ] لڪشمي، مهراج لاءِ ميوو مٺائي. جل پان جو تيار ڪر.

ڪوسي – لڪشمي، تون ويهه. مان ٿي ڪٺي اچان.

گوبند – سچ چئو اٿن مهراج ته ٻڌو ڪوهه وهي ته لڪ لهي.

نارائڻ – اڇو، وهو ... ... ها ته مهراج جنم پتري ڪٺي آيا آهيو؟

مهراج – ها، [ جنم پتري ڏسندي ] يجمان، ڏاڍو نصيب وارو آهي. توهان جو پٽ. ( ٻار جو روئڻ )

نارائڻ – ٻک لڳي هوندس. اندر وڃي کير پيئاريس. ( لڪشميءَ جو وڃڻ )

مهاراج – نارائڻداس. راج يوگ اٿس، ڪک پچي پيٺو نه ڪندو ته به راڄ ڪندو راڄ، ها. ٺلکي ته ڪئين ملسٽر ٻلسٽر جي گهر جنم وٺڻ کپندو ۽ هو ڏسو توهان جي پٽ جا ڪرم. هڪ ڏينهن توهانکي پيشم پتامه، وانگر امر بڻائيندا.

گوبند – مثال ته سٺو ڏي مهراج. ويچارو ڀيشم پتامه انت ويلي جيڪي ڪشت ڏٺا سائين دشمن کي به نه ڏيکاري. سچ چيو اٿن نيم حڪيم، خطري جان، نيم ملان خطري ايمان.

مهاراج – سيٺ صاحب. ٺڳي ٿي سڪي ويئي. هن سڪي ميڙي، مٺائي ۽ کير جو ڇا ليو؟

گوبند – کير به اچي ٿو مهراج کير گرم ڪري، اُن ۾ پستا – بادام ......

مهراج – ( خوش ٿي ) پستا، بادام.

گوبند – ڪيسر، ڪستوري ۽ هيڊ وغيره ملائڻ ۾ وقت ته لڳندو ئي.

مهراج – نارائڻداس، توهانجو پٽ سچو مقدر جو سڪندر آهي مقدر جو سڪندر. وٺو جنم پتري ڏيو ڏڪڻا.

گوبند – مهراج جيستائين کير اچي، تيستائين توهان اسانجي پتريءَ جي جنم پتريءَ بابت ٻڌايو.

مهراج – پتري !؟ .... نارائڻداس ته چئو پٽ ڄائو آهي ۽ توهان ٿا پتريءَ جي جنم پتري لاءِ پڇيو؟

گوبند – ڇو پٽ نارائڻ، تو مهراج کي ٻڌايو ئي نه آهي ڇا ته تو کي ڌيءَ به ڄائي آهي.

گوبند — پڙون جو، هي سڀ او مڻ وڻ .

گومي — هيءَ وڻ سڀ ريبا. پسڻ چمڻ حي خوشخدری لاءِ خرچي. مٺي، هاٿ پٽ جو مڪڙ و ٿ ڏيکار .

سين نمبر - ۵ - اسپتال

لڪشمي پلنگ تي ليٽيل آهي. هن جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي هڪ هڪ ٻار آهي. [ گوبند، نارائڻ ۽ گومي، پلنگ وٽ اچن ٿا. لڪشمي هنن کي ڏسي مسڪرائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري

گوبند — نارائڻ پٽ، هاڻي اهو نہ وسارج تہ "هم دو اور همارے دو."

سين نمبر - ۶

گوبند رام جو گهر - دروازي جي کهلڻ.

گوبند رام - [ دروازو کولي - ڏسي ] اچو، مهاراج اچو .

مهراج — ڪيئن سائين، چاڪ چڱا ڀلا، خوش راضي، پرشن، ٻور ٻچا، گانيون، مينهون، مرغيون، مرغا، ٻڪريون، ٻڪرا، مٽ مائٽ، اوڙي پاڙي وارا، نوڪر چاڪر خوش راضي پرشن ، سائين سدا سلامت رهو، ڪانو پٽو سدائين جو نالو روشن ڪجو. مهراج مونومل، مکڻ مل مرچو ملاڻيءَ جي آشيرواد سان.

گوبند — هيءَ سڀ ڪنهن سدائي ناتڪ مان ياد ڪري آيو آهين ڇا؟ زوراور گانيون مينهون سڀ ٻر چڙهي آيا سين . هتي اچ ڪيئن گهر مکڻ ڪانڻ تہ چڏ، درشن ڪرڻ لاءِ بہ ڪو ملي .

مهراج — ( نقلي کلندي ) سائين چئو تہ سورهان آنا سچ ٿا پر پيٽ بہ ڪٽڙو هرج آ. ملهلنجو تہ ڏرم ئي آهي يجمانن تي ديا درشٽي و جهڻ .

گوبند — مهراج، سچي شهر کي خبر آ تہ، مهراج مونومل مکڻ مل مرچو ملاڻيءَ کي مالڪ ڏني ئي هڪ اک آهي. سم درشٽيءَ سان ڏسڻ لاءِ .

مهراج — بيڪار ڳالهيون ڇڏي مطلب جي ڳالهہ ڪجو. مطلب جي .

گوبند — تہ ٻڌ، اڄ سالن کانپوءِ اسان جي گهر تي تلهلجي نظر ڪهڙي پيئي؟

مهراج — ( کلندي ) روز ساڄي پاسي کان گهر ويندو هوس انڪري توهان جو گهر نظر ئي نہ ايندو هو اڄ ساڄي پاسي ڇنو کنو ٻڌو هو انڪري کاٻي پاسي ٿيس تہ توهان جي گهر تي نظر پيئي سو، اچي وڃايم توهان جي کهلڻ، .... سيٺ نارائڻداس آهي گهر ۾ ؟

نرس - ( داخل ٿيندي ) مسٽر نارائڻ داس، ڏک سان چوڻو ٿو پوي ته .....

نارائڻ - بابا ! ( روئڻ )

گوبند - اُتاولو نه ٿي پٽ، تو جهڙن اڪيلي انسانن جا فيصلا اُهڙا ۽ غلط ٿي سگهن ٿا .... پر ملهلجي مهربان سائينءَ جا نه، جهوڙلڻ تي ڀروسو رک، هو مهربان آهي .

نارائڻ - امان ۽ لڪشمي ويئي هلي.

نرس - لڪشمي ويئي هلي !!؟ ....... توهان ڇڏو ڇا پيام لڪشمي ويئي ا پر آئي آهي. ڌيءَ ڄائي آهي .

گوبند - ۽ منهنجي نوهن ؟

نرس - ٻار ۽ ماءُ ٻئي بلڪل ٺيڪ آهن.

نارائڻ - بابا، اسان جي لڪشمي بلڪل ٺيڪ آهي.

گومي - ( ڏک ۾ ) لڪشمي کي ڌيءَ ڄائي آهي. ڌيءَ .

گوبند - ڏسجانءِ نارائڻ ماءُ هيءَ نياڻي، راڻي ٻڻجندي راڻي. راڄ ڪندي ۽ اسان جي خاندان جو نالو روشن ڪندي. وٺ نرس هي سؤ روپيه خرچي، لڪشميءَ کي لڪشمي ڄائي آهي نه .

نرس - توهان چاهيو ته ٻار جو مونهن ڏسي سگهو ٿا .

گوبند - سچ ۽ هلو [ گومي نارائڻ ۽ گوبند دروازي طرف وڌن ٿا ته اچانڪ لڪشمي جي دل ڏاڙيندڙ چيخ ٻڌي. فريز ٿين ٿا.] :- Musice
[ نرس ڊوڙندي اندر وڃي ٿي. گوبند گوميءَ کي ۽ گومي پٽ کي چلتا جنڪ نظرن سان ڏسن ٿا ] ( اوئان، اوئان جا آواز )

گوبند - زناني اسپتال ۾، انڪري مان اچڻ پسند نه ڪندو آهيان.

نرس - ( داخل ٿي ) واڌايون. ڪاڪا لک لک واڌايون. پٽ به ڄائو آهي (نارائڻ کي ) توهان ڏاڍا لڪي آهيو جو هڪ ئي وقت ڌيءَ ۽ پٽ ٻئي ڄاوا اٿو .

گوبند - وٺ پنڄ رپيا. پٽ ڄمڻ جي خرچي.

گومي - توهان به ظلم ٿا ڪيو، ڌيءَ ڄمڻ جي خرچي هڪ سو رپيا ۽ پٽ ڄمڻ جي پنڄ رپيا. مونکي پنهنجو اهو ٻڌو ن .......

گومي - ڏيج چوڻ ۾ شرم ٿو. اچيو هون! لڪشمي جلدي لڪشمي. هن زماني ۾ ڏيج معنيٰ - قرض - ڏيج کي پالي. نڀائي. لائق بڻائي. مفت ۾ سوڪڙي ڪري. پراون پٽن کي ڏي ۽ ساڻ ڏي. ڪاڏيون مون ٽڙون ٻه ڏن. ته ٻه جان ڪا جتي. جمڻ کان مرڻ تائين ٽپ ٽپ تي رڳو ڏي ڏي ۽ ڏي ته به ٻالون ذات کي سڄي عمر شيءِ جيان پيڙهو ئي آهي. يا عمر.

گوبند - ( چوچي مان ) سڀ لـي چوين ۽ سياڻي، شادي بعد ۾ مان ٻـه ته تـوسان گڏ ۽ شيءِ تي پچلدو رهيو آهيان. فرق رڳو اهو ضرور آهي ته تڏهين حصي حو گهڻو ٻه مون مٿان پوندو آهي.

گومي - ۽ چاندا ته مون مٿان ئي ايندا آهن [ لڪشمي جي سورن جو Close ]

گوبند - هن زماني ۾ پست ڪهڙا لـا تاج پهرائين؟ پت شاديءَ لائق آهن ته انهن لاءِ جڳهه جو بندوبست ڪر يا ....... يا پاڻ لاءِ ٻيا آشرم ۾ انڊ وانس بڪنگ!
[ لڪشمي جي چيخ ]

نارائٽ - گوبند ۽ گومي جاري ائڪشن Close هڪ هڪ ۽ گڏيل.
( لڪشمي جي پيڙا ...... چيخون وغيره )

ڊاڪٽر - ( ٻاهر اچي ٿو )

نارائٽ - ڊاڪٽر.

ڊاڪٽر - ساري ۽ ٻار يـا ماءُ ٻنهيءَ مـان هڪ کـي بچائي سگهبو ... ....... ٻنهي کـي بچائڻ ناممڪن آهي.

گوبند - مارڻ ۽ بچائڻ ته مالڪ جي هٿ ۾ آهي. ڊاڪٽر توهان پنهنجو يتن ڪيو ۽ ( ڊاڪٽر واپس وڃي ٿو ) ..... ... شل ۽ ٻار بچي ۽ ....... اسان ماءُ ٻار کي پالي. وڏو ڪجاڻ ته. پت ۽ پيءُ بڻجڻ جي قيمت جي ۽ جاڻ پوندءِ پت.

[illegible] - بـابـا.

[illegible] - پت کي بد دعا ته نه ڏيو.

[illegible] - لڪشميءَ ٻنا، مان ڪيئن جي سگهندس. نه بابا، مونکي ٻار نه گهرجي.
[ لڪشميءَ جي چيخ ٻار جي اُئان اُئان جا آواز ]

[illegible] - لڪشمي ... . ( رنڊ ) مان .... . مان برباد ٿي ويس. بابا، منهنجي ي !! ....... لڪشمي مونکي وچ سمنڊ ۾ اڪيلو ڇو ڇڏي .......

سر پهي صلاح ڪرايو نہ تہ نوٽيهن تہ ويئي آ-ي. آپريشن ڪرائڻ - لڪشمي
جي ڪرائي ها آپريشن تہ. ڇا ڄمي هام تنهنجي نقد نارائڻ ڪي ؟

گومي - اِهو وڪيلن وانگر، لڳاتار ڳالهائڻ بند ڪري. جيئن وانگر ان لفظن ۾ ٻڌايو
تہ پٽ ڄمندو يا ڌيءَ ؟

گوبند - تہ پهرين تون ٻـڌاءِ توکي ڇا گهرجي؟ ........ اکر يا پوري؟

گومي - جواري آهيو ڇا! ؟ ننڍي پٽ جـون گنديون عادتون اچـا نـہ ڇڏيون اٿـؤ
[ ويچارا ڏيندي ] اکر يا پوري ؟

گوبند - چڙ ي، تنهنجي يا منهنجي فيصلي سان ڇا ٿيڻو آهي؟ ڏي. پنهنجو چاندي
جو ريپو تہ ڪرايون فيصلو قدرت کان، ڇو. اکر يـا پوري - اکـر آيـو تہ
پٽ ۽ پوري نڪتي تـہ ڌيءَ.

گومي - ونو ريپو - اکر. [ ريپو هوا ۾ ڦٽو ڪرڻ ۽ جهٽي گوبند جـو هٿ هٽائڻ ]
پوڙي - Close

گوبند - ( ڳائيندي ) هڪ چانديءَ جو ريپو. [ ريپو هوا ۾ ڦٽو ڪري، جهٽي ڏسيءَ
خوشيءَ ۾ جلسي نچندي ] - پوڙي. پـوڙي نڪتي. پـوڙي - منهنجي
ڌيءَ ڄمندي ڌيءَ. ........ گـومـي ........ Close ........ اڙي انهن پـارو ٿو
موهن ناهي ڇو ويئي آهين؟ پوڙي نڪتي آهي جلدي وات منو ڪراءِ.
پاڙي ۾ لڏون ورهاءِ لڏون - Cut & Mix With
[ لڪشميءَ جي چيخ ۽ سورن جا آواز. ]

سين نمبر - ٣
منظر نئين - هاسپيٽل.

[ لڪشميءَ جي سورن ۽ چيخن جا آواز ]
نارائڻ، گومي ۽ گـوبندرام - دروازي ٻاهران نظر ٿا اچن. گـومي ۽ نارائڻ
بـي چئن ۽ پـريشان ڏسجن ٿا. گـوبـندرام (Jokes) جـو ڪتاب پڙهندو ۽
مشڪرائيندو ڏسجي.

گوبند - نارائڻ ماما. اچان بہ شرط لڳائين ٿـي. لڪشمي ڄمندي لڪشمي. نارائڻ
نصيب وارو آهين لڪشمي ٿي اچيئي. لڪشمي.

آنـڊو - سائينجن، هاڻ تہ خوش.

گوبندرام - آنڊو، منهنجا گهوڙا ٻلهنجي رو ڪجھ سان تہ رڪجھ واوا نہ آهن. هيءَ تہ منهنجو آواز ٻڌي، گهر سڃاڻي رڪيا. تون پل بيوقوف هجين. منهنجا گهوڙا سياڻا آهن.

آنـڊو - سائين ڇو نہ ڇو، آخر ڪُڌهہ، معافي، گهوڙا ڪنهنجا آهن.

[ گوبندرام - ٻار جيان ٽهڪ ڏيندي، انهي ڪٽي گهر ۾ داخل ٿئي ٿو. ]

سين نمبر - ٣

گوبند رام جو گهر.

گوبندرام - (داخل ٿيندي) ـــ نارائڻ ماءِ .... او نارائڻ ماءِ.

ٻدي - اڄايو رڙيون ڇو پيا ڪيو. توهان جي پٽبان ئي تہ ايٺي آهيان!

گوبندرام - رڙيون نہ ڪندس تہ اوڙي، ٻاڙي ڪـي خبر ڪيئن پوندي تہ، سيٺ گوبندرام اڄ گهر وارن لاءِ چار مهل پند ڪري. اُس ۾ ٽيٽ ساڙيندو، پگهر ۾ سنان ڪندو، ٻاڇيون وئي آيو آهي. نارائڻ ماءِ، جلدي پاڻي يڪ ڏي تہ سڪل ڪلو آلو ڪريان ....... هـا- جي پاڻي نہ هجي تہ ڪير هلندو .... ٻ ٻڌ، ٿاوو ڪهر نہ ڪٽي اڇجانءِ، چڪٽ لاءِ سڪو مئو و ۽ منائي نہ اُٿجانءِ .. سرڳي ٻابو سائين، سچ ئي چوندو هو تہ ...... گومي - پٽ اُس مان اچـي پڪندي پاڻي نہ پيئجي، ڪير هلي.

گوبند - اهو نہ سياڻي چيو تہ "نندي نہ مري ماءِ، وڏي نہ مري زال."

[ لڪشمي جي سورن جا آواز جهنجهہ - Close، [ ڪلوز اپ. ]

لڪشمي ٻ ليوري پينس ڪارڻ، ڪنجي ڪڙڪي، چيخي، جلائي ٿي.

گوبند - لڳي ٿو تہ، اڄ لڪشمي، ضرور ماءِ بڻجندي.

گومي - نارائڻ پيءُ. تـوهان جي دل چـا ٿي ٻولي، نارائڻ کي پٽ جمندو ...... ـيا ڌيءِ؟

[ لڪشميءَ جا سور ]

گوبند - سور ٿي ڪائي ويچاري ڪاوار ۽ جمندو نندڙي نارائڻ کي !؟ ....... نارائڻ ماءِ، هيءَ تہ اُن ڏينهن، مون ۽ تـو نارائڻ ۽ لڪشمي جي ڄڱهڙي ۾ وقت

نارائڻ — لڪشميءَ، تو مون کان ڪو نه پڇيو ته، مون کي ڇا ....

لڪشمي — بابا! ڇو ڪندا نه آهيو، ته ماءُ کي پٽ ۽ پيءُ کي ڌيءَ وڻندي آهي.

نارائڻ — پر، مون کي ڌيءَ نه .... پٽ گهرجي پٽ.

لڪشمي — (چڙ ڇپي مان) اڇا! .... پٽ ڏيو ۽ جي ڌيءَ ڄائي ته؟

نارائڻ — ته، مون کي سو ڇڙو پوندو ته تنهنجو ڇا ڪرڻ گهرجي.

[ شيشي ڀڃڻ جو آواز ].

اِهو روئڻ جو ناٽڪ بند ڪر ۽ مون کي ڪڇي ته پٽ ڌيءَ نه هلندي، سمجهئين.

لڪشمي — سمجهيم! واه! توهان کي ڌيءَ نه هلندي. پٽ هلندو .... ! مان اوهان کي پڇان ته، جي توهان جهڙو، پڙهيل، لکيل، ماڻهن اِنسان به ڌيهن صديءَ جي جاهلن جهڙيون تقاضائون ڪري ته، ويچاري زال ڇا ڪري؟ ....... اِهو نه وساريو ته جي مان ماءُ آهيان ته توهان به پيءُ آهيو. بار صرف مون اڪيليءَ جو نه پر توهان جو به آهي ....... ۽ ها، توهان جي اڇا به پنهنجي ضد تي قائم هجو ته ....... ته، مان توهان تي هڪ مهرباني ڪري ٿي سگهان ....... مان بار ڪيءَ هن دنيا ۾ اچڻ کان، ڇڏڪارو ڏياري ٿي سگهان ....... سڀان، آفيس وڃڻ کان پهرين، فيصلو ڪري ٻڌائجو ته مون کي ڇا ڪرڻو آهي؟

نارائڻ — منهنجو فيصلو اڄ نه ٻڌي ٿي ٻڌي ڇڏ. پٽ ڄمي ته گهر واپس اچجانءِ ....... ۽ جي ڌيءَ ڄمي ته پيڪي هلي وڃجانءِ.

[ ٻاهر بن گاڏين جو آمهون سامهون ٽڪر - آواز ]

سين نمبر — ٢

وقت — ڏينهن

درشيه — گهٽي

پريان، سنڌ جهڙي سينگاريل، سجايل، ٻن گهوڙن واڙي گهوڙي گاڏي. سنگيت مڌر آواز ڪندي، ويجهو ايندي ٿي ڏسجي.

گوبند رام — [ ٻڌو سنڌي سيتا جو پرتيڪ ] ( ڪوچوان کي ) روڪ، روڪ ڏسجانءِ. هڪ قدم به جي تنهنجا گهوڙا گهر کان اڳتي ويا ته ٽنگون هن مهيني جي پگهار نه ملندءِ.

[ گهوڙن جو گهر ٻاهران رڪجڻ. ]

ناٽڪ

# اڪر - پوري

ليکڪ : مدن ڄماڻي

سين نمبر - 1

وقت - رات چانڊني.

جڳهه - بيڊ روم.

[ بدسريءَ جو آواز - ڊبل بيڊ تي زال مڙس، لڪشمي عمر ٢٥ سال ۽
نارائڻ عمر ٣٠ سال، ڪبوتر ۽ ڪبوتريءَ جيان ڏسجن ٿا. ]

لڪشمي - ڊارلنگ.

نارائڻ - چئه، راڻي.

لڪشمي - توهان لاءِ .... خوشخبري آهي.

نارائڻ - [ چرچي مان ] ڪا لاٽري نڪتي آهي ڇا؟

لڪشمي - لڪي ته نه آهي .... پر اڪرٽي ضرور آهي.

نارائڻ - مون ته ڪا لاٽريءَ جي ٽڪيٽ خريد نه ڪئي آهي، ته لاٽري
نڪرندي ڪيئن؟

لڪشمي - پتي ديو، هيءَ لاٽري، شاديءَ بعد، بنا خريد ڪرڻ جي نڪرندي آهه
[ ستار جي جهنڪار ]

نارائڻ - شاديءَ کانپوءِ ... لاٽري .... لڪشمي!
ڇا تون مان .... اسان.

لڪشمي - ها، توهان پيءُ ٿيڻ وارا ....

نارائڻ - .... ۽ تون ما! .... لڪشمي توکي ڇا کپي؟ ڌيءَ؟ .... يا پٽ؟

لڪشمي - اولاد ته شاديءَ روپي پوڄا جو پرشاد آهي.
مالڪ جيڪي به ڏنو ايئن تي، [ گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ ]

Specially Written for Girl Child Year — T. V. PLAY

خاص نياڻي سال لاءِ لکيل — ٽي. وي پلي

# AKHAR – BHOORI اکر - ڀوري

[ ٽي. وي. ناٽڪ ]

ڪهاڻي، اسڪرين پلي ۽ ڊائلاگس

مدن جماڻي

## ڪلاڪار

١. لڪشمي ........ پتني
٢. نارائڻ ........ پتي
٣. ڳومي ........ نارائڻ جي ماءُ
٤. گوبند رام ........ نارائڻ جو پيءُ
٥. اندرا راڻي ........ نارائڻ جي ڌيءُ
٦. امت ........ نارائڻ جو پٽ
٧. مهراڄ ........
٨. نرس ........
٩. ڊاڪٽر ........
١٠. مهراڄ ........

## خاص سوچنا

[ هن ٽي. وي. پليءِ جا سڀ حق واسطا ليکڪ وٽ محفوظ آهن ۽ هيءَ ناٽڪ يا ان جو ڪو به حصو، ريڊيو، ٽي، وي. فلم، ڪتاب وغيره ۾ ڪم آڻڻ کان پهرين، ليکڪ کان لکت ۾ اجازت وٺڻ بلڪل ضروري ۽ قانوني آهي. ]

( مدن جماڻي )

ميرواڻي – ها ها ها ها.. هيئنر پنهنجا پاپ ٻچا ياد پيا اچنئي؟ اڙي بي ايمان، جڏهن غريبن جو رت چوسي، هنن جي ٻارن ٻچن کي بک ۾ پاهه ڪري رهيو هئين، تڏهن ڪٿي هئين؟ نه، نه، ڪلي آگر وڍي پلي آهي! گندي مڇي سڄي تلاءَ کي گدلو ڪندي آهي! تو پنهنجن پيرن تي پاڻ ڪهاڙي هنئي آهي. پنهنجي ڪئي جو، نه ويڄ نه طبيب!

وڪيو – (ميرواڻيءَ جي پيرن تي ڪري، اوڇنگارون ڏيئي) مونکي بچايو، ميرواڻي صاحب، مونکي بچايو. قسم آ جهولڻ گهوٽ جو، وري ڪڏهن به ڪلن ۾ ڪپهه نه وجهندس.

ميرواڻي – ها ها ها ها.... هاڻي جهولڻ گهوٽ ياد پيو اچيئي؟ جڏهن پلڻ جي ٻڌران ست چڙهايا، تڏهن ڪٿي هئين.
نه، نه، جو ڪک جو چور، سو لک جو چور!

چايا – (هٿ ٻڌي، ٻاڏائيندي) مان پنهنجي ڪئي تي نهايت پشيمان آهيان! منهنجي لڄ پت توهانجي هٿن ۾ آهي. ڪرپا ڪريو، ميرواڻي صاحب، ڪرپا ڪريو! مونکي بچايو، نه ته... نه ته... مان ڪنهنکي منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهندس.
[ميرواڻي، شرما ڏانهن سوالي نگاهن سان نهاريندي.]
مسٽر شرما، واٽ ڊو يو سي؟

شرما – مسٽر ميرواڻي، توهان جيڪڏهن مس چايا کي بچائڻ چاهيو، ته هن جي لو افيئرس کي گپت رکي، ڪيس سخت وارننگ ڏيئي، بي عزتيءَ کان بچائي سگهجي ٿو.

ميرواڻي – گڊ، ويري گڊ. مس چايا، اڳتي سنڀالي قدم کڻجِ.

شرما – او. ڪي. مسٽر ميرواڻي، وي ٽيڪ يوئر ليو.

پراڻانند – (ويندي ويندي) جي. ڪي. ها پڪ، ياد رک. جيل مان ڇٽڻ کانپوءِ، توکي جٽ ٻچي ناس نه ڪندس، تيستائين سکيو ساهه نه پٽيندس.

ميرواڻي – هل ڙي هل! قلندر پنهان ڪهڙي پيا ڪتا ڀونڪن!

(پردو ڪري ٿو)

618/12, O.T. Section Ulhasnagar 421002

ميرواڻي – ( انسپيڪٽر شرما کي ) انسپيڪٽر، هن سهڻي ڏو هه ڏانهن نهاريو، ڏسندي ڏسندي اکين ۾ سرهو پاڻي ويندو آهي، ڪر ڪيتر جو سچو عاشق آهي. صرف هڪ ڪُشن جو جواب ڏيندو آهي ۽ اُنلاءِ پنج سؤ ڪروڙ جا گنج سؤ ونندو آهي.

[ انسپيڪٽر ورما پاڻيا جي تلاشي ڏو وني ۽ صحيح ٽيل پنج نوٽ سؤ سؤ جا ڪيدي، ميز تي لوڙ ڪي. )

ميرواڻي – ( وڪڻي ڏانهن اِشارو ڪري ) ۽ هرُ ڏسو، ويچارو وڪيو پٽ سڪيو! پنجن رپين ۾ وڪامبو وڃي. پوڙي جو پارٽ بخوبي ادا ڪري جاڻي. ڪنن ۾ ڪجهه وجهي، گهٽ ۾ گهٽ پنج رپيا چڙائيندو آهي، پنج، ڪروڙ جا گنج ۽ پوءِ اندر وڃڻ جي پرمٽ ڏيندو آهي. ها ها ها ها....

[ اِنسپيڪٽر ورما وڪڻي جي تلاشي وني صحيح ٽيل پنجين ۽ پي جا نوٽ ڪيدي ميز تي لُو رکي. وڪيو جپ ڪيدي، پنهنجا ڪن ڏو پڪڙي

ميرواڻي – ( ٽيلهي مان ٽيپ رڪارڊ ڪيدي، اِنسپيڪٽر شرما کي ڏيندي ) مسٽر شرما، هنن اپراڌين جي اپراڌ ثابت ڪرڻ لاءِ هي ٽيپ رڪارڊ توهانکي ڪافي مدد ڏيندو؟

شرما – ٿئنڪ يوُ ويري مچ فار يوئر ڪائينڊ ڪو آپريشن، مسٽر جي. ڪي.

ميرواڻي – اِنسپيڪٽر، مون هن سفيد هاٿيءَ کي ڦاسائڻ لاءِ ڪافي پاپڙ ويليا آهن. ڪڏ ڏڙ تيل به نڪرندو يا ماڳهين آلو ڦلو آرتي ٿي ويندو؟

شرما – ڪڙ تيل نڪرندو، ضرور نڪرندو، انهين سمجهو، ته هن اپراڌيءَ جو اڳرتگر ناس ٿيندو. هتان ويندي، هن جي گهر جي تلاشي وٺبي. ان ڪانپوءِ، هن جي بئنڪ اڪائونٽ جي جاچ پڙتال ڪئي ويندي ۽ پوءِ هن تي قانوني ڪارروائي ڪبي. منهنجي خيال موجب هن اپراڌيءَ کي گهٽ ۾ گهٽ پنج سال سخت پورهئي سان ناناڻي گهر جي روٽي اصيب ٿيندي ۽ ٻيار ٽميئنٽل انڪشن ۾ هن جي نوڪري پڻ ويندي.

پراڻنانت – ( ميرواڻيءَ جي پيرن تي ڪري، ٻاڏائيندي ) رحم ڪريو، جي. ڪي. صاحب، رحم ڪريو. مان تباهه ٿي ويندس، برباد ٿي ويندس! منهنجا ٻار ٻچا رلي ويندا، بک ۾ پاهه ٿي ويندا. مونکي بچايو، جي.ڪي. صاحب مونکي قانون جي شڪنجي مان بچايو،

شرما - ( ٽهڪ ڏيندي ) ها ها ها ها .... پوليس! اي مسٽر، آءِ ائم سي. بي. آءِ. انسپيڪٽر شرما، مان توکي رشوت وٺڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ٿو ڪريان!

پراٽلانت - ليڪن ڪير ٿو چوي ته مون رشوت ورتي آهي؟

ميرواڻي - ڪير ٿو چوي؟ ( وڏو ٽهڪ ڏيئي ) ها ها ها مان ٿو چوان، مان تو مون کان پنج هزار رشوت ورتي آهي. ( انسپيڪٽر ڏانهن مخاطب ٿي، جوش ۾) انسپيڪٽر، هي اهو سفيد هاٿي آهي، جو سرڪار جي خرچ تي پلجي رهيو آهي ۽ مون ۾ غريبن ۽ ابوجهن جو رت چوسي، ڪين پيٽ ي نپوڙي رهيو آهي ۽ سرڪار کي بدنام ڪري، سرڪاري ڍانچي کي کوکلو بڻائي رهيو آهــي. ( مس چاپلا ڏانهن اشارو ڪري ) هن چنچل چلبلي ۽ نار نويلي ڏانهن نهاريو. آفيس ۾ عشق پيچائيندي آهي ۽ شادي شده مردن جا گهر بـرباد ڪندي آهي. ۽ هي پراٽلانت، کهاٽ کهاٽ جو پاڻي پيتل پراٽلانت، مفت جا مال کائي مٽل پراٽلانت، مجنونءَ کي ماري مڃائيندڙ پراٽلانت آفيس ۾ هن سان عشق ڪندو آهي ۽ مون ماڻهن کي مٺڙس سڏائيندو آهي. اند جي گهوڙي تي سوار ٿي، هڪ هڪ ڏند لاءِ پنج هزار گروءِ جا گنج هزار چڙائيندو آهي. وٺو هن جي تلاشي!

مسٽر ورما، پـــراٽلانت جـي تـلاشي ٿــو وٺـي، ته هو جهٽڪو ڏيئي پاڻ ٿــو ڇڏائي.

ميرواڻي - ( ٽهڪ ڏيئي ) ها ها ها ها .. رسي جل ڪئي، پر ول نه ڪيا ..

شرما - مسٽر پـراٽ، ڊونٽ ٽيڪ لا اِن يور اُون هينڊس. پنهنجي ڀلائي چاهين، تـه پنج هزار ڪڍي ٻاهر ڪر!

پراٽلانت - ( ڏجندي، هٻڪندي ) مون وٽ ڪي به ربيا ڪونهن.

ميرواڻي - انسپيڪٽر، پستول جي نوڪ تي تلاشي وٺوس، ته ڪير جو ڪير، پاڻيءَ جو پاڻي ظاهر ٿي پوندو.

( ورما، ڏڪ ٻجا هٽي، زبردستيءَ پراٽلانت جي تلاشي ٿو وٺي ۽ صحيح ڪيل نوٽن جي ٿهي ڪڍي ميز تي ٿو رکي. ]

شرما - انسپيڪٽر ورما، هن اپراڌيءَ کي هٿڪڙيون لڳاءِ.

[ ورما، پراٽلانت کي هٿڪڙيون ٿو لڳائي ]

پرائڻات – اڙي گورنر! پلمبجي لاءِ پوڻيا چانهه!

وڪيو – (ٻاهر ويندي پرنسپلجي مٿان) ڪيڏي نه ڪار ڏيئي ڇڏيائين! گورنر! پٽيوالي کي گورنر بڻائي ڇڏيائين. هزارن ۾ تو حرامخور رشوت کاڌي ۽ ٻيائي ٿو خسيس چانهه سا به پوڻيا! [وڪيو چانهه جو آرڊر ڏيئي ستول تي اچي ٿو ويهي. ڪمل پرويش ٿو ڪري ۽ اچتي وڏڪ ٿو لڳي.]

وڪيو – اي ٻائي، ايڏانهن ڪيڏانهن؟ اکين سچو آهين ڇا؟

ڪمل – جي، ملپلجو نالو ڪمل آهي. مونکي فون ڪري گهرايو ويو آهي.

وڪيو – لاٽ جو پٽ آهين نه! فون ڪري گهرايو ويو آهي. ٿوري ساهي پٽ.

پرائڻات – وڪيام پٽ سکيام اتي ڇا لي رهيو آهي؟

وڪيو – ڪجهه نه سائين، ڪجهه نه. (ڪمل کي) وڃ سائين، وڃ جيءُ وڃ، نيچ وڃ، سدا وڃ. (ڏانهس هٿ وڏائيندي) هين .... هين .... هين .... قرب ڪندا وڃ، پيچ ڪندا وڃو.

[ ڪمل، وڪئي کي آڌو ڏيکاري هليو ٿو وڃي. وڪيو خالي هٿ پلمبجي نرڙ تي ٿو هڻي. ڪمل پتا کي رپيا ڏيئي واپس ٿو وڃي.]

مهرواڻي – (پرائڻات کي روپيا ڏيندي) پراڻ صاحب هاڻي ته ڪم ٿي ويندو نه؟

پرائڻات – (رپيا کيسي ۾ وجهندي) جي. ڪي. صاحب، توهانجو ڪم هاڻي نه ٿيندو، ته ڀيو ڪڏهن ٿيندو؟

مهرواڻي – ايترو جلد ٿي ويندو؟

پرائڻات – اڙي مسٽر جي. ڪي.، جنهن سند ۾ پئسن جا پر لڳندا آهن، اها سند پکيءَ وارا پر ڪري اُڏامي ايندي آهي. (ڪاغذ اُٿلائيندي) او .... او .... هيءَ! هاں هيءَ آهي توهانجي سند. ڏٺو، ڪيئن نه پکيءَ وارا پر ڪري اُڏامي آئي!

[ مهرواڻي، سند وراڻي قيراڻي ڏسي، کيسي ۾ ٿو وجهي ۽ زور سان ٽي دفعا تاڙيون ٿو وڄائي! سي. بي. آءِ، جا خانگي ويس ڌاري اِنسپيڪٽر شرما ۽ ورما ۽ ٻه چشم ديد گواهه طور آندل ماڻوارا نگرواسي پرويش ٿا ڪن.]

شرما – (پستول ڏيکاري) خبردار! ڪير به نه چري!

پرائڻات – بت .... بت .... هڙ آر يڙ، مسٽر، مهرباني ڪري هتان هليا وڃو نه ته .... نه ته پوليس کي گهرائڻو پوندو.

پراڻناٿ – ته پوءِ سڀڻ لاءِ انتظار ڪرڻو پوندو.

ميرواڻي – (غصي ۾ ڏڪندي) پنج هزار وڏي رقم آهي، مسٽر پراڻ. ٻه هزار نه هلن؟

پراڻناٿ – (پنهنجي آڱريون مـلائي) پنهنجي ڳرو جا ڳنڍي! هڪ ٽڪو ن پئسو به گهٽ نه هلندو.

ميرواڻي – (اچ وڃ ڪندي، سوچيندي) ليڪ آهي. مان رقم جو بندوبست ڪريان ٿو، تون هاڻ سڀ تيار ڪريو. مان اوهان جو فون يوز ڪريان؟

پراڻناٿ – يس يس، باءِ آل مينس.

ميرواڻي – ٿئنڪس آلاٽ.

پراڻناٿ – يو موسٽ ويل ڪم.

[ميرواڻي هيڊ ڪلارڪ جي ميز تي رکيل فون ۾ نمبر ملائي، ڪجهه ڳالهائي ٿو، جو سمجهه ۾ نٿو اچي.]

راجيش – (پراڻناٿ وٽ پهچي) ڏال ۾ ڪجهه ڪالا نظر آ رها هئا، پراڻ. هن نامي گرامي نيتا وٽ، تنهنجي ڏال ڪانه ڳرندي! ڪٿي آهيءَ ۾ نه اڙائي. ليلي ڪي ديلي نه پڙ جائي.

پراڻناٿ – او ڊئم اٽ! رسڪ ناٽ ڪين ناٽ. اڙي اڪري ۾ جي مٿو وڃن، مهرين پر سي ڪين ڊجن! ليڪن راجيش، توکي پٽ ڪيڙو پئو پولو؟ ڀلو اٺم، ته هن جي ڏيءَ سان عشق اڙائي رهيو آهين.

راجيش – ها دوست، لکن جي آسامي آهـــي! سو ني مرعي گهر ۾ ايندي، ته گهر کي بهشت بڻائيندي.

پراڻناٿ – او يو لالچي، هڪ ٺي اڏام سان آسمان تي پهچڻ ٿو چاهين.

[ميرواڻي فون ڪري، ڪرسيءَ تي اچي ٿو ويهي، راجيش کلها لوڏيندو پنهنجيءَ ڪرسيءَ تي وڃي ٿو ويهي.]

ميرواڻي – مسٽر پراڻ، ماءِ سن از ڪمنگ، ڪمل.

پراڻناٿ – وڪيا، او سڪئي جا پٽ، وڪيا.

وڪيو – (ڊوڙي اچي) وڪيو پٽ سڪيو حاضر آهي، جناب.

پراڻناٿ – ٿوري وقت ۾ مسٽر جي. ڪي. جو پٽ ڪمل اچڻو آهي. هن کي يڪدم مون وٽ موڪلجانءِ. تيسين سيٺي لاءِ اسپيشل چانهه جو بندوبست ڪر.

وڪيو – ڇا موڪلڻ، سائين؟

پرالهاد - ( اُٿي بيهي، جوش ۾ ) توهان وڃي سگهو ٿا. جيڪا ڪاٺي هڻيو، س... ڪاهي سگهو ٿا. وڃو، نڪري وڃو هتان. اڙي واڻيز، آءِ ول ڪال ڊي پوليس!

ميرواڻي - ( ميز تي مڪون هڻي ) پليز پرالهاد، اُف! جئن بہ ٿي سگهي، ملهائجو ڪم ڪريو.

چنديراماڻي- ( پرويش ڪندي ) پرالهاد پائي، ڇو اچي هن غريب جي پويان پيو آهين؟ اڄ هيڊ ڪليڪٽر فون ڪيو، تہ مسٽر جي. ڪي. جو ڪم اڄ جو اڄ ٿيڻ گهرجي.

پرالهاد - سر مان تہ هن جو ڪم ڪرڻ لاءِ هردم تيار آهيان، ليڪن هي تہ مرڳو قانوني ٻولي ٻولي رهيو آهي! ڪورٽ ۾ گهلڻ جي ڌمڪي ڏيئي رهيو آهي؟

چنديراماڻي - مسٽر جي. ڪي.، توهان چنتا نہ ڪريو. توهان جو ڪم اڄ جو اڄ ٿي ويندو. ليڪن منڙا گهر، تہ گهراڻ! اوڪي؟ [چنديراماڻي نڪري ٿو وڃي.]

پرالهاد - ميرواڻي صاحب، ڪليڪٽر پليڪٽر مان ڪجهہ نہ ورندو. جئن مان چاهيندس، تيئن ئي ٿيندو. توهان جڳهين جا مالڪ آهيو، تہ مان سندن جو خالق آهيان. عقلمندان را اشارا ڪافي است.

ميرواڻي - پرالهاد صاحب، صاف صاف ٻڌايو، توهان نيٺ ڇا ٿا چاهيو؟

پرالهاد - مان رک رکاءَ يا لڪ لڪاءَ مان ڪين چاهيان. توهان کي ائڊيشنل لئنڊ مان پنجاهہ هزار فائدو پوندو. ان خوشي ۾ توهان کي گهٽ ۾ گهٽ پنجن هزارن جو ٻلو ڪرڻو پوندو.

ميرواڻي - او ماءِ گاڊ! پرالهاد صاحب، مان قبول ٿو ڪريان، تہ اڄڪلهہ ڪير جو ڏوتل ڪوئي بہ ڪونهي، ليڪن ونڊ بہ اُتي ۾ لوڻ مثل گهرجي. اوهان تہ واڪيڙ ۽ وارو وات ڦاڙهي ويٺا آهيو! ايڏي رقم پچائي نہ سگهندءُ.

پرالهاد - ليڪن صاحب، سڄي رقم مان ڪو نہ پچائيندس، پچائڻ وارا ٻيا بہ گهڻيئي آهن، ڇو ٿيءَ ڪان نٿهن ٿائين؟ فرام ٽاپ ٽو باٽم!

ميرواڻي - ليڪن صاحب، ائڊيشنل لئنڊ مولڪي ڦوڪٽ ۾ ڪو نہ ڏيئي رهيا آهيو. اُن تي ملڻجو قانوني حق آهي، تہ بہ ايڏي رشوت!

ميرواڻي - جي، ڪي. ميرواڻي.

پراڻنات - مسٽر جي. ڪي.، ڊونٽ يو نو مئنرس؟ ان ڳالهائيندڙن جي وچ، ٽئين کي ڊيڪ ڇڏڻ نه گهرجي. انڊر سٽئنڊ؟

ميرواڻي - (جوش ۾ اُلجي پوي، مٿو تپي ٺڪ هڻي) واٽ ڊوُ يوُ مين؟ يوُ آر انسلٽنگ مي! آفيس ۾ پهڪ جو ڪم ڪرڻ تائين اچو يا عشق پچائڻ؟ يوُ آر ٽيچنگ مي مئنرس؟ اُلٽا چور ڪوٽوال کي ڏانٽي!

پراڻنات - آئم ساري، مسٽر جي. ڪي. آئم ساري. پليز سٽ.

ميرواڻي - جي، آئم ساري ٽوُ. مونکي جوش ۾ نه اچڻ گهربو هو، مسٽر پراڻ. ايئي هائو، مان انڊيشنل لئنڊ جي سلد ولڻ آيو آهيان. پليز هيلپ مي.

پراڻنات - مسٽر جي. ڪي. هزارن ۾ ٿيون سندون تيار ڪرڻيون پيون. منهنجي اسٽاف کي ته مٿي کنهڻ جي به فرصت ڪانهي. ليڪن، مان توهانکي خاطري ٿو ڏيان، ته هفتي اندر، توهان جي سلد ريجسٽرڊ پوسٽ رستي توهانکي پهچي ويندي.

ميرواڻي - مسٽر پراڻ، اِٽ ول بي ٽوُ ليٽ. سلد جي آسري ۾ مان ڪچهه جي آڏاوت لاءِ سؤٽي ڏيڻي وينو آهيان.

پراڻنات - ڪمال ٿا ڪريو! واڌو زمين جا مالڪ بڻيا ناهيو ۽ آڏاوت لاءِ سوٽي ڏيڻي وينا آهيو؟

ميرواڻي - ليڪن پراڻ صاحب، مونکي ڪهڙي خبر، ته سلد ڏيڻ ۾ توهان اصل اُئين اِٽ هڻي ٻهلندؤ؟ مهرباني ڪري سلد ڏيو، نه ته آءِ ول بي ڊوُمڊ!

پراڻنات - آئم ساري، مسٽر جي. ڪي. جڏهن توهانجو وارو ايندو، تڏهن توهانکي سلد پهچي ويندي. ٿئو، يوُ ڪئن گو.

ميرواڻي - هائو ڪئن آءِ گو، مسٽر پراڻ، مهرباني هيلڊ-ئي سند اِشو ڪريو، ته وڃان.

پراڻنات - نو مسٽر جي. ڪي. نو. اِٽز امپاسيبل، مان خاص توهان کي هيلڊ سلد ڏيندس ته هاءِ گهوڙا مچي ويندي، ته مون رشوت کادي آهي!

ميرواڻي - (مٺي ۾، ڏسٽي آگر لوڏيندي). آءِ .... آءِ وارن يو آءِ ول ڊوُئنگ يو ٽوُ دي ڪورٽ! توهان خواهه مخواهه ٽال مٽول ڪري رهيا آهيو، اڄ پنهنجن پيرن تي ڪهاڙو هڻي رهيا آهيو!

ميرواڻي - هائي صاحب.

راجيش - اچو صاحب!

ميرواڻي - جي، پراڻناٿ ڪٿي ملي سگهندو؟

راجيش - شريمان، توهان ڏاڍا ٿڪل ٿا لڳو. ويهو، ويهو، ساهي پٽيو. ڇا پيئڻ پسند ڪندؤ؟ ٿڌو يا گرم؟

ميرواڻي - ٿئنڪس. توهان ڇيو، مون پيتو. ليڪن مونکي توهان مان ڏپ ٿو ٿئي! توهان پاڻ ڏسي رهيا آهيو ته ڪيئن نه مونکي فوٽ بال وانگر، هيڏانهن ٿڏي هوڏانهن ٿڏي رهيا آهن ۽ اوهان مونکان ٿڌو گرم پڇي رهيا آهيو! ڪوڙو ٿي نٿو لڳي!

راجيش - مسٽر جي. ڪي.، ملڪ ۾ ڪوٽا سڪا آهن، اُن جو مطلب اهو ٿو ٿئي آهي، ته سچا سڪا عدم پيدا آهن؟ خير توهان هيئن ڪريو. توهانجو ڪم مسٽر پراڻناٿ مان ٿي ٿيندو. ليڪن ياد رکجو ۽ هو وڏي مڇيءَ جي ٿاڪ ۾ رهندو آهي. هوءَ، هن جي ميز آهي، ڇاڻ آيو.

ميرواڻي - ٿئنڪس. (سؤ جو نوٽ ڏيندي) هيءَ توهان لاءِ چانهه پاڻي!

راجيش - جي، مان چانهه جو پاڻي ڪونه پيئندو آهيان. مهرباني.

[ميرواڻي ڪلها لوڏيندو، پراڻناٿ جي ٽيبل وٽ رکيل ڪرسيءَ تي وڃي ويهي ٿو ۽ پنهنجو ٿيلهو گود ۾ رکي ٿو. ڇايا ۽ پراڻناٿ پريم ٿا ڪن. ميرواڻي اُٿي بيهي هٿ شيڪ ڪرڻ لاءِ هٿ ٿو وڌائي، ليڪن پراڻناٿ ڏٺو اڻ ڏٺو ڪري ٿو ڇڏي]

پراڻناٿ - (ڇايا کي) منڊي شو جو پروگرام پڪو ٿيو نه؟

ڇايا - ڊارلنگ، تون حڪم ڪرين ۽ مان انڪار ڪريان؟ ناممڪن!

پراڻناٿ - ويهه نه. بيٺي ڇو آهين؟ سرڪار جو ڪم پيو ٿيندو!

ڇايا - چارج شيٽ ڏيارڻي آهي ڇا؟ جام سندون ٽائيپ ڪرڻيون آهن.

پراڻناٿ - ڪنهن جي پيءُ کي طاقت آهي، جو تنهنجو نالو کڻي؟ سالي کي ڇٽيءَ جو کير ياد ڏياري ڇڏيان!

ميرواڻي - جي، پراڻناٿ توهان آهيو؟

پراڻناٿ - (غصي ۾) جي ها! توهان؟

راشٽرپتي ۽ پردان منتري پٽ ڪرڪيٽ مئچ تيا ڏسن! اڄڪلهه جيڪو ڪرڪيٽ مئچ نٿو ڏسي يا پڙهي، سو اَن سولائيزڊ آهي. توهانجو ڪم، ڪم سان، سو ٿي ويندو. دل ڏکيءَ ۾ رکو. ليڪن ۽ هين.. هين.... هين ...

ميرواڻي - هين.... هين.... هين.... چاهه پاڻي صاحب؟

پاڳيا - بدو ڪين اٿو؟ پئسا ڦٽڪڻ، تماشا ديک!

ميرواڻي - (پنهنجي منهن، جوش ۾ ۽ تريءَ تريءَ تي هٿ) رشوت جي به ڪا حد ٿيندي آهي! هتي ته هڪ هڪ چٺو لاهي پاڻي لنگهو ٿي پيئو آهي! (پاڳيا کي مخاطب ٿي) مسٽر پراڻانند ڪٿي ملي سگهندو؟

پاڳيا - ليڪن، هين.... هين.... هين.... ڪاٻي تريءَ ۾ خارش ٿي رهي آهي. (تري کنهيندي) اُف! غضب جي خارس!

[ميرواڻي پنهنجي ريپا پاڳيا جي تريءَ تي اُو رکي.]

پاڳيا - واهه سائين، واهه! قدر به اهو ٿا ڪريو؟ مونکي به ڪو چپراسي ٿا سمجهو ڇا؟ يا ڪو بکاري ٿا سمجهو؟

ميرواڻي - ڪهڙي ڪوڏر هلئي اٿو، مونلاءِ جو قدر ڪيائو؟

پاڳيا - خبر اٿو صاحب، ته توهانجي انڊيسنل لئنڊ جي مارڪيٽ ونليو ڪهڙي آهي؟

ميرواڻي - هاڻي چڏيو اهي آسر پو لاڻيون ڳالهيون. وٺو هي سؤ جو پتو! هاڻي ته خارش لهي ويئي نه؟

پاڳيا - هڪ سؤ جي پتي سان ڪم نه ٿيندو. (پنهنجي آڱريون ملائي) پنهنجي ڪروءَ جا گاهج!

[ميرواڻي، خفي وچان، سؤ سؤ جا پنهنج نوٽ ڏئيس ٿو ۽ پاڳيا خالي ڪرسيءَ ڏانهن اِشارو ڪري ٻڌائيس ٿو.]

ميرواڻي - ليڪن صاحب!

پاڳيا - نو مور ڪنشن! وڃي انڪوئري هن راجيش کان ڪريو.

ميرواڻي - مسٽر پاڳيا، پنهنج سؤ صرف آڱر جي اِشاري جا ورڙ؟ هن راجيش جي به خارس لاهڻي پوندي؟

پاڳيا - اُهو ته اُڙ جاڻي اُڙ جي اُو لري جاڻي.

ميرواڻي - مطلب ته سيرو ڪاڏو ۽ پاتل ڦاٽي؟

[نراس ميرواڻي، راجيش ڏانهن وڏي ٿو.]

چندير اماڻي - واٽ ڊُو يُوُ مين ؟ سنڌالي ڳالهاءِ مسٽر .

ميرواڻي - ڇا سنڌالي ڳالهايان، صاحب! مان ڪٿي وانگر پڙنڪي رهيو آهيان ۽ تو هان ڪن لاٽار ڪري رهيا آهيو . يُوُ آر پيڊ فار يوئر سروس باءِ دي پبلڪ، مسٽر!

چندير اماڻي - آلرائيٽ، آلرائيٽ. واٽ ڪئن آءِ ڊُو فار يُوُ .

ميرواڻي - جيءِ مان جي. ڪي. ميرواڻي آهيان . پنهنجيءَ جڳهه لاءِ انڊيشنل لئنڊ جي سند وٺڻ آيو آهيان . هيلپ مي پليز .

چندير اماڻي - ( ڪاغذ اُٿلائي پٿلائي ) آئم ساري، مسٽر جي. ڪي. توهانجي سند اڃا تائين مون وٽ ڪانہ پهتي آهي.

ميرواڻي - ڪرپا ڪري ٻڌائي سگهندؤ، تہ اُنلاءِ مونکي ڇا ڪرڻ گهرجي ؟

چندير اماڻي - اُنلاءِ توهانکي منهنجي پي. اي. براڊنات سان ملڻ گهرجي .

ميرواڻي - مونکي توهانجي پي. اي سان ڪٿي ملڻ گهرجي ؟

چندير اماڻي- مسٽر جي. ڪي.، توهان مونکي ڇا سمجهي ويٺا آهيو؟ هڪ معمولي ڪلارڪ ؟

[ چندير اماڻي واچ ۾ ٽائيم ڏسي تڪڙو تڪڙو نڪري ٿو وڃي .

ميرواڻي - آئز تُوُ مچ ! هنن سرڪاري ملازمن کي تہ ملهن ڏيئي ڳالهائڻ ۾ بہ ڀرو ٿو لڳي ! ڇا ڳالهائڻ لاءِ بہ ڪين چانهہ پاڻي کپي؟ اُف! ( هڪ ڪلارڪ ڏانهن وڌي ) مسٽر .... ؟

پاڳيا - مسٽر پاڳيا .... هين هين هين .

ميرواڻي - مسٽر پاڳيا، هي صاحب ڪاريءَ هيئنان ڪانءَ وانگر ڪيڏانهن اُڏامي ويو ؟

پاڳيا - پنهنجي گهر ٿي. ويءَ جي ڪرڪيٽ مئچ ڏسڻ ويو . هين هين هين ....

ميرواڻي - شل پاڙؤن سايون ٿيندس . جيڪڏهن اِنتظام جا رکشڪ ئي اِنتظام جا ڀڪشڪ ٿي پون، تہ ديس جو ڀاڳيُون ئي پڪو! آءِ ول سي هم . آءِ وونٽ ليو هم .

پاڳيا - ليڪن صاحب، پاڻيءَ کان ٻاهر ڇو ٿا نڪرو ؟ ڪرڪيٽ مئچ ڏسڻ ويو آهي ؛ ڪلهہنجي گهر کي ڪاٺ هڻڻ تہ ڪونہ ويو آهي . سڀ ٿا ڪرڪيٽ ڏسن . نر ناريون، ٻچڙا ٻچڙيون، ٻڍا ٻڍڙيون، جوان جوانڙيون، وڪيل، ڊاڪٽر، وديارٿي، ماستر، غريب شاهوڪار، ڪامگار ڪارخانيدار ويلدي

وڪيل - اڙي اڙي! مونکي نوڪريءَ مان ڪڍائڻو اٿيئي ڇا؟ ڇهو ماڻهن جو بنا پرمٽ اندر وڃڻ جي؟ ”نو ائڊميشن“ آهي؟ صاحب سان ڳالهائڻ جي سخت پروهيبيشن آهي! گهٽ ۾ گهٽ ڪلاڪ ڏيڍ ترسڻو پوندءِ. اسانجو صاحب هن وقت بزي آهي.

ميرواڻي - ليڪن ڀائي، توهان ته ڪٺن ۾ ڪپهه وجهي ويٺو آهين! ٽڪي واري ته بدڻ ڪان نابري واري ويٺو آهين.

وڪيل - توهان ته ڪمال ٿو ڪريو! ٽڪي واري به ڪڏهن ڪڍڻ ۾ آئي؟ ها، پنجين واري هوندي، ته ڇو ڪين نڪڻ ۾ ايندي؟

ميرواڻي - (هٿ ۾ ڏيندي) لالچ بري بلا آهي، ڀائي. اهڙا لالچ توهانجي بڙي ٻوڙيندي!

وڪيل - ليڪن توهانجي ٻيڙي ٻلي لائيندي ۽ منهنجي پٽ ”پنج گروءَ جا گلبج“ ڪندي، جلد ڪر، تڪڙ دان ماڻهو پوي.

ميرواڻي - (پنجين جو نوٽ ڏيندي) وٺ ڀائي، ”پنج گروءَ جا گلبج“ ۽ واپس ڪر ته.

وڪيل - واپس! اڙي صاحب، رپيا هڪوار کيسي ۾ وڌا، پوءِ شينهن جي وات ۾ پيا. خبر اٿيئي واپس ڪير وٺندا آهن؟ ها... مٽ!

ميرواڻي - چڱو چڱو، هاڻي ٻڌاءِ، جڳهين جون سنڌون ڪٿان ملنديون؟

وڪيل - مونکي صرف اندر موڪلڻ جي پرمٽ آهي. وڌيڪ خرچار (اشارو ڪري) اوءِ هن هيڊ ڪلارڪ چندرامامائيءَ مان ملندءِ. ۽ هو هڪ صلاح مون مسڪين جي مڃيندين، ته خوش ٿيندين. اسانجي ديش ۾ سڀئي جهڪندا آهن، ڪو جهڪائڻ وارو هجي.

ميرواڻي - جهڪائڻ وارو! مطلب؟

وڪيل - (اک ڇنڀي) نه ميسڻي، نه موسڻي، ٻڙا پير پئسا! سمجهيئه؟ ڏنو پٽ ڇٽي جو! هاڻي وڃ. ٻلي وارو پار پهچائيندءِ.

ميرواڻي - مهرباني ڀائي، توهانجي وڏي مهرباني. (چندرامامائيءَ وٽ وڃي) نمسڪار صاحب.

[هيڊ ڪلارڪ ڪا ورندي نٿو ورائي.]

ميرواڻي - (اونچي آواز ۾) صاحب، مان توهانکي آکيان. توهانجي، ڪنن ۾ به ڪپهه پيل آهي ڇا؟

# سفيد هاٿي

ناٽڪ نويس: **شوو رامداڻي**

[ منچ جي جوڙت - سامهون ديوار سان ميز ڪرسي هيڊ ڪلارڪ لاءِ. ميز تي ٽيليفون ۽ ٻيو به ڪجهه ڪاغذ رکيل. ڀرسان ئي کاٻي پاسي ٽپائي ۽ ڪرسي ليڊي ٽائيپسٽ لاءِ. ٽپائيءَ تي ٽائيپ رائيٽر رکيل. ساڄي پاسي ٻه ميزون ۽ چار ڪرسيون - سينيئر ڪلارڪ، اسسٽنٽ ڪلارڪ ۽ ملاقاتين لاءِ. سينيئر ڪلارڪ جي ميز تي ٻيو به ڪجهه ڪاغذ ۽ پيپر ويٽ رکيل. سينيئر ڪلارڪ ۽ ليڊي ٽائيپسٽ جون ڪرسيون خالي آهن. کاٻي پاسي ٻه ميزون ٻن ڪلارڪن لاءِ. ساڄي پاسي وارو ڪلارڪ گمڀيرتا پوروڪ پنهنجي ڪم ۾ مشغول. کاٻي پاسي وارو ڪلارڪ پاڪيٽ ٽرانزسٽر مان ڪرڪيٽ جي ڪامينٽري ٻڌڻ ۾ مشغول. پٽيوالو وڪيو اڳيان در وٽ اسٽول تي ويٺو، مکيون مارڻ ۾ مشغول. ميرواڻي پرويش ٿو ڪري ۽ واڻڙن وانگر هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو اڳيان وڌڻ ٿو لڳي. ]

وڪيو - (ڇرڪ ڀري) اي .... اي مسٽر! هيڏانهن ڪيڏانهن ڪاهيندو پيو وڃين؟ هي مڇي مارڪيٽ آهي ڇا جو بنا پرمٽ اندر ڪاهيندو ٿو وڃين؟

ميرواڻي - معاف ڪجو ڀائي. مهرباني ڪري ٻڌائي سگهندين، ته جڳهين جون سنڌون ڪٿي آفيس مان ملنديون؟ [ وڪيو ائين ڪڇيءَ جئن ٻت.

ميرواڻي - (ڪيس ڪاهي ڪان ڏونڌاڙيندي) توکي آهيان، ڀائي. چپن کي چلو لڳايو اٿيئي يا ڪنن ۾ ڪپهه وڌي اٿيئي؟ [ وڪيو منهن گهنجائي، ڪنن ۾ پيل ڪپهه ڪڍي، ڏيکاري، 'ها' ۾ جواب ٿو ڏئي. ميرواڻي اڳيان وڌڻ ٿو لڳي. ]

جڏهن ننڍي ٻچڙن کي جهلي ڪري مٿي کڻي ورتو ۽ چارڻ جي ٻار جي مٿي تي ”ٽيلو“ هڻي ڪري ڪيس آسيس ڪري ڇڏيو.

چارڻي ٻار وڃي ديسا پر ڏسندڙن جي ڏندين آڱريون لڳي ويون. محل جي ماڙيءَ جي جهروڪي کان هيٺ تائين هٿ ننڍو ٿي ويڻ، اهو هڪ ڪرشمو هو. ماڻهو کيس مهاشڪتي ڪري پوڄڻ لڳا.

راڻيءَ ننڍي ٻارن کي جهلي ورتو هو. سنڌيءَ جو ”جهلي“ اکر گجراتيءَ ۾ به ساڳي معنيٰ او رکي. موسي جي ملهن مان ٻچايل ۽ جهلي ورتل انهن ننڍي ٻارن کي ”جهالا“ چيو ويو. تڏهن کان سندن ونش جهالا سڏايو. ٻئي طرف ڪمريا ونش جي چارڻ جو اهو ٻار، جڏهن کي راڻيءَ مٿي تي ٽيلو هڻي بچائي ورتو هو، اهي ان بعد ٽاپريا چارڻ سڏائڻ لڳا.

انهن سنڌ جا سوڍا ونشي مڪواڻا راجپوت ڪاٺياواڙ ۾ جهالا سڏايا. هرپال ديو ڪل پرش لکيو ويو ۽ راڻي ڪل ديوي لکي ويئي.

هرپال ديو کي ٽي راڻيون هيون. سولنڪين جي ڌيءَ شڪتي ديويءَ مان پيدا ٿيل اولاد جهالا سڏايا. ٻي پارڪر جي سوڍن جي ڌيءَ راڄ ڪنور راڻيءَ مان پيدا ٿيل اولاد مڪواڻا سڏايا.

هيءَ سموري ڪهاڻي ٻارهين صديءَ جي آخر ۽ ٻارهين صديءَ جي شروعات جي آهي.

انگريز تاريخ نويس ايچ ولبر فورس بيل جي لکڻ موجب اڳتي هلي جهالا ونش جون ڇهه شاخائون پيدا ٿيون. هرپال ديو جي پٽ منگاجي ۽ سندس اولاد لمبڊي عرف راڄ ڪيو ۽ اتان جا جهالا سڏايا. ٻوني چندر سنگهه، جو هلوڊ ڌانگڌرا مٿان راڄ هو. ان جي پٽ سلطان سنگهه، وانڪانير قبضي ڪيو ۽ گادي برپا ڪئي. سلطان سنگهه جي ڀاءُ راجو جي وڏوڙٺ ۾ گادي برپا ڪئي ۽ سائلا جي ڪاٺين (ڪاٺياواڙين) کي هارائي ڪري سائلا چوٽيلا مولي، لان ڳڙهه قبضي ڪيا. ڪي جهالا راجستان طرف هليا ويا ۽ راجستان ۾ جهالا راجپوت سڏائڻ لڳا.

ڪاٺياواڙ جي اها ايراضي جڏهن مٿان سنڌ جي مڪواڻن راڄ ڪيو. ان علائقي جو نالو ئي مشهور ٿي ويو جهالاواڙ. ضلع سريندر نگر.

جهالاواڙ جو هي علائقو گجرات عرف لکتر ويرمگام تائين، ڪڇ عرف ڌانگڌرا هلوڊ تائين، ٻاولنگر ضلع عرف لمبڊي رانپورا تائين ۽ راجڪوٽ ضلع جي وانڪانير تائين ڦهليل آهي.

هن سموري علائقي مٿان، آزاديءَ تائين، سنڌي راجپوتن جو، جهالا گوراڻي نالي راڄ رهيو هو.

7/12, Junction Plot, Rajkot – 360001

ڀوٽ تي ضابطو آڻڻ ۽ سولنڪي راجا کي دهشت مان ڇوٽڪارو ڏياريو. راجا خوش ٿي ڪري هڪ رات اندر، راڄ جي جنهن ايراضي قبضي ۾ ڪري سگهي اها اُن کي ڏئي ڇڏڻ جو وچن ڏنو.

هرپال ديو پرتاپ سنگهه سولنڪيءَ جي ڌيءَ شڪتي ديويءَ سان شادي ڪئي. شڪتي ديويءَ کي روحاني شڪتي حاصل ٿيل هئي. هرپال ديو بابري ڀوت ۽ پتنيءَ جي مدد سان هڪ رات ۾ ۲۳۰۰ ڳوٺ قبضي ۾ ڪيا. سولنڪي راجا وچن موجب اُهي هرپال کي ڏئي ڇڏيا. سولنڪي راڻيءَ کي لڳو ته راڄ جو چڱو حصو هٿن مان نڪري رهيو آهي. اهو محسوس ڪندي، هرپال ديو راڻيءَ کي ڌرم جي ڀيڻ ڇئي ڪري، کيس ۵۰۰ ڳوٺ واپس ڪيا ۽ باقي ۱۸۰۰ ڳوٺ پنهنجي قبضي ۾ رکيا ۽ هلوڊ ۾ راڄ گادي برپا ڪئي.

سنڌ جي نگر پارڪر ايراضيءَ جتي مڪواڻن جو راڄ هو اُتي هڪ مشهور تلاءُ هو، جنهن کي جهيل چوندا هئا. ڏيهي ماڻهن هن راجا کي جهيل وارا ڪري سڏيو ۽ مڪواڻا راجپوتن ۾ پنهنجي وطن جي ياد ۾ پاڻ کي جهيل وارا جهالا سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪيو. انهن سنڌ جا مڪواڻا ڪاٺياواڙ جي هن علائقي ۾ جهالا سڏائجڻ لڳا. وطن جي ياد ۾ مڪواڻن سنڌ جي ٿلا ڳوٺ جي نالي هيٺ به ٿلا ڳوٺ برپا ڪيو.

چارڻن پنهنجين ڪوتائن ۾ اِن ڳالهه جي پشتي ڪئي آهي ته مڪواڻا سنڌ کان آيا ۽ ڪاٺياواڙ ۾ جهالا چوائجا. هنن ڪوتائن ۾ انهن "جهل راڻا" ڪري ڪوٺيو آهي. مانڊلڪ ڪاويه ۽ ناگرڪ پرچارڻي ڪتابن ۾ وري انهن "جهليشور" چيو ويو آهي. گجرات جي تاريخ نويس شمڀو پرساد ديسوائيءَ "سوراشٽر جو اِتهاس" ۾ اِن حقيقت جي پشتي ڪئي آهي.

هن تاريخي حقيقت کانسواءِ هن گهراڻا سان هڪ شرڌا ڀري لوڪ ڪٿا به جوڙيل آهي. چارڻن جو چوڻ آهي ته راڻي شڪتي ديويءَ ۾ روحاني شڪتي هئي. هڪ دفعو هوءَ محل جي جهروکي تي ويٺي هئي. سندس ٽي پٽ سوياجي، منگلاجي ۽ شيکراجي هيٺ راند ڪري رهيا هئا. هنن سان گڏ چارڻ جو پٽ به راند ڪري رهيو هو. ايتري ۾ هڪ پاڳل هاٿي چوطرف کان ڀڄ ٻاهر نڪرندو ڊوڙندو آيو. ماڻهو ڀڄڻ لڳا ۽ شور وڌي ويو. راڻيءَ شور ٻڌي جهروکي کان هيٺ نهاريو. کيس لڳو ته هيٺ راند ڪندڙ چئني ٻارن مٿان خطرو اچي رهيو آهي. چارئي پاڳل هاٿيءَ جي پيرن هيٺان چيڀاڄي ويندا. راڻيءَ پنهنجي شڪتيءَ جو استعمال ڪندي پنهنجو هٿ ايتري حد تائين ڊگهيڙيو

# سنڌ جي مڪواڻا راجپوتن

# ڪاٺياواڙ ۾ جهالا راڄ گهراڻو برپا ڪيو

جيئنت ريلواڻي

[ ڪاٺياواڙ جا مکيه چار علائقا آهن، ۽ چئن ضلع آهن. سورٺ، هالار، جهالاواڙ ۽ گوهلواڙ انهن چئن علائقن مان ٻهرين ٽن علائقن مٿان وقت به وقت، صدين کان سنڌ جي الڳ الڳ گهراڻن جو راڄ رهيو آهي.

سورٺ ۾ سنڌ جي چڙاسما گهراڻي جي راجپوتن جو راڄ رهيو هو. جهالاواڙ مٿان سنڌ جي مڪواڻا راجپوتن جو هالار، جنهن ۾ ڄامنگر، راجڪوٽ، موربي ۽ گونڊل جهڙا مکيه شهر اچي ٿا وڃن. ان مٿان سنڌ جي سما گهراڻي جي راجپوتن جو راڄ رهيو هو. سنڌ جا سما ”ڄام“ به چيا ويندا هئا ته ڪڇ ڪاٺياواڙ ۾ جاڙيجا چيا ويندا هئا. خود راجڪوٽ جو نالو به هڪ ”راجو سنڌي“ نالي جي ياد ۾ پيل آهي ته ڄامنگر ۾ سسئي پنهو جي ياد ۾ ندين جا نالا به رکيل آهن.

هن ليک ۾ سنڌ جا مڪواڻا راجپوت ڪاٺياواڙ ۾ جهالا ڪيئن سڏايا ۽ ڪاٺياواڙ جي وڏي ايراضي جهالاواڙ مٿان ڪيئن پنهنجو راڄ برپا ڪيو. آوري ۾ اهو احوال ڏنل آهي.]

سنڌ جي مڪواڻا راجپوتن ڪاٺياواڙ جي جهالاواڙ علائقي مٿان پنهنجو راڄ برپا ڪيو ان پٺيان دلچسپ لوڪ ڪٿا ۽ تاريخي حقيقتون جڙيل آهن.

سنڌ ۾ مشهور ۽ بهادر راجا همير سومري جو راڄ هو، تن ڏينهن ۾ نگر پارڪر ڀرسان لا ايراضيءَ ۾ ڪيرنٽي ڳوٺ تي ڪيسرديو مڪواڻا جو راڄ هلندڙ هو، ڪيسرديو ۽ همير وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيندي لڙائي لڳي جنهن ۾ مڪواڻا راجپوتن جي هار ٿي. گادي وڃائڻ بعد ڪيسرديو جو نڍو پٽ هرپال ديو مڪواڻا گجرات جي پاٽڻ راڄا وٽ هليو ويو.

پاٽڻ جي راڄا سان هرپال ديو جي دوستي هئي. پاٽڻ جي سولنڪي راجا مٿان بابرو ڀوت جي ڌمڪي ڇانيل هئي. هرپال ديو پنهنجي طاقت ۽ تنتر وديا سان بابري

فرشتن جا خيما مون سمجهيو آهي جن کي،
هئا سي تہ شيطان جا شاميانا.
ليڪن انهن جون ڪلاڪن انجوڙيون،
سڀئي علم وارا جا خالي خزانا.

پر هن حالت ۾ بہ مان جڏهن خورد اهڙي ڪٿي، پارتيءَ جي ڪوتا ۾ جهانڪيان ٿو، تہ هو مونکي هڪ رومانٽڪ شاعر ۽ هڪ نيڪ ۽ ايماندار شخص نظر ٿو اچي، جنهنکي سياست، ڪاريءَ بازار، ڪوڙي ڌرم ۽ پروپي هلت کان نفرت آهي. اهو ئي آهي سندس آدرش ۽ اها جهڪي بہ خيال الس اهي هڪ ئي سڀ جا جدا جدا ڪرڻا، الڳ الڳ رنگن ۾ آهن.

ٿوري ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ پارتي هڪ اعليٰ درجي جو شاعر آهي. نقلي نہ پر اصلي شاعر آهي. پارت ۾ هو سيلي کان وڌيڪ اوڪيرو، شاعر آهي، ۽ سندس اوائل جو اپوءِ لڪل آهي. هو سنڌي ڪويتا ۾ موڙ آڻيندڙ شاعرن مان هڪ آهي. ميناج موسيقيءَ ۽ روانيءَ ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندس ڪوتا جو ڪئنواس تمام ڪشادو آهي، جنهن ۾ گيت، غزل، نظمون، لاڏا، فلمي گيت، سنگيت روپڪ، مذاقي مزاح، ٽلڙي تير وغيره آهن ۽ ايڏو ڪشادو ڪئنواس، هند توڙي سنڌ ۾، ڪنهن بہ سنڌي شاعر جو ڪونہ آهي.

*

17, Maitri/Ward 3-A, Adipur Kachchh-370205

ڪافي چڱي نه پوءِ سڏس غزل گهڻو ڀل موتيءَ وانگر لڳي پوندو. مسدس نظمن ۾ به
ڪٿي ڪٿي ٻيٽ پلڪ جو دوش نظر اچي ٿو، پر اهي مسدس ڪچايون نظر انداز ڪري
سگهجن ٿيون. ڪٿي وري ڪن مصرعن مان پورو ارٿ چٽي ڪونه ٿو سگهي. مثال
طور، هن هڪ هنڌ لکيو آهي "سکيا سرءَ لڳن مڌ ماس" مطلب اٿس ته مڌ ماس جو
سمو بدلجي سکيو سرءُ ٿي پيو آهي. پر ان جو اُلٽو ارٿ به نڪري سگهي ٿو ته "سکيو
سرءُ به، موٽي مڌ ماس وانگر لڳي ٿو." ان ۾ ٿوريءَ بدل سدل سان صحيح ارٿ
نڪري سگهي ها. ارٿ مثال طور: "سکيو سرءُ جيان مڌ ماس" لکي ها ته وزن به نه
ٽٽي ها ۽ ارٿ ۾ به اڻ ٺهڪائي ڪانه ٿئي ها. پر هنن اهڙن ڪچاين جي ڪري به
ڀارتي ڪويءَ جو اوچو اِستان جنهن جو تنهن قائم رهي ٿو.

ڪن شاعرن کي خاص ويچارڌارا يا ڪو خاص آدرش ٿيندو آهي. اهي شاعر به آهن
ته مفڪر به آهن، پر هرڪو شاعر مفڪر ڪونه ٿيندو آهي. "غالب" شاعر هو پر مفڪر
ڪونه هو. اقبال شاعر به هو ته مفڪر به هو. هو ڀارت ۾ ونڊوگس جو ٻج ڇٽي ويو،
جنهن ٻج مان اوڙهن سال پوءِ، پاڪستان جو وڻ پيدا ٿيو. ٽئگور به هڪ مفڪر هو.
ان اپنشدن جو آواز گونجايو. سنڌ جي شاعرن کي سنڌ جي آزاديءَ جو آدرش آهي،
جنهن ڏي هو وڌي رهيا آهن. پر ان آدرش جي همٿ ڪري، هو شاعر ڪونه ٿي پيا؛
ڇو ته غير شاعرن کي به آدرش ٿيندا آهن. ڀارتيءَ جي ڪوتا ۾ مونکي ڪابه خاص
ويچارڌارا نظر ڪانه اچي ٿي. هو هڪ ڪوي آهي ۽ ڪوي بس ڪوي بڻجي رهي ته،
اهو ڪافي آهي. هڪ ڪوتا ۾ لکي ٿو:

"رچ رچ سڀ ساگر مون ٿيا
سچ سچ ست ٿيي آڪاس،

ٻيءَ ڪوتا ۾ هو لکي ٿو:

بهار پر ڏيا هي پکواڄي پل - ميلديءَ رتڙيءَ رات ملڻ جي."

ٽينءَ ڪوتا ۾ هو ڪامپيوٽر ۽ دسکو جون ڳالهيون ٿو ڪري، ته چوٿينءَ ۾ هو ڪٺي
جي ڪلب ۾ ڪافيءَ جو سواد وٺي رهيو آهي. هڪ ڪوتا ۾ لکي ٿو "ڏيڍهن سارو
اڀون ٿا ڪٺن شام جو - لاش پلهنجو ڪلهن تي کڻي ٿا اچون" ته، ٻئي هنڌ لکي ٿو:
"بهار ملڪڪ لڳي پدن ۾، ڳلن چمن تي گلاب پوکيون." اڃا به ٻئي غزل ۾ هڪ نئد
اڪڙي اِنقلابيءَ جو جهڙو آواز ڪنن تي پوي ٿو.

پارتيءَ غزلن ۾ ٻه ڀاڱا ڪي ايترو موڪيو آهي، جيترو ڪيترن ۾. "شيشي جا گهر" ۾
پارتيءَ جا ٽيهه غزل آهن، جي ڪيس پارت ۾ جيڪي پهريان پنجاهه بهترين سنڌي
غزل گو شاعر آهن، انهيءَ جي قطار ۾ اوچي ڳاٽ ڀيهارين ٿا.

نئين خيالات، چست قافيا ۽ رديف، ٻوليءَ جي رواني، اهي سڀ ڳالهيون پارتيءَ
جي غزلن ۾ موجود آهن. سندس هيٺيون غزل سنڌيءَ جي بهترين غزلن مان هڪ آهي:-

دليل جا دل ۾ باب پوکيون — سوال پوکيون جواب پوکيون
ستارا اونده ۾ لٽي نه سگهندا — اماس ۾ آفتاب پوکيون،
بهار مهڪڻ لڳي بدن ۾ — گلن چمن تي گلاب پوکيون.
ڪلر ٻٽيو قلب، روح رڻ پٽ — ڪلر ۾ ڇا ڇا جناب پوکيون.

هن غزل ۾ نهايت ئي ڏکئي رديف سان، خوبيءَ سان نباهيو ويو آهي.

سندس غزلن ۾ سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي به چاشني آهي، پر اُن جو رنگ ڍنگ
بلڪل نرالو آهي.

مومل ڪاڪ محل جي ڪوئي تي وڃي آ،
نوت ڏئي ڪجهه نقلي راڻو، رات رهي ويو،
هاڻوڪي دور جي رنگ ۾ هو لکي ٿو:
ونشا وانگر پنهنجي پارولي ڇهري تي،
ٿڦيو سياست هو جيڪو، سو رنگ لهي ويو.

پارتي، سرڪاري دفتر ۾ ملازم ٿي رهيو آهي. اُن زندگيءَ جون ڪجهه سمرتيون
سندس غزل مان ليئا پائي رهيون آهن. هوَن به ادب آهي نئي زندگيءَ جو آئينو.

پيلا ڪاغذ، ڪمرا، ڪرسيون، مئزون منشين جا مانارا،
آهه پگهار ته بانس ڀگهر جي، ٽي-اي، ڊي-اي ماڪيءَ لارون.

مانارن سان ڪڏ ماڪيءَ جون لارون لفظ استعمال ڪري شاعراڻيءَ نسبت سان خوب نباهيو
آهي ۽ زندگيءَ جو عڪس به پيش ڪيو آهي. اڳتي هلي، ساڳي غزل ۾ لکي ٿو:

ڪري چڪا ايجاد ايڪس-ري، اهڙو ڪو تسڪر واپاري،
هٿ جو مال هٿي ٿو ڏسجي، سيمائن جي آرون پارون.

هن بند ۾ ايڪس-ري ۽ آرون پارون ڏسڻ جو ميلاپ نهايت ئي شاعراڻو آهي. هن
لکڻ جو مطلب اهو ناهي ته پارتيءَ جا غزل خامين کان ٻاهر آجا آهن. پارتيءَ کي قافين
سان موهه آهي ۽ اُن موهه ۾ قاسي، هو اڪثر ضرورت کان وڌيڪ لمبا غزل لکي ٿو، جن
۾ عام رواجي خيال به اچي وڃن ٿا، جيڪڏهن اهو موهه ڇڏي، غزلن جا ڪجهه بند

ظاهر آهي ته گهاڙيٽي توڙي ٻوليءَ جي لحاظ کان هيءُ گيت آهي. خيال ۾ خاص
اونهائي نه به هجي، پر گيت ۾ اونهائيءَ کان وڌيڪ اُڏام جي ضرورت آهي؛ ۽ هن گيت/
نظم جي ٻولي کيڏي نه پياري آهي. انو پراس يعني Aliteration جو استعمال به کيڏو
نه پيارو آهي.

”چمڪيا چت ۾ چلب هزارين، ڇهري تي چوڏس چانڊاڻ“ هن هڪ ٻي سٽ ۾
(6) لفظ آهن جي ”چ“ اکر سان شروع ٿين ٿا، ساڳيءَ طرح ”مهڪيا مهنجي من ۾
موتيا“ پنجن ئي لفظ ”م“ اکر سان شروع ٿين ٿا ۽ اهو استعمال نقلي زور ڪيو ناهي،
پر اصلي ۽ سڀاويڪ آهي. وڏي ڳالهه ته ڪو به ڀاري لفظ ڪتب ڪونه آندو ويو آهي ۽
مڙني گيتن توڙي نظمن ۾ هڪ به ماترا ڪيرائي ڪانه وئي آهي ۽ بنا ڪوشش جي
ماترائون هڪ ٻئي سان پنهنجو پاڻ ٺهڪي ڦهڪي بيهن ٿيون، هوبهو ائين جئين ميران،
سورداس، ڪبير ۽ تلسيداس جي ڪوتا ۾. هن هڪ خوبيءَ جي ڪري ڀارتيءَ جي
گيتن کي ڳائيندي، ذرا به تڪليف محسوس نه ٿيندي ۽ پڙهندڙ ائين محسوس ڪندو
ته هو ڪنهن سنگيت مئي نديءَ جي لهرن ۾ وهنجي، تن من کي سيتل ڪري رهيو آهي.
پڙهندي پڙهندي ڪيس جهرڻي جي جهر جهر جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو. سنڌي ٻوليءَ ۾
قافيا يعني Rhyming Words پنهنجو پاڻ پيدا ٿي وڃن ٿا. مثال طور، هيءَ هڪ سٽ:

مرڪو، شهري، ڏيلهو زهري، ماري ڦهري ڏنگ،
شهر کان بهتر ٻانيان جهنگ

هڪ ٻي سٽ ۾ پنهنجو پاڻ شهري، زهري ۽ ڦهري قافيا پيدا ٿي ويا آهن ۽ وڏي
ڳالهه ته هيءَ ٺاهي قافيا بندي ڪانهي ۽ معني وارا لفظ خيال جي تاڃي پيٽي ۾ ٺهڪي
بيهن ٿا. ٻوليءَ جو هيڙو ڪرشمو، سنڌي شاعريءَ ۾ صرف شيخ اياز جي شروعاتي
شاعريءَ ۾ ملي ٿو.

ڀارتيءَ جي ڪوتا ۾ هيءَ به خوبي آهي ته موسيقيءَ جي موج ۾ پڻ ٻوليءَ جي
وهڪري ۾ به هوءَ خيالات جي پلاند کي پڪڙي بيهي ٿو ۽ نهايت نين نياريون تشبيهون
ڪتب آڻي ٿو. مثال طور گيت نمبر (1) ۾

ڪڇن ته ڪنو ٽيون، جهڪن ٿا جهرڻا،
ناز - ناز ۾ نياز - ٻڌو مون اکڙين جو آواز

عام طور شاعر اکڙين کي گونگو ڪري سمجهندا آهن، پر ڀارتي اکڙين جو آواز ٿو ٻڌي!
ڪتب آندل تشبيهون نيون يا نياريون ڪونه آهن، بلڪل ساديون ۽ عام آهن پر اهڙي

جي هي گيت جنگ جي ميدان تي ڳائجن ها ته ولولو مچي وڃي ها، پر افسوس اهو آهي ته اهي ترانا لکيا پيا اڻ ڇپيل ۽ اڻ ڳاتل ئي رهجي ويا. ڇا ته قسمت آهي اسانجي سنڌي ٻوليءَ ۽ جاتيءَ جي.

پارتيءَ جي ڪوتا جو هڪ اهم پهلو آهي ٻال گيت. ڀارت ۾ آزاديءَ کانپوءِ گذريل ٣٣ سالن ۾ ٻال گيتن جا هڪ ٻن ڪتاب به مشڪل نڪتا هوندا. تن ۾ به سٺي معيار وارا چار پنج مس لڀندا. انهن سڀني ۾ گوورڌن جو "لاتون" ڪتاب هڪ مکيه مجموعو آهي. اهي گيت هن ڀائو فتحچند واسواڻيءَ وٽان اتساهه ملڻ تي ئي لکيا ۽ اهو ڪتاب هن شد مد سان سهڻن چترن ۽ ڇپائيءَ سان 1958 ۾ شايع ڪرايو ۽ اُن ڪتاب جو مهاڳ به هن صاحب خود ئي لکيو. ساڳيو ڪتاب ٻيهر ڇپجي 1982 ۾ ظاهر ٿيو. پارتيءَ جي ٻال گيتن تي هڪ الڳ مفصل ليک جي ضرورت آهي، پر نموني طور سندس هڪ گيت ٿي پيش ڪجي ٿو. عنوان آهي "جهرڪيون".

هن ٽاريءَ تان، هن ٽاريءَ تي - ليڪ ڏيئي اڏون ٻر واريءَ تي،
ٽپڪ ٽپڪ ٽپون ٽپن جهرڪيون - چون چون چهن چهن ڳائن جهرڪيون
پيٽ اندر ٻڪ ڏاڍي آهي - هڙ ۾ ٻيو پائي ناهي،
ويهي ٻڙ ۾ پچائن جهرڪيون - چون چون چهن چهن ڳائن جهرڪيون.

ٻارن جون ٻوليون، ٻارن جا ويچار ۽ اُڏ ساهه ٻوليءَ ۾ آوازي لفظ اهي ئي مکيه چيزون لڀنديون آهن، هڪ سٺيءَ ٻال ڪوتا ۾ ۽ اهي سڀ گوورڌن جي ڪوتا ۾ آهن.

گوورڌن جي ڪوتائن جو سنگرهه "شيشي جا گهر" 1988 ۾ شايع ٿيو آهي جنهن تي ڪيس ساهتيه اڪاڊميءَ جو انعام مليو آهي. اُن ۾ گيتن سان گڏ، ٻهريون ڏنهو نظمن ۽ غزلن ۾ به هن پنهنجو جوهر ڏيکاريو آهي، ۽ صحيح روپ ۾، ڀارت جو هڪ مکيه سنڌي شاعر پنهنجي اهڙي اُڀو آهي. هن مجموعي ۾ هن ٻيهر ثابت ڪيو آهي ته هو گيتن جو گرو شاعر آهي ۽ گيتن جي صف ۾ هو سڀني کان اڳرو آهي. تنهن کانسواءِ ڪتاب ۾ اهڙا نظمون به آهن، جن ۾ به گيت جو هڳاءُ آهي ۽ پتو نه ٿو پوي ته انهن کي هن نظمن جي بدران گيتن ۾ ڇو نه شمار ڪيو آهي. مثال طور سندس هڪيءَ اهم:-

تنهنجي ياد - تنهنجي ياد / ياد ڪئي آ دل آباد
مهڪيا مهڪيا من ۾ موتيا - ساهه ساهه ۾ آ سرهاڻ،
چمڪيا چت ۾ چنڊ هزارين - چهري تي چوڏس چانڊاڻ،
تن من سرهو، جيون شاد - تنهنجي ياد - تنهنجي ياد.

تنهنجا وار ڦلوڊي جهڙا، چوٽي نس پس نوڙي،
تنهنجا ڪن ڪچوڙيءَ جهڙا، تنهنجو نڪ پڪوڙي،
ڏاڍو تنهنجو بلڪل نوڙهو، ڏاڍي تنهنجي نوڙهي،
اڙي ٻول ڙي مٺيري - ڇو ٿي ايڏي پائين ڦوري.

۽ "هي ڪينهوڻڙو" گيت ڪهڙو نه پيارو آهي.

منهنجو ڪينهوڻڙو امان آهي اهڙو جهڙو چوڏهينءَ چنڊ،
سوپل سان موهل ملي، ڪير اندر جڻ ڪنڊ. ڪينهوڻڙو ڏي امان،

اڳتي هلي ڪينهونءَ جي پيٽ ڪنول ڦول، سوني سج، لال انار، سيتا ڦل سان ڪئي
آئس ۽ هر هڪ سان سهڻي قافيه بندي ڪئي آئس. هن گيت ۾ شاعري گهٽ پر سنگيت
سرس آهي.

افسوس اهو آهي ته اسان کان سنڌ کسجي وئي آهي ۽ خبر ناهي ته اسانجا پٽ
پوٽا سنڌي ڳالهائي سگهندا يا نه، پر جي اسانجون حالتون نارمل پيدائش سچاويڪ هجن ها.
ته اسانجا ٻار هي گيت پڙهي جهومن ها. ارمان ته اهو آهي ته ڀارتيءَ جون ساديون پر
پياريون رچنائون سنڌ ۾ پهتيون ئي ناهن.

ڀارتيءَ جو گيت "لال جا جهاڙي" صرف ڪل مسخريءَ جي ڀاو ۾ نه، پر جي
سنجيدگيءَ سان پڙهبو ته معلوم ٿيندو ته شاعر ڪئن نه ويهي ننڍي ٻار جي اُمنگن ۽
اُڏمن جو حقيقي فوٽو اسان اڳيان پيش ڪيو آهي. ٻار ڀڳوان يا جهوليلال کان ڇا گهرندو؟

ٻلي کي ٻوٽ ملندو - سنڌوءَ کي سوٽ ملندو،
ڪمليءَ کي ڪلٽلو ڪنڌلو ڪارو ٻتڪوت ملندو،
جهامن جي ڀر ٻي جهولي - مر چوءَ کي ملندا مال-
جهولي لال جهولي لال.

ڀارتيءَ جا قومي نغما ٻه لک لهن. جي هنديءَ ۾ پاٺ تر جمو ڪري ڇپائيندو ته هو
ڀارت جي مکيه راشٽريه ڪوين مان هڪ لمڪجنگ ۾ ايندو. چين جي حملي وقت هن لکيو:-

هماليه جي چوٽي ۾ هاڻ - گهڙي آيو آهي شيطان،
ڏسو شو شنڪر جو ايوان - بڻيو آهي گويا شمشان،
وري نوڙي اُتر جو دوار - ڪري شايد دشمن ٻيو وار،
جوانو هوشيار - جوانو هوشيار.

اڱڻن جا اڱوان، اسانجا اڱڻن جا اڱوان
اڱڻن جا اڱوان، اسانجا پٽڻن جا اڱوان
پاڻ نه ويهندا پاڻهي پسر، کائيندا پڪوان،
نقلي جهرن ساڻ سهمي سيٺا مڙس ملوڪ لڳن ٿا،
اهي مڙيئي ٻُڍڙا ٻوڙها، ڪلها لوڙها پڪ لڳن ٿا،
چيلن جمچن خواهه خوشامدڙين جا ٿـي خواهان ۔ *

هڪ ٻيجوڙ شاديءَ تي هي مذاقي گيت، سچ پڇ ته هڪ گهائيندڙ گيت آهي:

ماهي ڪٺي ڪڻن مائٽي او امان، ڪاڪي ڪڻن ڪئي مائٽي او امان.
للڙ للڪڙي گهوٽ سان (او اما) لهلڏي ڪڻن لائون،
ڙي امڙ، ڪڻن جوڙيو جوڙ جڏن سان.
سرتيون ڇا چونديون، حيڏيون ڇا چونديون،
ڙي امڙ، ڪڻن وڃهلد بس وات وڏن سان.
برسي بوند نه باغ ۾ (او اما) باغ ڦري اها پت،
زالون سڙهڙيون بلڊريون (او اما) مڙس ڏکها چٽ اُٺ،
امڙ ڙي اڙيو انگ الن سان .... ماهي ڪٺن ڪئي مائٽي .... *

هڪ ٻئي مذاقي گيت ۾، لوڪ سڀا ۾ اسانجي معمرن جو چٽو عڪس آو چٽي:-

هن جي لوڙهه تـه هن جو اونڌو / ٻن ٻئسي ٻهلڪ لهه رونشو،
هن جا هڏ ڪـڏ، هن جو ڏيلهو / مڙس ملنگ، ملنڌ ۾ ملندو،
هن جي چوٽي، هن جي ڏاڙهي / عقل جا الڏا، مڙئي الاڙي،
هن جي چاڙهڻ، هن جي چاتي / خوش لي کيل ڏسو خمرالي.

اُن ساڳي گيت ۾ اسانجي ديش ۾ نمپ نمپ تي جهڳڙا رڳڙا ڪئن ٿا ٿين، انهن جي هڪ حقيقي تصوير، پارتي هئن آو چٽي:-

نهر، نديءَ، سرحد تي جهڳڙو - ٻئسي، ٿالي، پد تي جهڳڙو،
گاديءَ تي مسلد تي جهڳڙو - روپ، رنگ ۽ قد تي جهڳڙو،
دونيءَ ۽ پاڻيءَ تي جهڳڙو - لونيءَ ۽ چاڻيءَ تي جهڳڙو،
ٻوليءَ تي پاڻيءَ تي جهڳڙو - ويدن جي واڻيءَ تي جهڳڙو،

پارٽيءَ جي کل چرچي ۾ ه. شاعري اُڌري ٿي ٻيهي، توڙي سندس تشبيهون، ڪن کي غير شاعرائيون لڳن، پر مونکي اهي مذاقي تشبيهون سٺيون ڳهون لڳن، گيت ۾ منڊو (چوڪرو) معيريءَ (چوڪريءَ) کي چوي ٿو:-

وجهي سگهيو آهي، اِها مڃڻ جهڙي ڳالهه آهي، پر سندس اِهن آزاد ڪوتائن ۾ به دل کان وڌيڪ دماغ حاوي آهي. گوورڌن جي ويچار ڌارا بلڪل نئين ۽ وقت سان همقدم ٿي هلڻ واري آهي. اڄ جي رشوتي دور کي هُو قدرت جي ڪارخاني ۾ ڏسي رهيو آهي.

رات رشوتخور آفيسر هُئي / سڀ جي سي بي آءِ مخفي جاچ ۾ / ڪيس سگهه
سوڌو جهليو / ۽ ڏينهن جي سرڪار جهٽ هلڪي ڪيو ڊسمس / تڏهن ٿي
رنج ٿي بلڪل نه رات / هن لڪي سڀ کان، هلائي ڪنڊ ۾ ڪاري بزار / *
بليڪ مارڪيٽ، سي بي آءِ جي مخفي جاچ، سگهه سوڌو پڪڙڻ، اهي سڀئي لاءِ

نيون تشبيهون ۽ سهڻا اِشعارا آهن پر هن ڪوتا تي دل کان وڌيڪ دماغ جو اثر آهي ۽ دماغي اثر جي ئي پيداش آهي نئين ڪوتا آهي. اها ئي ڳالهه آهي ته هيمنر نئين ڪوتا ڪوتائون جيڪي "تنهائي ۽ ڪوڙو دونهون" سنگره ۾ آيل آهن، اسان کان لڳي پڳي بلڪل ختم ٿي چڪي آهي ۽ ساڳين سببن جي ڪري گوورڌن جون ڪئين وري چڪيون آهن ۽ ڏيڻ به ائين گهرجي جو ته هي ڪوتائون سندس ذاتي فطرت مان اُپريل نه آهن. پر هن ساڳي مجموعي ۾ ڪي ڪوتائون اهڙيون به آهن جي دل جي پيداش آهن، پر ته به اُهن تي دماغي ٺپو لڳل آهي. سندس اهڙاون ڪوتائون مزيدار آهن. هڪ اهڙي ڪوتا جو مثال :- ڪوتا جو عنوان آهي ”برکا :-

رات وري هڙ نت ڪت نيڊگر / ڇيل ڇبيلي، مستاني البيلي ڇوري /
ڪجل لڳائي / نوُرا پائي / ڇم ڇم ڇم نچندي ٿپندي /
ٿهه ٿهه ٿهه کلندي ٽلندي / مون در آئي /.

ظاهر آهي ته هن ڪوتا ۾ ٻولي گيت جي پڪڙ ٻولي آهي، پر نواڻ جي موه ۾ گوورڌن هن ڪوتا کي بي قافيه بڻائي ڇڏيو آهي، توڙي هُو قافين جو ڪرو شاعر آهي ۽ الهيءَ ڪلپنا تي ٻڌل هڪ عاليشان برکا گيت لکي سگهي ها.

گوورڌن سنڌيءَ جو هڪ اهم مذاقي شاعر آهي. ٻيا به ٻه ئي مذاقي سنڌي شاعر آهن پر هو انهن کان گهڻو مٿي آهي. سندس ڪوتا ۾ بيهودي مذاق ۽ اجائي ڪل مسخري ناهي، (سواءِ لاڏن جي) پر سندس ڪوتا طنز جون چهنڊيون ڀي پائي، ڇو جو ان جو بنياد سچائيءَ تي آهي :- مثال طور، سندس هيءَ ڪوتا آڱرين جا اکران :-

ڪير آ / هي ڪير آ / جو گهور اونده مان اُلي / مون ڏانهن وڌندو ٿو اچي /
پ.ؤت وانگر آ پيالڪ خونناڪ / ڏؤر لڳيءِ / ويجهو نہ اچ / ويجهو نہ اچ /
ڪير آ / هي ڪير آ / جو جٽ تہ اوهي بوت سان منهنجي بدن تي ٿو هلي/
هاءِ دم گهٽجي رهيو آ / جٽ تہ ڇاتيءَ تي رکيل آ / سؤ مڻن جو بار / يا ڪوئي
پهاڙ / ............ ڪنگهہ / سهڪو / ڪنگهہ / او ڪارڊ ۽ اُلٽي خون جي / هت تہ
چئني طرف ڪريہا موت جو ئي راڄ آ. / *

مون جڏهن هيءَ ڪوتا پڙهي تہ پاڻ کي موت جي ماحول ۾ وڪوڙيل سڪوڙيل
ڏٺم. منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا ۽ ساهہ پو ساڻجڻ لڳم. مان اڪثر ترانشاداڻي ساهتيہ ڪان
ڪنارو ڪندو آهيان، تڏهن بہ ڪوتا کي اڳتي پڙهيم:-

تہ پہ الائي ڪير درد وشراس سان /
هر گهڙيءَ مونکي پڪاري ٿو چوي /
تون نہ مرندين / او مدڙ محبوب شاعر / تون نہ مرندين / *

هي آواز منهنجو ئي آواز هو. هيءَ منهنجي ئي دل جي ڌڙڪن هئي. هي
"پهوس" جو آواز هو، نڪور جو آلاپ هو، اُپلشدن جي گونج هئي، گوورڌن جي هن
چلند تي پڌل آزاد نظم سان اچلند نئين ڪوتا جو جلم ٿيو. ان حساب سان گوورڌن جي
هيءَ ڪوتا سنڌيءَ جي هڪ انهاسڪ ڪوتا ڪري ليکڻ گهرجي.

گوورڌن کي اڪثر لاڏن، فلمن، سنگيت رويڪن ۽ ڪيتن جو شاعر سمجهيو ويندو آهي
سر سدس ڪوتا "سنڌيڪوريم ۾ پورين رات" صحيح نمونــي سنڌي شاعريءَ ۾ مـوڙ
آڻيندڙ ڪوتا آهــي ۽ گوورڌن موڙ آڻيندڙ شاعرن مـان هڪ مکيہ شاعر آهي توڙي هـو
موسيقيءَ جي موج مچائيندڙ ڪوي آهي. سدس ڪوتائن جو مجموعو "تنهائي ۽ ڪوڙ
ڏونهون" (1980) انڙين ئي ڪوتائن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ نئين سوچ جي سرهاڻ
جي ۽ ساڳي وقت ڪيترين ڪوتائون نرش ۽ تلخ آهن. شايد نواڻ جي موهہ ۾ اهي
ڪيترائي ئي ڪوتائون لکيون آهن، پر مان سمجهان ٿو تہ سدس ذاتــي سواءِ هئن
سمجهاڻ جي پار ڪئي مختلف آهي. هـي ڪوتائون گوورڌن جـي پهرين ڪوتائن کان
جدا "نئين ڪوتا" کـي ويجهو آهن. اڳي چلند جي ڇهري جي ٻيہت محدود جـي
نئين شڪتي وهندي هئي ۽ ڪويءَ لهکي هر سنڌي چلند ۾ مکي هئي پر هتي شاعر
هم جو پنهنجي شهر جي مريض مان ڪئي آهي. ستارا سرد لاش آهن ۽ ڪڪر انهن جا
سدا ڪفن آهن نوري وقت ۾ سنڌيڪوريم جو مايوس ماحول هندي من ئـي الٽو اثر

پري، اُڏندي لڏندي)، اُهائي ڪويءَ جي ڀارتي ڪلپنا (جوڳي جوڳڻ، ويراڳڻ، جوڳڻ، ديپ وغيره). منهنجي لڙڻ لڙڻ لرزي اُٿي. ڀارتيءَ جي مقابلي ۾ اڄ ٻيا شاعر ”ڪوي“ قافيه سان ڀري تري ٻري نه پر ”اچي، لڏي، منجهي“ وغيره جهڙا هلڪا ۽ ٻي مرٻي قافيه ڪم آڻن ٿا. مون ڀائو فتحچند ڏي پنهنجو راءِ لکي موڪليو پر هن اُهو گووردن کي نه ڏيکاريو ته متان هن ڇوڪرات شاعر جي دماغ ۾ هوا نه ڀرجي وڃي، پر هن اُها ڪوتا هڪ درسي ڪتاب ۾ درج ڪري ڇڏي. ٻن سالن کانپوءِ 1957 ۾ مان مهيني ڪن لاءِ ڀارت ۾ گهمڻ لاءِ آيس ته گووردن سان ملڻ جو چاهه ٿيو. ڀائو فتحچند منهنجو سونهون سردار هو. هن ئي بيوس سائينءَ کي گمناميءَ جي گوشي مان ڪڍي بيوس جي شاعريءَ کي عام اڳيان پڌرو ڪيو. منهنجا پهريان ٻه ڪتاب ”ڪوڏ“ ۽ هريشچندر به هن 1941 ۽ 1942 ۾ ڇپائي ظاهر ڪيا ۽ مونکي سنڌ جي شاعرن ۾ سنڌو درجو وٺي ڏنو. ساڳيءَ طرح گووردن جي واقفيت به هن ئي اسان سان ڪرائي. ڪيس اُتساهه ڏنئي، ڀائوءَ گووردن کان ڪيترا ٻال گيت به لکارايا ۽ انهن ”لاتيون“ ڪتاب جو جنم 1957 ۾ ٿيو. گووردن شاعر ته اڳيئي هو، پر پنهنجو پاٽ ڪي هن پاٽ ڳولي نه لڌو، پر ڀائو فتحچند ئي کيس ڳولي لڌو. مان اجمير ۾ پهتس ته ڀائوءَ مونکي ٻڌايو ته گووردن کي ٽي. بي. يعني سله ٿي پئي آهي. اڄ سله گهاتڪ بيماري نه به هجي، پر اُنهن ڏينهن ۾ هن مهلڪ مرض مان ڇٽڻ ڏاڍو ڏکيو هو. منهنجن هٿن مان ڪجهه ڪري پيو ۽ هن اڻ ڏٺل نوجوان شاعر لاءِ منهنجو من روئڻ لڳو. ڀائوءَ چيو ته هتان لورو ئي پري ٽي. بي. سئنيٽوريم ۾ گووردن داخل آهي. اُتي گووردن کي هڪ وارڊ ۾ ليٽيل ڏٺم. سئنيٽوريم جو ماحول به مريض هو ته گووردن جو چهرو به موڳو ملول ڏٺم. پر نه، هو مرڪي مليو ۽ خوب خوشمزاجي ڏيکاريائين. مونکي ٻڌايائين ته هيئنر هو خطري کان ٻاهر هو. سندس آپريشن ٿي چڪو هو ۽ اُهو ڪامياب به ثابت ٿيو هو. هيڏي نراشا جي اونداهي واري ماحول ۾ سندس دل آشا جي پرڪاش ۾ وهنجي ۽ مرڪي رهي هئي. سال ڏيڍ پوءِ گووردن جي، اتهاس ٻڌائيندڙ ڪوتا ”سئنيٽوريم ۾ پهرين رات“ ظاهر ٿي.

”چنڊ / پيلو چنڊ / ڏٻرو چنڊ / جڻ سله جو مريض /
دور اولهه جي افق ۾ ويو ٻڏي /
۽ ستارا جڻ ته آهن سرد لاش / هي ڪڪر ڪارا اُنهيءَ جا ئي ڪفن“ *

سنڌيءَ لاءِ هن قسم جي ڪوتا بلڪل نئين ۽ نرالي هئي ۽ سئنيٽوريم جي مريض ماحول سان تز ٺهڪي ٿي آئي. ان ئي ڪوتا ۾ هن موت جي ڀيانڪ تصوير هٿن ڇڏي:

ايڪ

# گوورڌن ڀارتيءَ جي شاعريءَ جو جائزو

هري (دلگير)

هر شاعر گيتڪار ڪونه ٿي سگهندو آهي ۽ ضروري ناهي ته هر ڪو گيتڪار شاعر به هجي. پر ڀارتي اعليٰ درجي جو گيتڪار آهي ته هڪ سٺو شاعر به آهي. ڀارت ۾ هو بهترين سنڌي گيتڪار آهي ۽ شاعريءَ ۾ سنڌي شاعرن جي پهرين قطار ۾ به هو کڙو آهي. هن پنهنجن گيتن سان اسانجي روح کي راحت ڏني آهي ۽ من کي وندرايو آهي ته ساڳي وقت هن شاعريءَ سان اسانجي دل کي ولوڙيو به آهي ته دماغ کي جهنجهوڙيو به آهي.

گوورڌن سان ملاقات ڪئن ٿي، اهو به هڪ عجيب داستان آهي. مان ڀارت جي ورهاڱي ڪانپوءِ به ٻارهن سال (1958 تائين) سنڌ ۾ رهيو پيو هيس ٿوڙي ڀارت ۾ گهمڻ لاءِ ٻه ٽي پيرا آيو به هيس. 1955 ۾ مون ڏي سرگواسي ڀائو فتحچند واسوانيءَ مونکي اجمير مان لکي موڪليو ته توکي وڏي خوشي ٿيندي ته ڀارت ۾ هڪ نئين سنڌي شاعر جو جنم ٿيو آهي ۽ مون ڏي گوورڌن جي هڪ ڪوتا ”راس واڻي“ موڪلي ڏنائين ته مان پڙهي پنهنجو راءِ ڏيان. ڀائو فتحچند گهڻو ڄاڻو نه، پر هڪ اعليٰ درجي جو ساهتڪار ۽ سچو پارکو هو. مون ڪوتا پڙهي ۽ ڪيئي بار پڙهيم ۽ ڇا هو اُن ڪوتا ۾:-

شام ويراڳڻ جڏهن پوشاڪ جوڳڻ جي ڪري،
جوڳڻ جو نٽ ٿي وڃي پشچم پهاڙن کان پري،
نيل مندر ۾ جڏهن ٿو ديپ پهرين ٿي ٻري،
پوءِ ڪو بادل ڏري ٿو سون جي جهولي ڀري،
اُن سمي آڪاس ۾ اُڏندي اچي ٿي راتڙي،
هير جي جهنڪار تي لڏندي اچي ٿي راتڙي.

ڪوتا پڙهي منهنجو من جهومي اٿيو. هن ڪوتا تي سائين بيوس جو پڪو پٽو رنگ چڙهيل هو، توڙي بيوس هن وشيه تي ڪوتا لکي ئي ڪانه هئي. پر اهي ئي ٻٽا اکر نيل-مندر، رات واڻي وغيره. اهي ئي تز ۽ پختا قافيه (ڪري، پري، ٻري،

هڪ ٻي سٽ ۾ ٻي قافيا گيت، ميت ڳيت ڏيان جوڙيا آهن. سڀ شاعر سنڌ جون سرڪيون پڙهندا آهن، پر دلگير جا هيءَ ويچار نوان ۽ حقيقت جي صحيح تصوير آهن:

(۴) سنڌ اسانجي جند هئي، پر ڏکي ڪياسون دور،
توڙي سنڌ - هند گڏجن، ته به موٽڻ نا منظور.

(۵) سنڌوءَ جي ڪلنتي تي، من ۾ گنگا لاءِ هئي پياس،
هاڻي سنڌو درشن لاءِ، گنگا تي اداس.

دريءَ مان، ڪيمه ۾ گايون چرنديون، دلگير جي دل ۾ جي خيال اُڀرن ٿا، سي قابل داد آهن: منظر مؤسم، اُجلي اُس ۾، دريءَ منجهان ڏيدان، گايون ڦر ڦر ڪيمه چرن لهون جيئن من ۾ ويچار با.

دلگير ٻارن لاءِ هڪ پيارو شاعر آهي ۽ سندس ٻال - ڪويتائون درسي ڪتابن ۾ اڪثر شايع ٿينديون آهن. سندس ٻال ڪويتائن جا ٻي مجموعا: (۱) موجي گيمه (ٻيوس سان گڏ) (۲) مزيدار گيت (ڀارت جي تعليمي کاتي طرفان انعام ۾ مليل) (۳) گيمه گلابي چپل ۽ چوڻون "پرولڻون" پريس ۾ آهي. پر هن موضوع لاءِ هڪ الڳ ليک جي ضرورت آهي.

"پل پل جو پرلاءُ" ڪتاب ۱۹۷۷ ۾ ساهت اڪادمي العام حاصل ڪيو. ان وقت نقاد هن مجموعي اڳيان پتڪڙا پاسٽ لڳيا، جو جو هر صنف تي دلگير جي باکيءَ ۽ ڪماليت سان، فني قوتن کي اُجاگر ڪري لکيو. ڏسو سندس غزل جا ٻه بند:

(۱) ويڇوڙي تون ڪٿي لڪل آهين،
ڦهلجي ويو هڳاءِ آهي جٽ.

(يا) دل ورتي دلگير سنڌي تو،
ٽڙڪ اکين مان ٽپڪيو چپ، چپ.

دلگير جي شاعراڻي شخصيت ۽ عظمت کان متاثر ٿي "سنگيتا" جي سمپادڪ شري آنند ٽهلراماڻيءَ دلگير جو خاص سمان الڪ ڇپائي ظاهر ڪيو آهي: "سدا هنجن عوت حيات" عنوان سان، جنهنجو سمپادن ڪاريه شري ارجن حاسد سنڀاليو، جنهن فتو پاڻ ڏيندي لکيو آهي: "پنجن ڏهاڪن کان، يعني کان، دلگير صاحب شعر چئي رهيا آهن. اڄ به پاڪن ئي ڪنهن به شاعر کان، دلگير صاحب کي وڌيڪ سڃاڻن ٿا، ساهتيه سڃاڻپ حاصل ڪري سگهڻ ئي ته سڀ کان مشڪل ڪم آهي؟"

انڪري ٻي موسڪي چوڻو پوي ٿو ته دلگير جي ڪوتا جو ڪئنواس نهايت ئي ڪشادو آهي. هو پنهنجي اُمنگن ۽ احساس کي سبڪ، سلوڻي ۽ سنگيتمئه ٻوليءَ ۾ اظهاري سگهندو آهي. مرڪزي ساهت اڪادميءَ جي انعام ۽ بين العامن جي باوجود، دلگير جي ڪوتا جو ايترو قدر نه ٿيو آهي، جيترو ٿيڻ گهرجي. جي سنڌي ٻاشا دائم قائم آهي ته اڳتي هلي دلگير جو قدر ضرور ٿيندو.

(١) ڏس ستارن جا ڪنول، نيل ڳگن ۾ ٿا ٽڙن،
صبح سان ويندا مري، رات وڃڻ واري آ،
ٻرهه جي هير لئي ڏونداري ستل مکڙين کي،
آئي سرهاڻ تري، رات وڃڻ واري آ.
رات راڻي لئي هنڌ ماڪ جا ڳوڙها ڳاري،
ڏس نظم نير ٻري، رات وڃڻ واري آ. ( ٻل ٻل جو ٻر لاءُ )

پوئين همراندائيءَ لکيو ته دلگير جي ڪوتا ”سنڌو ندي“ پڙندي ٻڌندي چوليون ماريندڙ درياه اچي ملهنجي اکيان ايندو (صفحو ٣١، سدا هجن هوت حيات).

جماليت جي جهلڪن ڪانسواءِ ڪوتا بسي بسي پئي لڳندي آهي. دلگير وٽ جماليت جون جهجهيون جهلڪون موجود آهن، جنهن ڪري سندس ڪوتا ٽڙندڙ گل وانگر جٽ ته سدائين پئي مهڪي ۽ ٻهڪي:

(١) پيلي ساڙهيءَ مان لکهي، ڪهت مان آهين شايد
عڪس هر سنگ تي، پيلاڻ پکڙجي ويئي.

(٢) يا سندس هيءَ هائڪو:-
ڪيڏي اوسٽ آهي،
چن ناري، کٽ گول چلبل
سهڻي وڃڻي آهه.

تازو دلگير ٢٧ ماترائن سان ٻن ٻن سٽن وارا الت پد لکڻ شروع ڪيا آهن ۽ هر الت پد ۾ الڳ الڳ خيال آهي اهي ٻن ٻن سٽن جون ننڍي ڪوتائون آهن، جن ۾ دلگير موجوده دهشت انگيزي، سياست ۾ غنداگردي، ڌرم ۾ سياست جهڙن موضوعن ۾ پڙهڻ تلخ جا تير ڇوڙيا آهن:-

(١) ڪونه شرافت مان ڪجھ ملندءِ، مون تي ڪر وشواس،
غنڊن ۽ بدمعاشن جي ئي دنيا آهي داس.

(٢) ڪانون جي ئي آهه سڀ هيءَ، ڪونه رهيو هت مور،
ڪانون جو ئي راڄ هلي ٿو، ڪان ڪان جو شور.

تنهن ڪانسواءِ هنن ننڍين ڪوتائن ۾ جماليات جا ٻه ٻي انداز عڪس آهن:

(٣) گيت نه، ميت نه، ڳهه نه امرس ڪونه ٽڙيل رابيل،
آنءُ اڃي، ڪٿي ملند مندر جو، سوالي امڪانو هيل.

سُرڳ آهي، صرف اهڙي احساس جي ضرورت آهي لکي ٿو ته:

”هر هڪ اٽي ۾ اليڪٽران ۽ پروٽان نرتيه نچي رهيا آهن،
جل ۽ وايوءَ ۾ سرسوتيءَ جي وڻا وڄي رهي آهي،
ذري ذري مان حسن ڦاٽي رهيو آهي،
دوستو، توهان ڪهڙي سوچ ۾ آهيو (نثر - نظم - جهڙڪلي ڳالهه)

هت هو هڪ سهڻو شبد - چتر هڻي ٿو پيش ڪري:

اڄهل سونهن جي کيت اندر
جتي آهه، جيون جو جهرڻو اُتي ٿي.
رواجن ۽ رسمن جو پڃرو ٽڪيل آ
انهيءَ ۾ اڃي آهه، ڦاٿو پکيڙو؟
(اهو روح انسان جو آ) (پل پل جو پرلاءَ)

دلگير مڃي يا نه مڃي، پر مٿينءَ ڪوتا ۾ نئين ڪوتا جو نئي روم آهي ۽ اهو نئي نراشا جو نظريو آهي. اُها ٻي ڳالهه آهي ته هيءَ ڪوتا هڪ پارسي وزن مفعولن تي جڙيل آهي. پر پڙهڻ ۾ ليکي دلگير نئين ڪوتا جي نظرئي ۽ نر آشاواد کي قطعي رد ڪري ڇڏيو آهي. سندس وچار آهي ته جو هيستائين ويو سو پهستجي ويو. ڪانئرتا ۽ ڪمزوري ڪاهلن جو ڪرتب آهي. دلگير جي نثري نظمن ۾ آشا جا جهرڻا جهر - جهر ڪري وهي رهيا آهن پر دلگير آخر انسان آهي. اهو انسان ئي ڪهڙو جنهن ڪڏهن به نا اميديءَ جو مقابلو نه ڪيو هجي. هن به نراشا جي جهلڪن سان ڪي ڪوتائون لکيون آهن. پر انهن ۾ به زندگيءَ جي سچائي آهي.

انگريزي شاعر ورڊ سورٿ (Word Sworth) وانگر دلگير پرڪرتيءَ جو پوڄاري آهي. هو قدرت جو شاعر آهي. سندس ڪوتا ”نئين مکڙي“ (موج ڪئي مهران) هڪ شاهڪار ڪوتا آهي. نئين مکڙي جي سونهن جو بيان هن اڪيچار تشبيهن ۽ استعارن سان ڪيو آهي، جو نهايت ئي دلپذير آهي ساڳي وقت اُها هڪ علامتي ڪوتا به آهي، جنهن ۾ مکڙي جي معرفت هن اُن پلند رهن سورهن ورهين جي نينگريءَ جو بيان ڪيو آهي، جا نينگريءَ مان نازنين بڻجڻ واري آهي. تنهن ڪانسواءِ ”وڏو ڦڙو ميهن“ (موج ڪئي مهراڻ) عاليشان رواجيءَ جو مجسم آهي. دلگير اهڙيون اڪيچار ڪوتائون لکيون آهن، جيئن ته قدرت جي راتيءَ، مهراڻ جي موج، پرتاپ، شام، بهار آيو وغيره. اهي سڀ مستيءَ ڀريون ڪوتائون آهن. سندس غزلن ۾ به، جتي ڪٿي قدرت جا نظارا نظر پيا پيا آهن:-

(1970) ”سنڌي شعر جي تاريخ“ ۾ لکيو ته: دلگير صاحب جي گيتن ۾ موسيقي ۽ مٺاج آهي ۽ غزلن ۾ خيال جي رواني ۽ بندش آهي. سندس شعر سليس ۽ فصيح آهي ۽ اُن ۾ نوان نوان استعارا، تشبيهون ۽ علامتون استعمال ٿيل آهن.“ ۽ هي بندو (هن مقالي جو لکندڙ) ته دلگير جو سدائين شيدائي رهندو آيو آهي ۽ ان ڪري ئي ته هن لکيو: (۱۹۷۳ ”چنڊ ڪٿي چانڊاڻ“)

”شعر چوان ٿو مان ڪهڙو؟ -
بڻجان مثل دلگير مثل“!

هر هڪ ليکڪ يا شاعر کي پوري آب تاب سان پسائڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن سهاري سهڻ جي ضرورت پوندي آهي. ايوس جي عظمت کي چمڪائڻ ۾ رام پنجواڻي، دلگير ۽ ڏکايل جو هٿ آهي. اياز جي شاعريءَ جو صحيح روپ پسايو ابراهيم جوئي. شيام جي لاءِ اهو ڪم (سرڳواسي) سگن آهوجا ڪيو. پر دلگير جي شاعريءَ تي هن وقت تائين ڪنهن به نه لکيو آهي. ان جو سبب شايد اهو ٿي سگهي ٿو ته ورهاڱي کانپوءِ يارهن سال، 1958 تائين هو پاڪستان ۾ رهي پيو ۽ پاڻ ۾ آيو ته بمبئي دهليءَ بدران گانڌيڌام ۾ وڃي گوشي نشين ٿيو. سياڻ کان به هو لاچار آهي ۽ اڪثر سهمڻارن کان پري رهڻ چاهيندو آهي. مان هن مقالي ۾ دلگير جي شاعريءَ کي صحيح رنگ روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

هر عظيم شاعر اڳيان ڪونه ڪوئي اعليٰ آدرش هوندو آهي ۽ سندس ذهن ۾ ڪائي نه ڪائي منزل هوندي آهي جنهن تي هو پهچڻ چاهيندو آهي. دلگير جو آدرش آهي، پنهنجن رچنائن سان انسان کي امر بڻائڻ، ۽ سنسار کي سکي ۽ سرهو بڻائڻ، هو سڀني جي ملڻ تي مرڪ ۽ ساهه ۾ سگند ڏسڻ ٿو چاهي حقيقت ۾ کيس هن دنيا سان بيحد پيار آهي ۽ ان ڪري ئي هو لکي ٿو:-

هن ڌرتيءَ سان دل اٽڪي، هت موهيندڙ منڌ،
اُڀ ۾ هڪڙو چنڊ آ، پر هت سؤ ـ سؤ چنڊ.

ڌرتيءَ جي رهواسين کي دکي ڏسي، دلگير دنيا کي تياڳڻ بدران ڌرتيءَ تي ديو مندر سان ڳنڍ رهڻ پسند ڪري ٿو. عين انهيءَ طرح جيئن ڪلتي پتر پڻ شتر کان ڌرم پڇي ٿو ته هو سرڳ جي بدران نرڳ ۾ رهڻ چو ٿو قبولي، ته هو جواب ڏئي ٿو ته جتي منهنجا ياتر آهن، اهوئي مون لاءِ سرڳ آهي. دلگير جي نظر ۾ هي سنسار ئي

خيال لڳي پيا اٿوئي، پر طرز بيان بدلجي ويئي ۽ شوخي به وڌي ويئي. سالن کان وٺ سان دلگير جي جوانيءَ جي عمر ختم ٿي ويئي ته به هو دلگير ناهي. هو ته موٽي آهي، پر ڪنهن انتظار پٺ آهي، ڇو ته تمام وڏي عمر نٿو چاهي. نه رڳو تيار وينو آهي، پر ڪنهن انتظار ۾ آهي، ڇو ته تمام وڏي عمر نٿو چاهي.

زندگي ٻڌجي پوئي آهه ڇڻ نو ورني ڪنوار
ڪيس شايد آهه ڪنهنجو انتظار ( واٽي - موج ڪئي مهراڻ )
هاڻ سنسار جي وڻ تان ڳا ڪل پن آڪن،
اي امڙ پڙن ۽، هيئنر تـرت ڇڻي ايندا سين،
شامي پربت جـو نـه آڪار ڪٽي سگهندا سين،
ٻڌجي نوراني ڪا هيري جي ڪٽي ايندا سين ( رچنا ۽ غزل )

دلگير شايد سنڌيءَ جو پهريون شاعر آهي، جنهن پنهنجو فوتي نامو لکيو آهي ( پڙهو جهنگلي گل ۾ دلگير جي موت ڪانپوءِ ) جو نهايت ئي هڪ ڪٺن ڪاري آهي.

صرف گيت، غـزل ۽ نظم تي ئي نـه، دلگير شاعريءَ جـي لڳ ڀڳ هـر صفت تي ڪشلتا ۽ ڪاميابيءَ سان لکيو آهي پـوءِ ڀـل تـه اهو آزاد نظم، هائڪو هجي، پنجڪڙو، قطع هجي يـا رباعي بيت هجي يا وائي. هن لمبيون ڪوتائون هرشچندر ۽ اپ گيت بـه لکيون آهن. دلگير فريلنچ ڪوتا جي صنف (Triolet) ۾ لکي، جنهنکي هـن نالو ڏنو ترائيل، جو هنئر سنڌيءَ ۾ لوڪ پريه آهي.

دلگير ڇا به لکي سنڌس ڪوتا ۾ قانونن جي پابندي، وزن ۽ ڇندن ۾ گونا گوني ٻوليءَ ۾ سرلتا، سپتڪا، مڌرتـا جماليات، ويچارن ۾ وشالتا، ڪلپنا جـي اڏام ۽ ڪيترا شبد چتر موجود ضرور هوندا ( آهـن ) ڪامياب شاعريءَ لاءِ ٻـه انگ ضروري آهـن: (١) ويچار ۽ ٻولي (٢) فن ۽ فارم. ويچارن جي اظهار لاءِ مناسب لفظن جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي آهي ۽ ويچارن ۽ ٻوليءَ کي اثرائتو بڻائڻ لاءِ ڪنهن فارم ڪنهن لئه، ڪنهن رنگ روپ جي موجودگي هئڻ لازمي آهي. ساڳئي وقت رچنا ۾ مڌرتا ۽ ميناج پيرڻ لاءِ لفظن جي تڪ تور، ماپ يا وزن ( ڇند ) جي گهرج پوندي آهي اهي سڀ دلگير وٽ هڪيا تڪيا حاضر آهن. ان ڪري ئي نارائڻ شيام لکيو:

” آهي شعر اياز جـو اوجل پونـم رات
۽ ڪوتا دلگير جي رنگ رنگ رتـي پرڀات “

نه رڳو ايترو پر شيام جي چوڻ تي دلگير سنڌس هڪ مجموعـي ” رنگ رتـي لهر “ (١٩٦٢) جو مهاڳ بـه لکيو. اُن ڪانپوءِ ڊاڪٽر ديال آشا پنهنجي ڪو جناتمڪ ڪتاب

سچ جي بالاڏيءَ لاءِ لڙائي آد جڳاد کان هلندي آئي. سقراط زهر جو پيالو پيتو، عيسيٰ صاحب سوليءَ تي چڙهيو، منصور سوريءَ تي چڙهيو ۽ هيمو ڦاسيءَ تي چڙهيو ته ڇا اهي سڀ هميشه لاءِ ختم ٿي ويا؟ دلگير چوي ٿو ته، اهي اهڙي وانگر ڏرتيءَ ۾ ابابر داڻي ڏيا پر اهي رنگين گلن جي روپ ۾ سڄڻ ڦٽي ايندا:

اهڙي مثل ڪري خاڪ ۾، پٽ ڦول ٿي ڦٽندو،
حق واسطي ڏهلندي پر ڏهي ڪونه سگهون ٿا.

آتما جي امرتا جو مثال سلدس مڪ اٿي غزل مان اڄهو هيٺين آهي:

او لدهه ۾ اڏي سچ، ودي اوڀر مان آو اڀري؛
ارمان مرڻ تي اسان ڪين ڪندا سين.

دلگير جي فڪر ۾ اپشدن جي گونج آهي، جنهن اها گونج ٽڪور ۽ ٻهوس جي ڪوتا ۾ به آهي پر بيان ڪرڻ جو طريقو دلگير کي نجو پنهنجو آهي. اها ڳالهه سلدس هيٺين ان سٽن (للت ٻند) مان ظاهر ٿئي ٿي.

جڳ جي لڪي لهلهي ساڏو پيو پڇائي جو ڳيا،
ترشنا اڪيلائيءَ سان برهو لڪي ڪلدو آ پيو ڳيا.

دلگير جي وڏي خوبي اها آهي ته هو ڪڏهن به اڪيلي ڪونه ٿو. ٻيءَ هڙ زماني جي قدم سان قدم ملائي هلڻ وارو ٻڪاڙ شاعر آهي، جنهنڪري سلدس ڪوتا نت نئين ۽ سدا جوان پئي ڀاسندي آهي. سلدس ڪوتا ۾ هر دور جي عڪاسي اُڪريل آهي. جئين جئين زماني جا دور گذريا آهن، تئين تئين سلدس شاعريءَ جو طريقو توڙي ويچار ۽ موضوعن ۾ پڻ فرق پئي آيو آهي. شروع شروع ۾ هن لکيو:-

او بادل وادڪر وسندا سين - عيج ملڪهان نت هسندا سين،
مان هلڪو پنهنجو جيانءَ ڪندا سين، آار وسائي ويندا سين.
عسي هسائي ويندا سين (موج ڪئي مهراڻ)

... شاعر، وقت بدلجڻ سان آواز هن طرح بدلائي ويو.

منهنجي در تي آهه سوالي، جو تنهنجو السلام،
آهه خدا کي خود مون، منهنجي من جو ڳالهه.
... ڦهلائڻ وارا پيار ناهيون پاڻ فقير،
رلت جي ناهه ته ڇا ايو، آهي دل ته امير. (للت ٻند)

جذبن جي ڪٽي جمت (Jct) مڙئي ملڪ ڳهياسين
”دلگير“ خطائن کان ڪو آسان نه آجو،
پل پاڻ ڪري، پاڻ مٿان، پاڻ ڪلياسين (رولڙ آواز ۲)

هن رچنا کي ڪوئي گيت چوي يا نظم يا غزل، اهو هن جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي. ڊاڪٽر ارجن شاد لکيو:- دلگير جي فن جو اهو ڪمال آهي جو هن گيت جي موسيقيت ۽ روانيءَ واريءَ وصف کي غزل جي لاءِ نهايت خوبصورت نموني سان استعمال ڪيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح غزل ۾ سنگيت جي جادوءَ معرفت سندس نقطهء نظر جو اثر دل اي جلد ئي وجهي. سندس هيٺ ڏنل هڪ ٻئي غزل مان سلاست جي جدا جدا پهلوئن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جو ذاتي حسن پڻ اجاگر ٿي بيٺو آهي، خاص ڪري قافئي جي ڦوت :-

آنسن اجهل ۾ پاڻ کي ٻوڙي ڏسي ته ڪو،
موتين جي لاءِ سمنڊ ولوڙي ڏسي ته ڪو،
درياهه ۾ لهر، لهر پٺيان لي اچي وڃي.
هيءَ زندگيءَ جي لهر نهوڙي ڏسي ته ڪو.

دلگير وٽ سنڌي شبدن ۽ قافين جو جڻ اٿاهه ذخيرو آهي، جنهن جو اُپيوڳ هو نهايت سوجهه ٻوجهه ۽ ڪاميابيءَ سان ڪري ڄاڻي. ٻين شاعرن ۽ دلگير جي غزلن ۾ فرق اهو آهي جو، دلگير جي غزل ۾ الڳ الڳ خيال، روشنيءَ جي ستن رنگن واريءَ پرزم ( Prism ) ذريعي ورهائي وڃڻ بعد انوکو اثر ڇڏيندا آهن.

مثال :

(۱) مشهور هو جنهن لاءِ ته درياهه اٿس دل،
نزديڪ ويس، خود مون کي پياسو نظر آيو.

(۲) ساديون ٻه دليون پاڻ ۾ هڪ ٿي ويون هڪدم،
عاقل ٻه مليا، عقل جو جهڳڙو نظر آيو.

دلگير جي غزل جي انفراديت غزلن جي اهڙن مثالن مان ظاهر ٿئي ٿي. دلگير شاعريءَ جي هر صنف ۾ ڪامل ڪوي هئڻ جي قوت رکي ٿو، ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي. هن شاعريءَ جي قوتن کي اهڙيءَ طرح اُڀاريو آهي، جو اُهي آسمان کي وڃي ڇهن ٿيون.

گيتن سان گڏ، دلگير نظم به لکيا ۽ مسدس نظمن ۾ به، گيت جو سلکيت آهي.
مثال طور مسدس اوائلي نظم "گنگا جي ڪناري":-

چنڊ موهيني سکي، مهڪدي لهر موهن سو لهاري
جمنا جي ڪناري

هن ساڻ اچان گڏجي گهڙي ڪن ته گذاري
جمنا جي ڪناري (ڪوڏ)

اهڙيءَ طرح گيت ۽ نظم لکڻ تي هن ڪيترا شروعاتي تجربا ڪري، جدا جدا وزن ۽ ڇندن تي ڪيترين ئي رچنائون رچيون، جي سنڌي ڀاشا لاءِ هڪ بلڪل نئين چيز هئا.

دلگير غزل لکڻ ۾ به ماهر آهي، جيتوڻيڪ مسدس چوڻ موجب، غزلن ۾ هاڻي مسدس خاص رچي ڪانهي. حقيقت ۾ بيوس سان گڏ، دلگير انهن اڳوان شاعرن مان هڪ آهي، جن سنڌي غزل لاءِ نئين راهه کوڙي. هن اوان ويچار نئون تشبيهون سڀڪ ۽ سوادي ٻولي ڏيئي، سنڌي غزل کي شاهوڪار بڻايو آهي. هن صديءَ جي ٻئي ۽ ٽئين ڏهاڪي ۾ دقيانوسي نڙيءَ ڦوڙ لفظن واري اُردو ۽ فارسي ٻولي هوندي هئي، بيوس انها ٻولي ۽ ويچار ترڪ ڪري، غزل ۾ نوان ويچار ۽ نئين ٻولي آندي. ۾ "شعر بيوس" ۾ بيوس جا صرف ٽيهارو غزل ئي آهن. انهيءَ پاسي دلگير ئي سؤ کن غزل لکيا آهن. رام پنجواڻيءَ لکيو:

هري دلگير پهريون غزلگو شاعر آهي جنهن غزل جي دائري کي وسيع ڪري، اُن ۾ انسان جي جدا جدا اُڌمن ۽ احساسن کي اهڙيءَ طرح ظاهر ڪيو آهي جو غزل جو تاڃي پيٽو، داخليت پسانڊ وارو عناصر وڌيڪ اڀريو آهي (مهاڳ "رولو آواز")

اهڙيءَ طرح دلگير جو نالو پهرين پيڙهيءَ جي غزلگو شاعرن جي صف ۾ اول اچي ٿو. مسدس غزل به جهڙ ته گيت ئي آهي. مثال طور مسدس هيءَ مسلسل غزل، جنهن ۾ مان سمجهان ٿو ته دلگير جي زندگيءَ جي فلسفيءَ جون سهڻيون جهلڪون آهن.

آياسين ٻه ٽي ڏينهن مگر عيش ڪياسين
تارن تي قدم، چنڊ به جهوليءَ ۾ وڌاسين
آءِ ڪرشن، سکين ساڻ سوين ناچ نچياسين
مرليءَ جي مڌر تان تي جا گيت ڳياسين
جاپان، عرب، چين، امريڪا جا يورپ

محل اڏي ويو. اياز کان پوءِ شيام به ڪيترا نوا گيت لکيا. ڀوس هن صديءَ جو ڀريون سنڌي شاعر آهي جنهن پنهنجيءَ ڪويتا ۾ استريءَ جي ڪومل ڀاون جو اظهار ڪيو، پر ڀوس صرف سلوڻي ڀوڪيو، دلگير اُن ڀاو کي سندر ۽ ڀاڳيچو بڻائي ڇڏيو. دلگير استريءَ جي من مهراڻ کي خوب ولوڙيو آهي ۽ هن وٽ ناريءَ واري ڪومل دل آهي. نارائڻ شيام لکيو ته "سندس (دلگير جي) شاعريءَ ۾ اظهاريل ناريءَ جي روپ ۽ سندس مٺيءَ ٻوليءَ جو، منهنجي موجوده شاعريءَ تي وڏو اثر پيو آهي (سدا هجين هوت حيات - ص ١٤) ڊاڪٽر ارجن شاد لکيو ته سنڌيءَ کي گيت جي شاخ سان هري دلگير ئي روشناس ڪرايو (سدا هجين هوت حيات - ص ٣٣) دلگير صرف پيار ۽ استريءَ جي احساس جا گيت نه لکيا آهن، پر هن ڪيترا انقلابي گيت به لکيا آهن:-

انساني حق، انسان کي، واجهه ساڻ وٺايون
حق هڙپوءَ کي عادل هٿ سان گهو ڏيئي ڊاهيون
گيت نئون ڳايون (ماڪ - ڦڙا)

هيءُ هڪ گيت، جو حقيقت نگريءَ تي ٻڌل جڻ ته هڪ انقلابي نغمو آهي:-

ذهن وڪامي، فڪر وڪامي، عام وڪامن گيت،
علم عقل ۽ ذات مٿان آ ذات سندي اڄ جيت،
ڪوڙين بدلي موتي وڪڻي ونجارو وينجهار،
سوداگر سنسار (ماڪ - ڦڙا)

پر مان سمجهان ٿو ته دلگير جو اهو انقلابي آواز ۽ انقلابي نغما سندس بنيادي ويچار ڌارا جا عيوضي ناهن. اهو هڪ عارضي جذبو آهي، جو اڀريو، ورِي ٿوري وقت ڪانپوءِ گم ٿي ويو. سندس تخلص ڀلي دلگير هجي، پر دلگير هو هرگز ناهي. سندس صحيح اُمنگن ۽ اُڌمن جي سچي تصوير سندس هن گيت جي چند سٽن ۾ آهي:-

دل جا دروازا مون کوليا هر هڪ لاءِ هڪ جهڙا،
جو ويچاريان تنهن ۾ گهڙندا ماڻهو ڪهڙا ڪهڙا،
هر هڪ لاءِ هت جاءِ جهجهيري، هر هڪ تان مان واري،
هن هن سان ڇا منهنجو مطلب، منهنجي دنيا نياري،
(موج ڪئي مهراڻ)

هڪ اعليٰ ۽ انوکو شاعر

مقالو

# : دلگير :

ليکڪ: ڀڳوان نردوش

ڪويتا سان جهڪو دلين کي ليائي
اهو پاڻ دلگير ڇو ٿو سڏائي ؟
سندس جهڪندڙ ٻول جهرڻي جي جهر جهر،
ٿو چالاڪ جي جهٽ سريشا وهائي!

هري "دلگير" سنڌيءَ ۾ ٿورن اهم ۽ اعليٰ شاعرن مان هڪ آهي. هُو ستن سالن کان شاعريءَ ۾ رهيو آهي، پنجاهه سال اڳي ۱۹۴۱ ۽ ۱۹۴۲ ۾ سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڪوڏ ۽ هريشچندر شايع ٿيا ته، سنڌ ۾ ڌوم مچي ويئي ۽ انهي ڪتابن تي سنڌي ادبي بورڊ انعام ڏيئي دلگير کي داد ڏنو. تن ڏينهن ۾ هُو ڪاليجي وديارٿي هو. "هريشچندر جي مهاڳ ۾ سائين ڪشنچند بيوس لکيو ته دلگير سندس سنڌ سالن مان هڪ آهي ۽ شاعريءَ ۾ هُو پنهنجي حقيقي وهيءَ کان ويهارو سال وڏو لڳي ٿو. ڪوڏ جي مهاڳ ۾ ان وقت جي اُرڪ عالم ۽ نقاد سرگواسي پروفيسر لالسنگهه اجواڻيءَ دل کولي هنجي شاعريءَ جي آجيان ڪئي ۽ سندس نواڻ جهڙن سرڪڻن ٻڌيون". سنڌي ساهتيه جي تاريخ (۱۹۷۰) ۾ هن لکيو: دلگير جي "ڪوڏ ۽ هريشچندر" ۾ بيوس جي رنگيني ۽ رواني آهي، توڙي هن بيوس کان الڳ هڪ نئين راهه به جوڙي ورتي آهي. حقيقت ۾ دلگير جي شاعريءَ ۾ بيوس کان نياريون ڳالهيون به گهڻيون خوبيون آهن. شايد دلگير سنڌيءَ جو پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ سنڌ ۽ سهڻا گهڻا گيت لکيا. هن کان اڳ بيوس جي شعرن ۾ صرف هڪ ئي "قدرت وارا" شايع ٿيو هو، جو هڪ سنڌ ۽ پيارو گيت آهي. هن صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي ۾ دلگير جا ٻه گيت مشهور هئا: (۱) سک جي نگري هي سنسار (۲) آيو ساجن حال سکي ڙي.... دلگير جي گيتن ۾ سنگيت، سلاست، رواني، مصراعن جو جوڙ ۽ قافين جي نواڻ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. ان ڪري مان ته کيس سنڌيءَ ۾ گيتن جو باني ڪري ڇوندس، جو جو هن ئي گيت ۾ نواڻ ۽ انفرادي پيدا ڪئي، جنهن ڪناپوءِ "اياز" اُن بنياد تي شاهي

لکڻي پڙهڻي آهي ته پوءِ شايد سنڌي ٻولي ختم ٿيڻ جو ڊپ ٿي ڪونه. انهي پوءِ
سنڌين جي الڳ سڃاڻپ ۽ الڳ هستي به قائم رهي.

اهڙي ريت جيڪڏهن اسين اولاد ۾ آگياڪاري ٻڌڻ جو سنسڪار ڀريون ته شايد
ٻڍا ۽ ٻڍيون پريشان نه ٿين. پڇي ٻڌي ڪي جي اها سکيا ملي ته اسان کي هي جيون
مرڻ گهڙي ڏاهه ڏئي گذارڻو آهي ته پوءِ شايد ٻاڻ ۾ نه اڙن. سس سهرو جيڪڏهن ننهن کي
به ڌيءَ ڪري سمجهن ته پوءِ ڏيتي ليتي جا جهڳڙا نه ٿيندا نياڻين کي جيئري نه جلايو
ويندو ۽ ڪٽنب پريوار سکي رهندو. سنڌين تي به سٺو اثر پوندو.

سماج جي سمپنتا مان اهو انداز نه لڳايو ته سنڌين جون ڪي سمسيائون ئي ڪونه
آهن هر ڪٽنب کي پنهنجي ڪهاڻي آهي پنهنجا مسئلا آهن سارو سماج مسئلن ۾ جڪڙجي
چڪو آهي. هر ڪيتر ۾ روز بروز نوان مسئلا پيدا ٿي رهيا آهن سماج جي پراڻين پرمپرائن
سان ٽڪر لڳي رهيو آهي. سمسيائون حل لاءِ اسان کي للڪاري رهيون آهن. ڇا اسين
پنهنجي سماج کي آدرش سماج بڻائڻ لاءِ سمسيائن جو حل ڳولهڻ جي للڪار سويڪار
ڪري پنهنجي پرمپرائن کي قائم رکي سگهنداسين؟ ان سوال جو جواب هر هڪ پاڻ
کان پڇي ۽

ڊاڪٽر ناڪرام ايسراڻي
اڌيڪش - اکل ڀارتيه سنڌي سماج
اڌيڪش - راجستان سنڌي اڪادمي
اڌيڪش - اکل ڀارتيه سنڌي سماچار
پتر سمپادڪ سميلن -

عدالتن ۾ انيڪ طلاق جا ڪيس هلي رهيا آهن. اُنهن جو نتيجو ڪو سڪدائي ڪونه ٿو نڪري. شادين ڪانپوءِ جي جهڳڙن جو اثر ننڍي ٻچن تي پوي ٿو. ڇا سماج وٽ ان قسم جي مسئلن جو ڪو حل آهي؟

اسان جي سماج ته ڪيترائي اسڪول کولايا آهن، اسپتالون ٺهرايون آهن ۽ ڌرمشالائون مندر ٺڪانا ٺهرايا آهن ليڪن ڇا اسان جي هن سماج جو ڌيان سماج جي دکي ماڻهن طرف به ڪڏهن ويو آهي؟ ڇڏيل ٻالڪون آخر ڪيڏانهن وڃن؟ مڙس جي ظلم جو شڪار زالون ڪيڏانهن وڃن، آهي ڪو ماڻهو جو لعل جو دکي ماتائن پتائن ۽ وڏ واٽن جي سيوا ڪري؟ ڪهن بيمار ليٽڻ، چلتائن ڪرڻ کان غريبي ۽ ذلت جي زندگي جيئڻ کان بچائي؟

سنڌ ۾ ٻلي ۽ ولي ڪهڙ نه ڇڏيندو هجو اُنهن پنهنجي امت لڳندي هئي. ليڪن هت؟ لوڀي لالچي ماڻهن پنهنجي نالن ۽ ڏيئڻ ۾ پيد ڪيو آهي. ڏيتي ليتي پنهنجن ڪيترائي نياڻين جي زندگي زهر ٿي آهي؟ ڪيترين کي جيئري جلايو ويو آهي؟ سون وٽ ڪيترئون ئي دکي پنهنجي سهانتا لاءِ ايندڙيون آهن ليڪن آءِ هنن جي ڪهڙي مدد ڪريان؟ ڪهن ڪٿي رهائجي؟ اهڙا مثال سون وٽ ڪيترائي آيا آهن. وقت جي پابندي سبب آءِ اوهانکي اُهي دک ڀريا داستان نه ٿو ٻڌائي سگهان. جڏهن ناري جي پوڄا لهڻ ڪي جا ناري اسانجي گهر سنسار کي هلائي ٿي اُها ناري اڄ دکي آهي. ناري جو مسئلو سماج لاءِ هڪ للڪار آهي. جيڪڏهن اسانجي سماج جا بزرگ سيٺ شاهوڪار ۽ سماج سيوڪ هن طرف ڌيان ڏيندا ته سماجڪ جيون گرهست جيون سکي ٿيندو.

اسانجي سماج اڄڪلهه هڪ نئون مسئلو هٿ پيدا ٿيو آهي اڄ جي ٻارن ۾ ماتا پتا جي سيوا ڪرڻ سنڌين ٻچاڙي جو جيون سکي رکڻ جي مدووتي وڃي ٿي ختم ٿيندي پاڻو ٻڌو ئي ويو آهي. امان ڪهڙو ٿي ڪم ڪري. ٻئي ٻڌو ۽ ٻڌي اسان مٿان بوجھ آهن. اسان ڪان سنڌين سيوا نه ٿي پهچي انڪري ڪهن اُچلي ٿا اچون ٻڌا آشرم ۾.

ٿورو ته ويچار ڪريو ڇا ڪهن سگهو پيت پيءَ جي سيوا نه ٿو ڪري ته ڇا ٻڌا آشرم جو ٻگهاردار ڪرمچاري هنن جي سيوا ڪندو؟ هنن جو جيون سکي ڪندو؟ جواب ملندو ته نه. ٻڌا آشرم ۾ رهڻ لاءِ مڪان سمهڻ لاءِ هنڌ بسترو ۽ کائڻ لاءِ کاڌو ته ملندو ليڪن اهو پاريوارڪ پيار نه ملندو جنهن پيار جي تڙپ ماڻهوءَ کي مرڻ گهڙي تائين رهي ٿي. ان مسئلي جو حل آهي ته اسين ٻارن ۾ ماتا پتا جي سيوا لاءِ ڀاونا پيدا ڪريون.

سمسيائن پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ آهي سنسڪارن جو نه هئڻ. اسانجي سنڌين ۾ اها سمجھ هجي ته سنڌي ٻولي اسانجي پنهنجي ٻولي آهي اسانکي ئي اُها سکڻي آهي

ڪندي نه ڏک - رنج ۽ افسوس جي ڳالهه آهي جو اڄ سنڌين کي سنڌي ٻولي سکڻ لاءِ ٻاڌائڻو ٿو پوي. يهودين پنهن جي جلاوطني جي ٻه هزار سالن ۾ به ٻولي ڪين وڃائي پر اسان ته پنجاهه سالن اندر ئي ان معاملي ۾ پٺتي پنهنجي ويا آهيون.

ان قسم جو ٻيو هڪ مثلو آهي پنهنجي سنسڪرتي کي جيوت رکڻ جو. درپاڻه اهو آهي جو اسين هت وشال ڀارت ۾ ڪٿهن هڪ هنڌ ڪونه ٿا رهون اسين سڀني پرديشن ۾ وسيل آهيون ان ڪري الڳ الڳ پرديشن ۾ اُتان جي سنسڪرتي جي گهري ڇاپ اسان مٿان لڳي چڪي آهي. سنڌ ۾ سڄي سال ۾ انيڪ اهڙا اُتسو ۽ ميلا ملاکڙا ٿيندا هيا جن ۾ اسان کي پنهن جي سنسڪرتي جي جهلڪ ملندي هئي. هت هندستان ۾ اسين صرف هڪڙو ئي چيٽي چنڊ جو اُتسو ملهايون ٿا. ان چيٽي چنڊ جي جلسي سان اسان جي الڳ سڃاڻپ قائم رکڻ ۾ وڏي مدد ملي آهي. سنڌين کي جٽ ڪ الڳ پنهن جو ڀڳوان جهوليلال مليو آهي. اها هڪ پرسنتا جي ڳالهه آهي جو هيڏهن هر شهر ۾ سنڌين طرفان الڳ جهوليلال جا مندر قائم ٿي رهيا آهن. جڏهن امو اُڏيري لعل مرک بادشاهه جي اتياچارن کان سنڌي هندن جي رکيا ڪئي هئي. اهوئي امر لعل جهوليلال ڀڳوان سنڌين جي الڳ سڃاڻپ کي ڀارت ۾ قائم رکندو. اسان جي سماج کي کپي ته ان قسم جا ٻيا به اُتسو ۽ ميلا اسين سال ۾ ٻين ڏينهن تي به ڪريون. اهي ميلا ملاکڙا ورسيون سنڌي سميلن اسان جي سماج جي الڳ سڃاڻپ کي قائم رکڻ لاءِ وڏا ذريعا آهن.

سماجڪ سطح تي به اسان لاءِ انيڪ مثلا پيدا ٿيا آهن جي اسان کي للڪاري رهيا آهن. سنڌ ۾ اسان جو ڪٽنبي جيون ڏاڍو وسکي هيو. ليڪن هت اسان جي ڪٽنبي جيون ۾ وڏو خلل پيدا ٿي چڪو آهي. هيڏهن سنڌ وارا وڏا ڪٽنب اوهان کي ڪي ورلي ملندا. شادي کانپوءِ هر هڪ ڀار پنهن جو الڳ ڪٽنب ٿو ڪري. ڪٽنب ڀل الڳ به ٿئي ٻر ڀائرن ۾ ته پريت رهڻي اچي ليڪن ڏک آهي اڄ ڀاءُ ڀاءُ جو ويري ٿي ويو آهي. پرمپرا ته اها به آهي ته ڀاڙو ابو امڙ ٿيندو آهي ليڪن هت ڀاءُ ڀاءُ کي ۽ ڀاڙيسرين کي ڀائڻ ۾ وڙهندو اوهين ڏسندا. سمپتي ته اسان وٽ آهي ليڪن ان سمپتي پٺيان جيڪا سمپتي کپي جيڪو سک کپي ڇا اُهو اسان وٽ آهي؟ جواب ملندو ته نه. ڪٿهن ورلي کي سمپتي سان گڏ سمتي ۽ سک به ملي ٿو. ڪروڙپتين جي گهرن ۾ ڀاءُ کي ڀاءُ مٿان پستول هلائيندي ڏٺو ويو آهي. ارب پتين جي گهرن ۾ آتم هتيائون ٻڌون ٿيون؟ ڇو؟

پرمپرا ته اها آهي ته هڪ دفعه جڏهن سان لائون لڌيون ان سان اهو ناتو جيون ڀر نائين قائم رهندو اُهو ناتو ٽٽندو ڪين ليڪن ڏک آهي ته اڄ جي يگ ۾ زال مڙس جي وچ ۾ جهيڙا وڌي ويا آهن. نوان لڳي ساهيڙي ڀڳي واري ڪار لڳي پيئي آهي.

ليڪن هيٺيون مثالو پيدا ٿيو آهي سنڌي اسڪولن کي جيوبه رڪٽ ٿيو. اڄ سنڌي اسڪولن ۾ سنڌي ٻار پڙهي ڪونه ٿا اچن. اهي اسڪول جهڙڪ اسانجي بزرگن اسان لاءِ ٺي کوليا هيا اسانجي پئسن سان ٺي کوليا هيا سي اسڪول هيٺئين ڏينهن ڏينهن بند ٿي ويا آهن يا بند ٿيڻ جي نزديڪ وڃي پهتا آهن. اڄ اسانجو ٻار سنڌي نٿو پڙهي سنڌي اسڪول ۾ پڙهي ڪونه سو ٿئي اڄ مائٽ ٻارن کي پبلڪ اسڪولن ۾ داخلا ٿا ڏيارين حتي ٻار سنڌي کي ڇڏي ٻيو سڀ ڪجهه پڙهن ٿا. اسان جي نئين پيڙهي جو جوان فخر سان ٿو چوي ته مونکي سنڌي ڪونه اچي. اڄ جي سنڌي مائٽ پنهنجي ٻار کي سنڌي ڪونه ٿي سيکاري. ڪانئس ماءُ جي ٻولي کسي ٿي. جي اسانجو ٻار سنڌي لکڻ نه سکيو سنڌي پڙهڻ نه سکيو ته ڏينهن ڏينهن کان سنڌي ٻولي ڳالهائڻ به وسري ويندي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو هو پنهنجي ساهتيه پنهنجي اتهاس پنهنجي لوڪول پنهنجي سنتن جي رچنائن کان اڻ واقف رهجي ويندو. پوءِ ڀلڪي سنڌي هجڻ ۽ سنڌي سڏائڻ جو فخر نه رهندو ۽ ڏينهن ڏينهن هو صرف نالي ۾ ئي سنڌي رهجي ويندو. هتان جي سماج ۾ جذب ٿي ويندو سنڌي صرف هڪ جاتي ڪري ليکي ويندي.

پر ميرا اها آهي ته هر هڪ شخص کي پنهنجي ماتر ڀاشا اچڻ کپي. اها به هڪ حقيقت آهي ته گهڻيئي شخص پنهنجي پرديشن کان ٻيون ٻوليون به رهندا آهن ليڪن سواءِ سنڌين جي ٻين سڀني کي پنهنجي ڀاشا اچي ٿي. اسان سنڌين کي هيٺئين پنهنجي ڀاشا لاءِ پيار نه رهيو آهي پنهنجي ڀاشا کي اسين پنهنجو نه ٿا سمجهون. پنهنجي ڀاشا کي پرايو سمجهي اسان نڪرائي ڇڏيو آهي. اهو هڪ وڏو مثالو سنڌي سماج اڳيان للڪار مثل آهي اسان کي ان مثلي جو حل ڳولهي ڪڍڻ کپي. سنڌي ٻارن جي من مان سنڌي ٻولي نڪري ڪن ٿاڻن پهتي آهي ان سنڌي ٻولي کي واپس سنڌين جي من ۾ سانڍ لاءِ سنڌين ۾ پنهنجي ٻولي سکڻ لاءِ چاهه پيدا ڪرڻو آهي. اسان کي پنهنجي ٻولي لاءِ پنهنجي ٻارن ۾ پرچار ڪرڻ کپي ته — هي ملڪ جا ٻارو –

هي ملڪ جي ٻهڻ –
هي ملڪ جا جوان
اهلي ڪٿن وساريو
پنهن جي ٻولي – پياري ٻولي
سنڌي ٻولي
لکو – پڙهو – ڳالهايو ۽ ڪم آڻيو
سنڌي ٻولي – مٺڙي ٻولي

# نوان مسئلا - نئي للڪار - پرمپرائن سان ٽڪرجندڙ سماج

ڊاڪٽر لانڪرام ايسراڻي

جيئن جيئن وقت جي رفتار تيزيءَ سان وڌندي ٿي وڃي تيئن تيئن اسانجي سماج اڳيان نوان نوان مسئلا پيدا ٿين ٿا. اهي مسئلا اسانجي سماج جي مدبرن ۽ نئي پيڙهي لاءِ هڪ للڪار مثل آهن. سماج جو اهو ڪرتويه آهي ته انهن مسئلن جو حل ڳولهي ڪڍي پوءِ ڀانئي اُهو حل سماج جي پرمپرائن سان ٽڪر ڇو کڻي کائي.

هت آءٌ اوهانکي هڪ مثال ڏيان ٿو. ڀارت جي بدنصيب ورهاڱي سبب سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ ٿي. اسين هت آياسين پاڻ سان مصيبتن جي جهولي ڀري کڻي آياسين. اسان اڳيان اهم مسئلو هئو پاڻ کي وري ورسائڻ جو. اُن وقت جي پيڙهي ان مسئلي جو بخوبي جواب ڏنو. حل ڳولهي ڪڍيو. جتي به جنهن کي جهڪا به جاءِ جڳهه ملي پوءِ چاهي اُها ڪئمپ ۾ ملٽري جي بئرڪ هجي چاهي تنڊن سان ٺاهيل ڪوٺڙي هجي يا پڪو مڪان هر هڪ ويو وسندو. ڌنڌي ڪرڻ لاءِ سنڌي سيٺ شاهوڪارن هٿ ڪوهچا به ڪيا، مزدوري ڪئي، ڳاڏا هلايا، ريل گاڏين ۾ سامان وڪيائون، فوٽ پاٿن تي دوڪان لڳايائون محنت ڪري سيڙهي پرمپرائن کي پلجي ويا. اڄ اُن جو ئي نتيجو آهي جو اسين سنڌي هيئنر ڀارت ۾ سکيا ستابا ٿيا آهيون. جن اُن وقت محنت مزدوري ڪرڻ کان لڄ ڪئي اُهي وقت جي چڪر ۾ پيسجي تباهه ٿي ويا.

اڄ پڻ اسانجي سماج اڳيان هڪ زبردست مسئلو آهي پنهنجي سڃاڻپ کي قائم رکڻ جو. هڪ طرف اسين سنڌيت ۽ سنڌي ٻوليءَ کي جيئرو رکڻ لاءِ ڇڄ ٽوڙ ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته ٻئي طرف اسانجي سماج کي پاڻ ۾ جذب ڪرڻ لاءِ مڪاني اثر وارو وات ڦاڙي ويٺا آهن. جيڪڏهن اسان ان طرف ڌيان نه ڏنو ۽ ذرو به لاپرواهي ڪئي ته پوءِ ڊپ آهي ته ۲-۳ پيڙهين کانپوءِ متان ڪٿي اسانجي الڳ سڃاڻپ ئي ختم نه ٿي وڃي. ان حقيقت جي پڌرائي ۾ آءٌ هڪڙو پرمان ڏيڻ چاهيان ٿو. اسانجي الڳ سڃاڻپ لاءِ اسانکي پنهنجي ٻولي الڳ هجڻ ضروري آهي. اسانجي پنهنجي ماتر ڀاشا سنڌي اسان وٽ پوري طرح وڪاس ڪيل ڀاشا آهي. اسانجي پراڻي پيڙهي طرفان ان ڀاشا کي جيئرو رکڻ لاءِ هر هنڌ هر شهر ۾ سنڌي اسڪول ۽ ڪاليج پڻ کوليا هئا

بيجل ساز بند ڪيو. اکيون کولي راجا جي سسي کڻي راجا انيراء وٽ آيو. انيراء جي دل کي چوٽ رسي چپائين ڪميڻا! اوري لالچ ۾ هيڙي سخي سردار جو سر وڍي آئون هاٿي ته منهنجي ملڪ مان هليو وڃ. موٽي ٿو هڪ هٿ ۾ راجا راء ڏياچ جو سر ۽ ٻئي هٿ ۾ ساز کڻي واپس اتي آيو جتي ستي ٿيڻ لاء سورٺ راجا جو لاش گود ۾ کڻي ڪاٺين جي چتا ۾ ويٺي آهي. جهڙي ديوي ٿي لڳي. بيجل جي دل لڏي ويئي باهه ۾ سر اڇلائي زار زار روئندي ڏڪاريندي ۽ پاڻکي ڌتڪاريندي راجا کان معافي وٺي جتي سورٺ ۽ خاطو راڻيون ڏاڍه تي چڙهيون ويٺيون پاڻ ۾ ٻئي پيو اتهاس جي سخي سردارن ۾ راجا جو شمار ٿيو. نه رهيو راجا نه رهيو بيجل جو ڏاتارن جا ڏينهن سچا ڪري.

بيجل جي زال ڪرپوتي سا چوي آهڙو مڙس آنءُ ڪونه لهنديس اها ۾ ٽپو ڏيئي ڏاڍه چڙهي. باهه جي توسان اڪاءُ ڏيئي ٻار وڃي ٻاهر پيو. ماڻهن کيس نپايو نسانءُ رکيائونس مگريو. انهن جو اولاد مگريو تيلاهين تن جا شهر مگريا ٿا سڏجن. شاهه صاحب ۾ راڳ تي فدا هو دم ۾ راڳ ٻڌندي ڏنائين. راجا راء ڏياچ سخي جو سردار ۽ بيجل مڱڻهار ۾ شاهڪار آهي جنهن ڏنئي، سون کي رد ڪيو شاندار سوالي آهي. راء ڪيترا لب آڇيس پر هو هڪ طلب ٿو طلبي ذرو ۾ پلتي نٿو هٽي. راء ڏياچ راجا جي هيءَ هڪ ڪٿائي نه آهي. هن ۾ روحاني راز، قول لاء قرباني، عشق ۽ راڳ جي مستيءَ جو اسرار آهي. سڀ پنهنجي پنهنجي پاران تماڳ قربانيءَ جا پتلا آهن —

عشق راء ڏياچ کي. جنهن سر ڏيئي ڏيکاريو،  
ٻيو عشق ماڻس کي، جنهن ڪئو نه نکارو،  
ٽيون عشق سورٺ کي، جنهن ستيءَ ست سونهاريو،  
چوٿون عشق بيجل کي، جنهن اول پنهنجو پاڙيو،  
پنجون عشق چارڻ کي، جنهن ڪانڌ تان جيءُ واريو،  
لعنت انيراء کي، جنهن پير وڏو پاسارو،  
پنج ئي سرها ٿيا، ڪٿائون ڪم سوڀارو،  
سڀئي پيا سچ ۾، ڳالهه ويچارو،  
وٺو ناو نام جو، ڪم لڳي موچارو،  
اهڙا راء ڏياچ جهڙا راجا نه ٿيا ۽ ٿيندا.

And last but not least all the Sindhi falk - tales are fine examples of Allegory which have roots in Analogy a figure of speech in which two different Pairs of objects are compared with one - another.

1/32, Sushil Sadan, Alwar Gate, Ajmer ( Raj. )

اسين ٻئي ئي چٽا، ٻيجل جا ٻانها
ڇڏ تنهن جا نعمام مڙي وچ منگتا تون.
چل، تہ چارڻ تو ڏئان، پرهہ ٻڌو لو ايڪم
منمت تہ مڃين منگتا؟ آهين وڏو نيڪ.

پر انيڪ مال متاع ڪانپوءِ بہ منگتو ڪين مڃي. ٻيجل ٻوليو تہ راجا مان سگھو ويندس پر تنهنجي سر ڪانسواءِ ڪجھہ نہ ڪپي.

راجا راءِ ڏياچ پنهنجي ماتا وٽ ويو. امڙ! هڪڙو چارڻ منهنجو سر ٿو گھري. مال راج ڪجھہ بہ نٿو وٺي. ڇڏ سر ڏيانس تہ راجپوت ماتا ٿي چوي -

م موٽائيج منگتو، خاتوءَ راڻيءَ چئو،
آيو جو آس ٻڌي، مر سرهو وڃي سو،
ڏجي نام ڪرتار جي، سو ٿئي سر سرهو.

سورت بہ سڏڪا ڀري سسڪي پئي. ماتا بہ حڪم ڪيو. راجا چيو ٻيجل کي وڄاءِ وڄاءِ امڙ و وڄاءِ ساز جو سرت نہ رهي ساهہ جي منهنجي ڪاپار جو ڪو ملهہ ڪولهي مان ويندي لنج ۾ ٿو مران.

سرو ٿي سرهو، م ڪي آءُ م ڳاءُ
جاچڪ تو متاع ملڪ مڙيوئي گھوريان.

ٻيجل ساز ٿو وڄائي. راجا جا وار ڪڙا ٿي اڀا وڃن باهر واڀو منڊل ۾ گويا طوفان برپا ٿي ويو. گگن ۾ گھمسان، بادلن جي گجگوڙ، بجليءَ جو ڪڙڪاٽ ڪن پيو ڪڍي سورٺ سن ٿي ٻيجل طرف پيئي ڀاڙائي سندس اکين ۾ هڪ عجيب چمڪ هئي.

تند تماريءَ تان، ڪهيو سو قبول پيو.
سر تہ آهي سٽ ۾، پر ٻيو ڪي مڱج دان،
خاڪ مٽي ڪا ٻان، ڪاتيا پوءِ ڪجھہ نهيق.

راجا جي اندر روحاني راز پلٽ ڪئي. سندس باطن جا پردا کلي پيا سارو وجود آهي نور سان پر ٿي ويو. يڪدم ڪاتي ڪڍي -

ڏسندي ئي ڏياچ کي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪڍي تنهن ڪاتي، وڌو ڪرت ڪپار ۾،
گل چئو گرنار جو، پٽڙ ٿيون پٽن،
چوٿا چارڻ هٿ ۾، سر سينگاريو ڏين،
ناريون نالت ڪرين، "راجا رات رهگيو".

چارڻ چولهن، رات ڪئي، آءُ لنهن آئين، جئي،
پدم پدم پيالا، جهڪڙ ڪيرين جمع،
پلنگ پٽر ليون پالڪيون، ولي واڻي آئي،
صبوح سوايو ڏيانءِ، حال دان آڻيئي هئي.

پنجل ڪليهرتا سان چيو ته راجا ڀرين وچن ڏي. سڀئي سودار مڪان قول تان ڪري، ان ڪري ڀرين قول ڪر. راجا ني دنيا تاڙي وچائي چيو. چارڻ چاهين ته سر ٻه ڏيئي ڇڏيانءِ پر ملهلجي سر ۾ ڇا آهي، ڪجهه ملهائتو گهر ته ڏيانءِ. پنجل آکيو ها ها مونکي سر ئي کپي.

سر ملڪي، سر کهري، سر ڏي لئي ته صلاح،
عربهتون نه ڪنڌري، لو ماري مهر صلاح،
خالق سڄه صباح، کوڻ ڇڏيندو ڪڏهن.
ڪر سخاوت سر جي، مٺاري تون گولار،
کپي ڏي ڪابار، سر ڏي ته سرهو لهين.

اتي سورٺ به اچي پهتي. ناراض ٿي چوڻ لڳي ته هيءُ هن ڪسي اچڻ جي آکيا ڪڏهن ڏني. اي سگهي ٿو ته چارڻ جي ويس ۾ ڪو دشمن جو پيڪش پاتسي هجي. اِن ڏيڻ جي سڀني ڪانيوءَ مان ٿئي چاهيان ته ڪو اجلي هن محل ۾ اچي.

راجا چيو ته تنهنجو سيدو سچو نڪتو. چارڻ مونکان قول ورتو آهي. هيءُ رنڊ آهي رنڊ جو راز مون پرو ڙيو. هيءُ مال ملڪيت جو اڪو ناهي هن سر جي صدا منٿن آهي.

عجب جهڙا ملڪتا، تنهنجي واڳ، رهاڻو رس،
جاچڪ، الهئي جس، سالڪ، گهرين سر لو،
وڏ داتا کان دان مان، خزانن جي ڪاڻ،
چڙهه، سالڪ سکيال تي، مڏيون ويندو ماڻ،
اڳيون راو رماڻ، ڪنج مداڻي، ملڪتا.

اي ملڪتا هيڪي ته ڏهه سر هجن ته ڏهه ڪند قول تي ڪپايان پر تنهنجي ڪل نه لٿي. هن سر ۾ ته ڪاري مرچ جي داڻي جيتري به مال ناهي تنهن جو تون طلبگار آهين. جي لوڪي ملهلجو سر ڪم اچي ته ڏهه دفعا ڏيانءِ. مونکي ته صرف هيءُ سر تو کي ڏيندي اهو پئي اچي. سورٺ ا چوڻ لڳي -

جي چنگ تي هرڪو لُو ريجهي ته ڇا راءِ ڏياچ ٻچي ويندو. اهو خوش ٿي ٻيجل کي سڀ ڪجهه ڏيندو پوءِ ڳالهه ڏسي سوچي ٿي دورتا ختم ٿي ويندي پوءِ مان ٻيو، چوڙا، مالهائون، بازوبند، ڪنگڻ، جهانجهرا، پيرن پازيب، ملنديون، چوٽيءَ ڦل پائيندي پس، پوءِ ته هلڪي ٻيجل نت ۽ سچن موتين جا اونگ پائيندو.

اهو سوچي مت جي مرڪيل چارڻ کهود مڙس جي پرپٺ هيرن موتين جو ڳالهه ولي ڪئي. ٻيجل پڏي واڙو ٿي ويو. جي مت جي موڙهيل راءِ ڏياچ سڀئي سردار آهي. پرجا هن تان ٻلهار ٿي وڃي ۽ مان سندس سر ڪٽي اچان. نه ته مونکان ته ٿيندو. ڪٽي وڃو هي ڳالهه واپس.

پر پيد ڪي خبر ڪين پنهنجي چڪي هئي ماٺي ته ڪنس اهو ڪم ڪرڻو ٿي هو. سوچڻ لڳو هن ساز ۾ ڪو راز آهي سو ته راءِ ڏياچ جهڙو سورهو ٿي سمجهي سگهندو سو ٻيجل —

چارڻ چنگ ڪاهي ڪري، هليو هٿانئين،
چارڻ وڏا چنگ ڪي، جهوڙا ۽ ڍهانئين،
سچاجها سائين! راڳ وڃهايائين راڳ، سين.

محل ٻاهران سرائو وڄائڻ شروع ڪيائين. محل ۾ ڪير به وڃي ڪين سگهندو هو. ٻلڪتي فرش تي ويهي سدا ڪئي من راحا عرش تي پڏي.

پرديسان پنڌ ڪري، سٺي آيس شان،
مڪان ڪيڙي مست سين؟ لسورو نادان!
سوڪو ڏيارئين ڏان، جو طمع کي ترڪ ڪري.

رات جي خاموشيءَ کي چيريندو آلاپ جهونا ڳڙهه ۾ راءِ ڏياچ جي ڪن تي پيو دريءَ وٽ اچي ڏسي ته ٻيجل ڳائي رهيو آهي.

ٻيا در ڏيئي اُن کي، آيس ٿلهلدي در،
سونهارا سورٺ ور! ڪا مدهلجي ڪر،
پلا! ٻيري پر، پالهو پانڌ پيدار جو.

راءِ ڏياچ کي سرير جي سڌ به رهي ۽ ٻيجل کي هن سنسار جي سار ته رهي. ڏنڊ ۽ ٻڌائيندڙ ٻنهي جي سرت سلامت نه هئي. ٻيجل ته ٿائيتال مچائي ڏنو. راءِ ڏياچ

ڪي ويران نہ ليٽ ڏيندس مان گرنار کي برباد نہ ڪنديس. ڏينهن گذرندي ڪهڙي ويرم. راڻيءَ کي پٽ ڄائو. پٽ کي ڏسندي ئي ڪيس اندر مان آواز ٻڌڻ ۾ آيو -

”جهونا ڳڙهہ جهرندو، پوندي جهانءِ جهروڪ ۾!!“

راڻي پريشان ٿي پيئي سو پٽ کـي صندوق ۾ تاڪي ڪٺي سرن درياهہ ۾ ڪيائين، اُهـا صندوق لڙهندي وڃي راجا آنيراءِ جـي ملڪ ۾ اڪتي ۽ هڪ چارڻ ۽ سندس زال کـي هٿ آئي. فقير جو آمر هو سو چارڻ ۽ چارڻيءَ ٻنهي اُن ڇوڪر کي ڏاڍي لاڏ سان پاليو جـو ڪين ڪو پنهنجو اولاد ڪين هو. ٻيجل ساماڻو تہ، ڪيس جهنگ ۾ مـال چارڻ لاءِ موڪلائون. چارڻ ٻارهين پهر سروج تي هرڻ ريڇهائي ماريندا هئا سي ڪٺي قوت ڪندا هئا. اُن جهنگل ۾ ڪنهن وڻ تي هرڻ جا آنڊا ٽنگي ڇڏيا ۽ سڪي ويا. هوا لـڳڻ سان اُهي تندون اهڙو تہ مـڌر آواز ڏيئون ڪن جـو پکي پکڻ ۽ جيو جنتو ڀاڻ وساري ڇـم ڪائي ٻيهي رهيا ٻيجل اُهي آنڊا ڪٺي تندون پنهنجي چنـگ چاڙهي جان ڪٺي وڃائي تہ پسون پکي چڱوٽا هرڻ اچيو ڪنا ٿيندا هئا. هو هر روز ٻہ چار هرڻ جهلي اچـي مائٽن جي پالنا ڪندو هـو. سندس چنگ جـي هر هنڌ هاڪ پئجي ويئي جڏهن ٻيجل چنگ چوريندو هو تہ ٻڌندڙ جـو روم روم ڪـڙو ٿـي ويندو هو. آخر هڪ چارڻ جـي ڌيءَ سان پرڻايائونس.

آنيراءِ راجا کي ست ڌيئر هيون جڏهن وقت ٻيجل ڄائو تہ ڪيس هڪ ٻـي ٻہ ڌيءَ ڄائي. خارن وچان راجا اُنـکي صندوق ۾ سون رپو وجهي لوڙهي ڇڏيائين. ڇـي ڇـورن ڪٺي وڃي آهي سا صندوق هڪڙو رتنو ڪنڀار راءِ ڏياچ جي ڳوٺ ۾ تنهن کي هٿ آئي، رتني کي بہ اولاد ڪونہ هو سو لاڏ مـان ڪيس پاليائين نانءُ ڏنائينس سورٺ جنهن جـو جوانيءَ ۾ حسن جـو ڪو حساب ئي ڪونہ هو. سورٺ جي سونهن جـي هاڪ ٻـڌي راجا آنيراءِ رتني کان سنگـ گهريـو. ڪيس سڌ نہ هئي تہ سورٺ سندس ڌيءَ آهي. جيئن ڄڃ وڃي رهي تہ راجا راءِ ڏياچ جي نظر پيئي. جڏهن حقيقت جـي خبر پيس تہ رتني کـي ملامت ڪري سورٺ کي پنهنجي حويليءَ ۾ رکيائين. آنيراءِ کـي غصو آيـو ۽ لشڪر وٺي جهونا ڳڙهہ تي چڙهائي ڪيائين پر ٻارهن مهنا جنگ ڪانپوءِ بہ ڪوٽ ايترو اونچو جـو نہ توب جو گـورو رسي نہ غباري جو نيٺ شهہ ڪائي وريـو پنهنجي ملڪ پـر سندس انـدر ۾ تہ راءِ ڏياچ لاءِ آتش هئي سو سون ۽ روپي جا ٿالهہ ڀري ملڪ ۾ هوڪو ڏيارياءِن تہ جيڪو راءِ ڏياچ جو سر وڍي اچي تنهن کي هي ٿالهہ تہ ملندو پـر ٻيو ٻہ گهڻو مال ملندو. ٻيجل جي زال اهو هوڪو ٻـڌو تہ دل ۾ سوچڻ لـڳي منهنجي مـڙس

# لوڪ ڪٿا - راءِ ڏياچ

ڊاڪٽر شيلا موٽواڻي

سنڌي لوڪ ساهتيه جي جدا جدا روپن ۾ ڪهاڻين جي روپ ۾ زباني روايتن
مان سهيڙي قلمبند ڪري شعر جي روپ ۾ لوڪ ڪهاڻين کي عوام تائين پهچائڻ جو
سهرو اسانجي سنڌي شاعر شاهه عبداللطيف کي آهي. شاهه عبداللطيف سنڌ جو
شيڪسپيئر سنڌي تهذيب جو روح، سنڌي شعر جي آتما، سنڌ جي ادبي تاج جو
لاثاني گوهر، سورمن ۽ سورمين جو شاعر، سنڌ جي آفتاب ادب ۾ جتي سورمين
سهڻي ۽ سسئي، مومل ۽ مارئي، ليلا ۽ نوري کي لوڪ ڪهاڻين ۾ فرش تان چاڙهي
عرش تي آندو اتي سنڌس سورهيه سر سورٺ جو راجا راءِ ڏياچ واري قصي ۾ سنڌس
مکيه قربانيءَ جي بي مثال مورت آهي. هن لوڪ ڪٿا ۾ شاهه جي سورمن جو سورهيه
راءِ ڏياچ آهي. هن زمين تي اتهاس ۾ حقيقي توڙي مجازي، وطني توڙي سماجي عشق
جي راهه ۾ سو نه بلڪ هزارن، پنهنجا سر قربان ڪيا آهن پر اهڙو ڪو مثال ڪونه سڃاڻ
جو ڪنهن سخيءَ پنهنجي هٿن سان ڪرت ڪپار ۾ هڻي راڳ مٿان سر قربان ڪيو هجي
نه ڪو راڳ جي عشق ۾ هڪ ويرين جي وچان آيل سواليءَ جي سڌ پوري ڪرڻ ل
پنهنجي جوڙي مڪٽ هار کي پنهنجو سر به قربان ڪو ڪري.

شاهه جون لوڪ ڪهاڻيون شاهه جي رسالي ۾ ۳۰ سرن ۾ قلمبند ٿيل آهن. شاهه جي
سهڻي سرن ۾ من جو ملال، تن جي پيڙا سمايل آهي پر راجا راءِ ڏياچ جي ڪٿا ۾ رو
ريلا ٿو ڏئي. ڏکون روئي ليئون اٿن. دل ڏهلجي ٿي وڃي نسٽ نيسارا ٿا نڪرن. راجا
ڏياچ جو ثاني ۽ داني ڪو سنسار ۾ ڪين ملندو جنهن روح جي راحت راڳ لاءِ پنهن
پاڻ سر ڪٽي ڏنو.

راجا راءِ ڏياچ جونا ڳڙهه تي راڄ ڪندو هو، ڪيس هڪ ڀيڻ هئي جنهن کي او
ڪو نه هو سا اولاد جي سڪايل ڪنهن درويش کان پٽ پلڻ ويئي. درويش چيو
مائي! توکي پٽ ته ڄمندو پر اهو تنهنجي ڀاءُ جو سر وڍيندو. راڻي ڀيڻ ساراهي و
چيائين، اهڙو اولاد ٿي نه کپيم جو ڀاءُ راڄ جو اڪيلو وارث وڃي مارائيندس. جونا ڳ

گيتا ۽ ساوتريءَ جي گهوٽن اهو دردناڪ حادثو پنهنجي اکين سان ڏسي مصمم ارادو ڪيو ته هن کانپوءِ اسين ڪڏهن به سمگلنگ، شراب، گانجو، آفيم نشيلين شين کي ڪڏهن به ڪين واپرائينداسين. اسٽيشن کان ٻاهر نڪري ٻه ٿري ويلر ڪري اچي گهر پهتا. سڄو رستو اکين اڳيان اهو نظارو ڦرندو رهين.

روٽي کائڻ لاءِ ڊائيننگ ٽيبل تي ويٺا هئا ته وڪيل صاحب چيو ساوتري! اڄ کانپوءِ ڪڏهن به سمگلنگ، شراب نه پيئندس نه ئي توکي اجائي تنگ ڪندس. سمگلنگ پيسٽ وارن جو گاڏيءَ ۾ ڏٺئه نه ڪهڙو حال ٿيو ٿئي. شراب ۽ پيو اچي سو ته پهه چئي ڏنائين „هيري سنڌي هير ٽنگ ڀڳي به نه لهي" ساوتريءَ کي وشواس نه جو پڪو ارادو ڏسي گيتا جي گهوٽ به چيو ها ڀائي مان به اڄ کان قسم ٿو کڻان ورڪي ڪڏهن به شراب، سمگلنگ آفيم نه پيئندس. ٻئي ڀينرون اڄ تمام گهڻو خوش هيون تڏهن ساوتري ۽ گيتا پنهنجي پنهنجي گهوٽن کي ڀاڪر پائي چيو ته ڀائي „صبوح جو ڀليل شام جو گهر اچي ته هو ڀليل نه ليکبو". ڀلي ڀلي ڀاڳ آئي .....

هيئنو رهي ساوتري وارا پنهنجي گهر پهچي ويا ۽ آرام جي زندگي گذارڻ لڳا. ڀائي چندنمل جي پڇاڙي عمر جي لحاظ کان ڪمزور ٿي ويئي هئي. ڪم ڪرڻ ڪونه پڄندو هوس. هوءَ پنهنجي سرير مان بيزار رهڻ لڳي. نريندر ۽ شيلا کي ان وچ ۾ ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو. انهي ڪري شيلا جو ننڍي ڏير ڪمليش تي ازخود پيار وڌڻ لڳو. انهي زال مڙس پڪو ارادو ڪيو ته ڪمليش کي تمام گهڻو پاڙهي انجنيئر ٺاهينداسين. تڏهن سان گڏ سس جي پٺ شيوا ٽهل ڪرڻ لڳا. وقت گذرندي دير ڪانه لڳي. ڪمليش بي.اي. پڙهي انجنيئر ٿي ويو. اهو ڏسي ماٽس ڏاڍي خوش ٿي ۽ شيلا کي آشيرواد ڏيندي چيائين „شل ٻن پٽن جي ماءُ ٿئين" ايترو چئي هميشه هميشه لاءِ اکيون ٻوري ڇڏيائين.

نوٽ:- هيءَ ڪهاڻي حقيقي آهي ڪالا ضرور خيالي آهن انهيءَ ڪري ڪو به پاٺڪ پاڻ ڏي نه سمجهي.

25/865; Pahar Ganj, AJMER

ٿي بيهوش ٿي ڪري پيئي، ڪمليش بہ ڪرڪيٽ راند ڪري واپس موٽيو. ماءُ ۽ ڀيڻ جي اها حالت ڏسي روئڻ لڳو. پاڙيوارا ڪٺا ٿي ويا. ڪمليش جي ماءُ کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ ڪوششون ٿيڻ لڳيون. نريندر ۽ شيلا کي پڻ فون ڪيائون. ايتري ۾ پوليس بہ اچي ويئي. نريندر ۽ شيلا پڻ آفيس مان پهچندا آيا. پوليس کي ڏسي هيڪاري گهٻرائجي ويا. پوليس پڇا ڳاڇا شروع ڪئي. نريندر ۽ شيلا پنهنجي بيان ۾ چيو ته ڪالهہ کان هوءَ ڪجهہ ڪونہ ڳالهائيندي هئي. ڏاڍي اُداس هئي وغيره. پاڙيوارن بہ ها ۾ ها ملائي. لاش جو پوسٽ مارٽم ڪري لاش مائٽن جي حوالي ڪيو ويو. شيلا ۽ نريندر اندر ئي اندر محسوس ڪرڻ لڳا ۽ پڇتائڻ لڳا. وڪيل ۽ گيتا جي گهوٽ کي پڻ تار ڪيائون. هو اچي سگهرا پهتا. ٻئي ڀائرن ڀيڻ کي ماءُ کي چنبڙي اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳيون.

وڪيل ۽ گيتا جو گهوٽ ٻئي اهي حادثي بابت ڳالهيون ڪرڻ لڳا. نريندر چپ چاپ غم ۾ هنن جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. ڪجهہ ڏينهن رهي نارهو ڪري گيتا وارا ۽ ساوتريءَ وارا هن کان موڪلائي اچي ريلوي اسٽيشن تي پهتا.

جتي گيتا جي گهوٽ پنهنجي سالي ساوتريءَ ۽ سنديءَ کي پاڻ وٽ هفتو کن هلي گهمي ڦري وڃڻ لاءِ چيو. پهرين تہ ساوتري ۽ سندس گهوٽ انڪار ڪيو پر پوءِ سالي جي ڳالهہ مڃيندي ها ڪيائون ۽ ٽڪيٽون وٺي اچي گاڏيءَ ۾ ويٺا. گاڏي پنهنجي رفتار سان هلي رهي هئي. انهي ڏٻي ۾ ڪيترائي ماڻهو ويٺل هئا. ساهمون واري سيٽ تي هڪ پيءُ ۽ پٽ سندن نوجوان پٽ ويٺل هو. پر ڏسڻ ۾ پٽس تمام ضعيف ۽ ڏٻرو نظر اچي رهيو هو. هن پيءُ پٽ کان پڇيو تہ هن کي ڇا ٿيو آهي؟ پيءُ پٽ جواب ڏيڻ کان اڳ ۾ هڪ اونهو ساهہ کنيو، پوءِ ڳالهہ شروع ڪيائون تہ سال اڳ هيءُ دوستن جي سنگ ۾ شراب ۽ سمڪ پيئڻ سکيو هو. ڏيري ڏيري هن جون عادتون وڌي ويئون هاڻي انهن شين کانسواءِ هيءُ رهي ڪونہ سگهندو آهي. انهيءَ ڪري ئي ضعيف ٿي ويو آهي. هاڻي هن کي وڏي اسپتال ۾ علاج لاءِ وٺي وڃي رهيا آهيون.

ريل گاڏي سهڻيون هلندي اچي احمد آباد جنڪشن تي پهتي گاڏي مان ٻئي، پيءُ جو پٽ اچانڪ تڙڦڻ لڳو. سڄي سرير ۾ آنڊ مانڊ ٿيڻ لڳس. اکيون ڦيرڻ لڳو. زور زور سان ساهہ کڻڻ لڳو ١٥ منٽن تائين اها حالت ڏسندو عجب ۾ پئجي ويا اوري ديرو ۾ خون جي اُلٽي ڪيائين ۽ سندس پراڻ پکيڙو اڏامي ويس. پيءُ پٽ زار زار روئڻ لڳا. سندن پڻ پيءُ جو سهارو هن کي ڇڏي هليو ويو.

ڪانپوء هڪ پنت ڇائس جنهن جو پٽ خرچ وڌيس. وڌيل خرچ ۽ سندس بگڙيل عادتن جي ڪري زال مڙس ٿوري ٿوري ڳالهه تان پاڻ ۾ وڙهندا هئا.

ساوتري گهوٽ کان لڪي ڇپي ماءُ پيءُ کي مٿين حقيقتن کان چٺين ذريعي واقف ڪيو. اهي حالتون ڏسي ابدي پائي چندنمل کي گهرو صدمو پهتو ۽ جلد ئي بستري داخل ٿيو. ڊاڪٽر اچڻ لڳا. ڪيترن ئي ويدن - حڪيمن جو علاج ڪرايائون پر ڪي ڪونه وريو. ان مهل ڪانپوء پائي چندنمل سرڳواس ٿي ويو. بيماريءَ ۾ دوائن تي ڪافي خرچ ٿيڻ غريبيءَ جي ليڪ هيٺن کي ايترو ته ذليل ۽ ڪمزور ڪري ڇڏيو؛ جو گهر ۾ ڪفن لاءِ پئسا ڪونه هئن ڪنهن ويجهي مائٽ کان پنج سو روپيا هٿ اماڻي وٺي پيءُ جو ڪريا ڪرم ڪرائون.

پيءُ جي موت کانپوء نريندر وڏي پنس کي پاور هائوس ۾ نوڪري ملي ۽ شيلا جا ريڊيو بورڊ ۾ نوڪري ڪندي هئي اُن سان شادي ٿي. شيلا سڀاو جي تيز هئي. راڌا ڪمليش ۽ ماڻس جو بار نريندر ۽ شيلا تي هو. نراڻ پاڇائي جو ڪم تان روز روز پاڻ ۾ تڪرار ٿيندو هو نٺهن کي سس سمجهائيندي چوندي هئي "هڻي ٿورن ڏينهن جي مهمان آهي" ڏيءَ ته آخر پرائو ڌن آهي. راڌا ٻه ڏيءَ گهر ڪونه وهاري. اڃا ئي ڇو ٿيون پاڻ ۾ وڙهو. ماڻس راڌا کي پٽ ڇڏيندي ڇهو. مان پري ڪنڌيءَ تي آهيان اچ نه سيان مرلدس پاڇائي ۾ ماءُ سمان ٿيندي آهي.

هڪ ڏينهن شيلا آفيس مان جڏهن گهر موٽي رهي هئي ته راڌا کي هڪ ڇوڪري سان گڏ ويندو ڏسي ورتائين. راڌا جو اُن ڇوڪري سان اسڪول ايندي ويندي پيار ٿي ويو هو. گهر اچي شيلا گهوٽ سان سموري ڳالهه ڪئي ۽ پنهنجي پاريائين. نريندر ۽ ماڻس راڌا کي خوب سمجهايو. راڌا چپ چاپ سڏڪندو ڪمري جي موڙ تي وانگر ماٺ رهي ۽ اُنهن جو ورود نه ڪري سگهي.

سڀئي رات پنهنجي من ۾ پور پچائيندي رهي. ٻئي ڏينهن اسڪول پڙهڻ ڪونه ويئي. گهر ۾ صرف ماڻس ۽ ڪمليش هئا. نريندر ۽ شيلا پنهنجي پنهنجي آفيس ويا. پاڙي ۾ ڪنهن جو موت ٿي ويو هو. ماڻس پرچاڻي ڏيڻ اوڏانهن هلي ويئي. ڪمليش به پنهنجن دوستن سان گڏ ڪرڪيٽ راند ڪرڻ هليو ويو.

راڌا پاڻ پاڇائي جي لعنت ڦٽڪار سهي نه سگهي ۽ پنهنجي ڳڇيءَ ۾ ساڙهيءَ جو ڦندو وجهي پنکي ۾ لٽڪي پنهنجي جيون جو انت آڻي ڇڏيائين. اڌ ڪلاڪ کانپوء ماڻس گهر موٽي ڪمري ۾ گهڙي ته راڌا کي پنکي ۾ لٽڪيل ڏٺائين. اهو نظارو ڏسندي

ٿي پارٽيون آيون. مگر موٽي هليا ويئون. ڇاڪاڻ ته گيتا پرڻجڻ کانپوءِ به پيڪي گهر ويٺي هئي. ايتري ۾ هڪ وڪيل ساوتريءَ سان شادي ڪرڻ منظور ڪئي.

شادي سک سان ٿي گذري. ساوتري ماءُ پيءُ ڀينرن ۽ ڀائرن کان موڪلائي وڃي ساهري گهر پهتي. ٿورن ڏينهن کانپوءِ ساوتريءَ کي پاڙيوارن مان خبر پيس ته ”وڪيل صاحب“ اڳئي هڪ ڇوڪريءَ سان مڱيو هو. پر هوءَ ٿوري هئي گويا وڪ پائيندي هئي. ڏيتي ليتيءَ جي لالچ ۾ اچي وڪيل مڱڻو قبول ڪيو هو. شادي ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪيترا پيرا ڇوڪريءَ جي مائٽن کان ڪڏهن پنج سو ته ڪڏهن هزار روپيه وٺي ويندو هو ۽ ڪلب ۾ وڃي جوئا کيڏندو هو. انهيءَ ڳالهه جي جڏهن ڇوڪريءَ وارن کي خبر پئي تڏهن وڪيل سان مائٽي ٽوڙي ڇڏيائونس. پاڙيوارن ساوتريءَ کي اهو به ٻڌايو ته تنهنجو گهوٽ ٿالي ماتر وڪيل ضرور آهي پر حقيقت ۾ هيءَ ڪڏهن به ڪورٽ ۾ ڪونه ويندو آهي.

اهي ڳالهيون ٻڌي ڪري تنهن ڪلوار جا هوش ئي اُڏامي ويا. اندر ۾ ڏڪڻ ولي وِيس الائي اڳتي ڇا ٿيندو. ساوتري پهرين ڏڻ تي پيڪي پهتي ۽ اچي سڀئي ڳالهيون گهر وارن سان ڪيائين. ڏينهن گذرندي ويرم ئي ڪو نه لڳي. وڪيل صاحب به اچي ساهري پهتو. ساهراڻي خاطرداري ٿيڻ لڳيس. هڪ ٻه ڏينهن ٽڪي ساوتريءَ کي هلڻ لاءِ چيائين ساوتريءَ کي ماءُ مائٽن دلداري ڏني ته سڀ نيڪ ٿي ويندو ۽ اُنهن کان موڪلائي اچي ساهري گهر پهتي.

هوڏانهن گيتا کي گهوٽ کان الڳ ٿئي ٻارهان مهنا ٿي ويا. ڀائرن ۽ سنڌي پنڊت جي ڪٽ پٽ کان تنگ اچي نيٺ گهوٽ کي هڪ چٺي لکيائين. جوندا آهن ”ان جو منهن ڪنڊ ڏي“، گهوٽس به آتو ويٺو هو. سو چٺي تي اچي هڪ رات رهي گيتا کي پاڻ سان گڏ وٺي هليو ويو. پر سندس عادتن ۾ اهان ڪو به فيرو ڪونه آيو هو. ڏيري ڏيري زال جا سڀ ڳهه ڳٽا وڪڻي ڇڏيائين. ساهرن کي پڻ تنگ ڪري اُنهن کان به پيسن جي گهر ڪيائين. ڀائي چندنمل وارن جا پنج پندرهن وارا ڪتا ٿي پيا هئا ته به ڌيءَ جي سک خاطر هڪ ٻن هزارن جي مدد ڪيائونس ۽ اڳتي لاءِ پڻ لاچاري ظاهر ڪيائونس. جوندا آهن دکن پنيان سک ايندا آهن. هاڻي گيتا کي ماستري ملي ويئي ۽ حوالدارن ايڪ طرح سان هلڻ لڳن. پر گهوٽس چيا ”اُهي ئي ٽانون اُهي ئي چڱهه“.

هيڏانهن ڀائي چندنمل جو ٻيو ناٺي وڪيل صاحب سڄو ڏينهن يار دوستن سان گڏ سمنڪ، کاڌو، آڌيم نشيليون شيون وابرائي زندگي تمام ڪرڻ ۾ آتر هو. گهر جي ڪا ذميواري پاڻ تي ڪونه سمجهندو هو. زال ڪمائيندي هئي پاڻ کائيندو هو. ٻن سالن

# "پلي پلي پاڻ آئي"

سورج شوداساڻي

سو ڳالهه ٿي ڪيم ته ڀوپال ۾ ڀائي چندنمل کي مين بزار ۾ اسٽيشنري جو دوڪان هو ۽ صبوح جو سوير اُٿي دوڪان کوليندو هو. رات جو اٺين بجي بند ڪندو هو. ڪيس ٽي ڌيئرون گيتا، ساوتري ۽ راڌا ۽ پٽ نريندر ۽ ڪمليش نالي هئا. جي ٿلهي پيلرن کان ننڍا هئا. گهر ۾ ڪل ست ڀاتي هئا. ڪمائڻ وارو صرف ڀائي چندنمل هو. مهانگائي چوٽ چڙهي وڃڻ ڪري، سندن گهر جو گذران ڏاڍو ڏکيو ٿيندو هو، ته به ڀائي چندنمل پيٽ کي پٽيون ٻڌي ٻه ٻارن کي پاڙهيو. وڏي ڌيءَ گيتا هاير سيڪنڊري پاس ڪري ماستري ٽريننگ پاس ڪئي. ماءُ پيءُ کي چنتا ته ڇوڪري وڏي ٿي آهي شينهن ڪلهي چاڙهي رواني ڪجي. مٺي مانڊهن ڪرڻ واري مهراج کي چئي مائٽي هلايائون. ڇوڪرو احمد آباد ۾ ڪپڙي جي پيڙهيءَ تي بيٺل هو. ٻارهون درجو پڙهيل هو. ٿوري گهڻي ڏيتي ليتي ڌيءَ کي ڏيئي اُڪلايائون.

هڪ دفعي گيتا جو گهوٽ دوڪان تان لهڻ ڪانپوءِ شراب پي آيو. گيتا جي سمجهائڻ تي هن سان مارڪٽ ـ ڪار گذ ڪرڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن ته اڌ رات جو گهر ۾ ايندو هو. گيتا چپ چاپ ڏسندي رهي. گيتا کي اهو به معلوم ٿيو ته هو جوئا به ڪندو آهي. هڪ دفعي گيتا کي ڳلي جي سوني زنجير لاهي ڏيڻ لاءِ چيائين. گيتا جي منع ڪرڻ تي اُن کي سونٽيءَ سان ڏاڍي مار ڪڍيائين، ايتري قدر جو پاڙيوارا گڏ ٿي ويا. گيتا مار کائڻ ڪانپوءِ اُنهيءَ کٽي اچي پيڪي در پيئي. ڇهه مهنا گذري ويس. مگر گهوٽس، هڪ به چٺي ڪو نه لکيس نه نياپو موڪليائينس. ٻئي پاسي گيتا پنهنجي ضد تي رهي.

ڀائي چندنمل جي ٻئي نمبر ڌيءَ ساوتري پڻ سيڪنڊريءَ جو امتحان پاس ڪيو ۽ ٽائيپ پڻ سکي. هن کي جلد ئي پي ـ ڊبليو ـ ڊي ڊپارٽمينٽ ۾ ڪلارڪي ملي ويئي.

ڀائي چندنمل ۽ سندس زال هر آرتوار تي ستسنگ ۾ ويندا هئا.

هاڻي ڀائي چندنمل کي ٻي ڌيءَ جي به چنتا لڳي. ڇوڪرا اڃا ننڍا هئس. ساوتريءَ جي لاءِ ور جي ڳولها لاءِ مٺن مائٽن، مهراجن کي چؤ چواءُ ڪرايائين. ڪيترين

آيو ته ڏاڍي آدر سان وچڻ ملڻيس ۽ دستر خان تي کاڌي لاءِ وهاريائونس، کاڌو آيو ته هن اهو پنهنجي ڪپڙن تي وني هاريو.

اڪبر وائڙو ٿي پڇيس، "اڙي بيربل، ڪل ته نه لري اي ......"

"نه، عالم پناهه. هي توتو مونکي لور وني ملهندڙ ڪپڙن کي مليو آهي، اڪري روٽي به ته انهنکي ئي کائڻ کپي نه."

ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ تي سڀئي خوب کليا.

چوندا آهن، پهريون اثر ئي، آخرين اثر آهي.

First impression is the last impression.

اهو پهريون اثر پوندو آهي ويس وڳي سان!

7, Sindhi Building, 7th Road, Rajawadi, Bombay - 400077

ڪراچي حيدرآباد وغيره ۾ جون ترقي يافته جوانڙيون ولايت جي سُٽڻ، جهبلو ۽
اُن مٿان ڪوٽي ۽ اڇو رنو جنهن جڳهه پيٽي ڪوٽ بلائوز ساڙهيءَ ورتي ۽ اُنجي
ڦاڏم رهندي، آن ونڪا سُٽڻ جي جاءِ تي پيٽيءَ، جهبلي جي جڳهه تي شرٽ، پائي
ڪوٽيءَ ۽ رئي جو تياڳ ڪيو آهي. سلوار، ڪڙتو، سوڙهي سٿڻ ( ڊرين - پائيپ پيٽيءَ)
وغيره جو رواج به اڄ تائين هلندو آيو آهي.

خاص موقعن تي ڳاڙهي رنگ ۾ رڱيل ڪمهو رنو، سرٽ جي زري، ڀرت ڀريل
وڳا هئا، جنجي جاءِ بنارسي ساڙهيءَ ورتي، بنارسي ۽ ڍاڪا ململ جي شفان، جپاني
جارجٽ وغيره پنهنجي ڏڪيلي ڇڏيو آهي.

مٽين ۾ شيشن منهن ڪنگڻ، جهومڪا، ڳلي لاءِ سوني جو سڳو يا پنيٽري، پيرن
لاءِ پازيب ۽ چير ۽ سيڻي جو سرمور نڪ جي لٽ.

منگل سوتر جي رواج هتي اچي زور پڪڙيو اُتي ڪن جا ڪوڪا سهاڳ جي
نشاني ڪري مڃيا ويندا هئا. ٻيو ٻنهي ٻانهن ۾ ڪانچ يا سوني جون ڪنگڻيون آهستي
آهستي هڪ ٻانهن ۾ رواج ۽ ڪنگڻيون صرف ساڄي ٻانهن ۾، منڊيون به ٻن ڪان
مٿي مشڪل پائيندڙيون هيون. هاڻي ته، اِنگيزميٽ رنگ جو به فئشن نڪتو آهي.
مرد به منڊي پائن، پر صرف هڪ.

نڪ جي نٿ ته ڇني، ٻولي وغيره جو رواج به وڃي ٻيو گهٽبو، ساڳيءَ ريت
پيرن جا پازيب به. شاديءَ جو پهريون مهنو ماس صرف پائن ته پائن نه ته ڪوئي
لازمي ڪونهي.

لنبو گجراتي سٽائيل ڪوٽ، ڌوتي ۽ گانڌي ڪئپ يا رواجي سائيز ڪوٽ،
جواهر جڪيٽ، اهو شهري وڏو واپاري ورگ جو هو، باقي نوڪري پيشه حاڪمن
جو نقل ڪرڻ ۾ شان سمجهندا هئا. ڊريندج پائيپ جهان لڳندڙ هڪ سواڪت لنبي
مهراڻي ٽوپي ڪارو ڪوٽ ۽ وڏن پانچن سان سلوار به عاملن جي ڊريس رهي
ڪڏهن. ڳوٺن ۾ جهبو ۽ سٿڻ ۽ بوچڻ ۽ شهر ۾ پيٽيءَ، شرٽ يا بشرٽ رهي آهي.
فل - سوٽ ۽ نيڪٽاءِ وغيره به ڪي پائن، اسڪولي نينگر نينگريون چڏي يا نڪر،
بوٽ جوراب پائن. نڪر جوان صرف راندين مهل پائن يا بلڪل الٽرا - ماڊ لڳڻ لاءِ!
هاف - پيٽيءَ، سوئم - سوٽ پائڻ جو رواج اڃا ته هندستان ۾ نه نڪتو آهي.

بيربل جي هڪ ٽوڪي سان هي ليڪ سماپت ٿو ڪريان. ٽوٽو ملڻ مجلس تي
بيربل سادن ڪپڙن ۾ وڃڻ جي ڪئي ته هنکي روڪيو ويو. گهر وڃي اڃا ڪپڙا پائي

رئيءَ جي ساڙهي، هڪ دفعو پائي ڦٽي ڪندڙ کي به ڏٺو آهي ته ١٥ سال هڪ ئي وڳي ۾ گذاريندڙ کي به.

گهونگهٽ ۾ ڪنوار کي سڃاڻيندي به ڏٺو آهي ته ڪم اُٿڻ ڪندڙ اڌ - وسٽر پهريل آڌونڪا کي بن - داس انگلستان گهيڙيندي به.

مٿي صدي اڳ سنڌي ويس وڳو.

انگريزن جو راڄ ١٨٤٣ کان سنڌ ۾ شروع ٿيو پشچمي ڪلچر کي پير کوڙڻ ۾، چاليهه پنجيتاليهه ورهيه لڳي ويا. انگريزن کان اڳ مغلن جو راڄ هو، انڪري سڀاويڪ هو ته هندن جي پوشاڪ تي مسلم اثر لڳي.

خاص ڪري پشور مرد ته مسلمانڪو ڪپڙو لٽو پهري پنهنجي اصليت کو چڪا هئي، ڪلدا هئا. باقي زالن ۽ دڪاندارن ۾ اها سڀاءُ قائم رهندي آئي.

زالن جي ويس وڳي ۾ فلمن جي اچڻ کان اڳ پنجابي اثر نمودار ٿيو ته مردن وري بمبئي وغيره جي گجراتين جو نقل ڪيو، اهو انگريز راڄ جي شروعاتي دور ۾ ٿيو. پوءِ ته فلمن جو، خاص ڪري جوان ٿي نقل ڪرڻ لڳي جو اڄ تائين هلندو اچي. بهرحال، شڪارپور جي وڏن زالن کي مٿي صدي اڳ گهر کان ٻاهر نڪرڻ مهل رئي، پڙي، چولي ۾ ڏٺو ويو. پاڪستان بعد ۾ ٨-١٠ سالن تائين اها ڊريس قائم رهي ۽ پراڻي پيڙهيءَ جي ختم ٿيندي اها به ختم ٿي ويئي. چولو، خميص يا شرٽ اڌ ٻانهن سان اڇي ڪپڙي جو هوندو هو ۽ رئو يا ٽوپي به سٺي ململ جي مٿي ڍڪڻ لاءِ ڪاري هوندي هئي، باقي پڙو ڪهاڻي گاڙهي رنگ جو ڪاري پونت سان هوندو هو. نت به هڪ خاص سڀاءُ هوندي هئي. رئي بدران چادر به پائينديون هيون.

حيدرآباد وغيره پاسي رئو، پڙو، چولو ۽ چادر جو رواج هو ۽ پيرن ۾ سهائي.

جوان زالون پنهنجي سنائيل جي ڦولدار سٿڻ، جمپر ۽ پوتي پائينديون هيون، امبره سوسي، وائل، گلدن وغيره، ڪپڙن جا نالا هوندا هئا. گهونگهٽ جو رواج گهٽ ۾ هو. وڏيڪ خبردار زالون سڄي شريرکي وڳو اکين وارو پاسو کليل رکي " اکري " نالي واري چادر ۾ پاڻکي ڍڪي نڪرنديون هيون.

ڇوڪريون به پنجابي وڳو پائينديون هيون. فراڪ (ڊريس) جو رواج به پوءِ چالو ٿيو ۽ پر ڦورورئي وڏو ٿيڻ ته فراڪ تياڳي، ساڙهي، بلائوز پهري ڪوٽ ابهرائينديون هيون.

گانڌيءَ ٽوپيءَ سان گڏو جواهر جيڪيٽ ( صدريءَ ) جو به رواج پيو. باقي گانڌيجيءَ پاڻ ته گانڌي ٽوپي نه پاتي، لنگوٽ پاتائين، جنهن فيشن زور نه پڪڙيو. ڌوتي، لونگي، پائجامو، سٿڻ، پتلون، نڪر وغيره ڌڙ کان هيٺ مردن لاءِ ۽ ڌڙ کان مٿي جهبو، خميس، چولو، گنجي وغيره.

ناريءَ جاتيءَ جو هڪ وڳو صدين کان هلندو اچي - اهو آهي ساڙهي! ڀارتي ناريءَ جي سڃاڻپ ئي انسان لڳي. الٽرا ماڊرن ناري به ڪن موقعن تي ساڙهي لازمي طور پائي. بنارسي، ڪانجيورم، سورت جي زري ڍاڪا جي ململ وغيره جو فيشن پراڻو ٿي چڪو آهي. جپاني پاڻ ته ساڙهي نه پائن، پر سنٿيٽڪ مٽيريل مان هندستانين لاءِ نهايت ئي عمديون، رنگين ساڙهيون ٺاهن. رواجي طور ساڙهي ۶ وال ڊگهي ٿئي، پر مهاراشٽرا وغيره ۾ نو - وال پائڻ جو ڪجهه ڍنگ به نرالو. مهاراشٽرا ۾ لانگ ورائي ڌوتيءَ جيان پائن. مسلمان هندن کان اُلٽي لوڻي ورائن. پارسي طريقو به ڪجهه نرالو آهي. بريزرس يا باڊي شرم استان کي ڍڪڻ لاءِ، ان مٿان ڪوٽي - چوڙين، ملين، اڌيا ٻنا ٻانهن جي بلائوز، ڌڙ کان هيٺ گهگهرو.

ويس - وڳي جو سمورو مدار آرٿڪ استٿي، پڙهيل، اڻ پڙهيل، شهري ڳوٺاڻي يا آزاد - غلام منورتيءَ تي ڪونهي.

هردوار ۾ هر جي پوڙيءَ تي پنهنجي گر براهمڻ کي ڌوتيءَ جهڙي ۾ منجهي ڳهر واريءَ کي ٽرائوزرس - ٽي شرٽ ۾ بنا جهجهڪ گهمندي ڏٺو آهي.

۶۵ سالن جو سهرو، چار درجا سنڌي پڙهيل، شڪارپور جي ڳوٺ ۾ سٺي زندگي گذاري ۽ ٻانهن واري گنجيءَ ۾ پنهنجو هٽ سنڀاليندي، ٻمبئيءَ ۾ سفاري ڊريس ۾ ڏٺو آهي. سس، ننهن ۽ ڌيءَ کي مڙيل مردان وڳن پهرت، بشرٽ ۾ سنئيما هال ۾ گهڙندي ڏٺو آهي. ننڍين وارن جي چوٽي ڪيل، ڪانوينٽ ۾ پڙهيل ڪنيا کي پنهنجي باب کٽ ڪيل ماءُ سان گڏ شاپنگ ڪندي ڏٺو آهي.

شولاپور ڪولهاپور جي جوان ڇوڪرن کي هفتي هفتي هيمر ڪٽنگ سئلون ۾ ويندي ڏٺو آهي ته ٻمبئي شهر جي ڪفا پريڊ ۾ رهندڙ ڪمسن ڪنيا کي انهن آنٽي جي ڦٽوٽي سان پاڻهي سهلت ڪندي.

فاقا ڪيدي به استري ڪيل گنجي پائيندڙ کي به ڏٺو آهي ته ڪروڙپتي نڪر سيٺ کي اڌ - ميري قرڌنيءَ ۾ حڪم هلائيندي به. شاديءَ جي هڪ رات لاءِ ۱۵ هزار

گانڌيجي مهان هو بيشڪ پر هلڪان وڏيڪ مهان ان وقت ايا نہ هئا جڏهن راؤنڊ
ٽيبل ڪانفرنس ۾ شامل ليٽ للبن ويا. ابن سهڏي ڪري تہ انگريزن وساري بہ ڇڏيو،
پر گانڌيجيءَ کي ياد رکي ويا. اهو ڪرشمو بہ ٻوليس جو هو. مدن موهن مالويہ، تلڪ،
جنان وغيره تہ پنهنجي فل ڊريس ۾ هئا، پر هي مهاتما هيڙي سخت سيءَ ۾ بہ
اڌ اگهڙي اوسنا ۾، لنگوٽ پائي بڪنگهام پئلس ۾ بہ راڄا وٽ وڃي پهتو. سٽ سٽ
وڳا پهريندڙ انگريز کي هي اڌ وڳي وارو ياد رهجي ويو.

پيرن جا وسڪر:-

ڪلو پيترا پنهنجن دشمن راڄائن جي چمڙي لهرائي، اُن مان پنهنجي لاءِ ٻوٽ
ٺهرائيندي هئي. چين ۾ اصل کان ڪپڙي جا ٻوٽ، چمپل هئا تہ ڪيترن ملڪن ۾ ڪڪن
ڪانن ۽ لڪڙين جا هندستان ۾ بہ حيٿن تہ جاڪڙين جو رواج اڃا تائين چالو آهي.
جورابن جو رواج انگلنڊ جي مهاراڻي ايلزبيٿ پهريون چالو ڪيو ۽ ايليزبيٿ ابنءَ
تائين پهچندي پهچندي گهڻائي ۽ ورائٽي تمام آهن جورابن جا سوين جي ڏاڳن جا، پلاسٽڪ
جا ۽ سڀ کان وڌيڪ نائلان جا فلمي ائڪٽريس ۽ راڄائن راڻين مشهور ڪيا.

مٿي جو ڍڪ:-

ساڳيءَ ريت مٿي جو ڍڪ سچائي جو پاسپورٽ ٿي رهيو آهي.
فيلٽ هئٽ:- ترڪي ٽوپي، جناح ڪئپ، گانڌي ٽوپي وغيره، صدي ان جي
اُپج آهن ۽ ان کان اڳ پڳڙيون جاتيءَ چاهي قوم جي سڃاڻپ هونديون هيون. سنڌ
شراف پيلي پڳڙي پائيندا هئا جو اها هنن لاءِ سلامتيءَ جو پاسپورٽ هئي. دنيا ڀر جا
ملڪن ۾ ڊن جي ڏي وٺ ڪندا هئا ۽ سڀني ملڪن مان ورمان لڪيل هئا تہ ڊاڪ
لٽيرا بہ پيلي پڳڙيءَ وارن کي نہ ڇهن! اهي ڏکي ويندا تہ ملڪ جي سموري ايڪانا
ٽي چڙيت لـي ويندي.

يورپ جون زالون باهر نڪرڻ مهل الڳ الڳ نمونن جا ٽوپلا پائينديون هيو
برما، چائنا وغيره جون زالون بہ گاهہ جا نئل ٽوپلا ڪم مهل پائين، باقي هند
وغيره ۾ زالن جو ٽوپين يا ٽوپلي پائڻ جو رواج ناهي. ساڙهيءَ جي پلو يا پوتيءَ
مٿو ڍڪينديون آهن، اها اِي ڳالهہ آهي. شهري مرد چاهي زالون ڪهڙو ڪري مٿو
رکن، باقي آزاديءَ هلچل مهل گانڌي ٽوپي ۽ جناح ڪئپ جو هندن ۽ مسلـ

# ڊريس (ويس وڳو)

(ڪ. ل. ڏوڏيجا)

مهما وڏي آهي، وستر ئي ماڻهوءَ کي ٺاهي ۽ بگاڙي ٿو.

ولڪل ازلات وٽ جي پتن جي ڊريس سڀ کان پهرين هئي جيڪا آدم ۽ هوا پهري پنهنجا شرم استان ڍڪيا ۽ انهن سرشٽيءَ جي اُتپتي ٿي.

آريه سڌريل لوڪ لکيا ويندا آهن، پوءِ به اهي آريه جانورن جي چمڙي جا وستر پهريندا هئا. ڪپهه ريشم اهي مان ڪپڙن ٺهڻ جو رواج گهڻو پوءِ پيو ۽ اساڻي سنڌ اوائلي ڪپڙا ٺاهيندڙ ملڪ آهي، ايتري قدر جو ڪپڙي کي گريڪ ٻوليءَ ۾ چوڻ ٿي سنڌين. سڪندر مهان کان به اڳ سنڌ مان دور يورپ جي ديش ڏانهن ڪپڙو ايڪسپورٽ ٿيندو هو.

آدم ۽ هوا وٽ جي پتن جا ڪپڙا نه پائن ها ته خدا جي ناراضگي نه کٽن ها ۽ سرشٽيءَ جي اُتپتي ڪجهه صدين لاءِ رڪجي وڃي ها، جمستائين شيطان وري ٻي ڪا آئڊيا ڳولهي ڪڍي ها.

ڊرپتي هئي ته پنهنجي يگ جي الٽرا ماڊرن نازي، پوءِ به ساڙهي پائيندي هئي، هوءَ جي ٽرائوزرس يا جينس پهريندي هجي ها ته جيڪر مهاڀارت جي لڙائي ئي نه لڳي ها ۽ دشاسن هنسان ڪائي حرڪت ئي نه ڪري سگهي ها، ساڳيءَ ريت ان ئي زماني ۾ سوئمنگ سوٽ چالو هجي ها ته جمنا ۾ شنان ڪندڙ گوپين جا وستر چورائڻ ۾ ڪرشڻ کي مزو ئي نه اچي ها.

سوني هرڻ جي چمڙيءَ مان ڊريس ٺهرائڻ جو لوڀ سيتا کي نه ٿئي ها ته انکي مارڻ لاءِ رام کي نه موڪلي ها ۽ نکي راوڻ اچي هنکي ڀڄائي وڃي سگهي ها.

ڍاڪا ململ جي لون وال ساڙهي هڪ ننڍيءَ مڇيءَ مان لنگهائي سگهندا هئا، انهيءَ نفيسائيءَ جو داد پلي ڪٽي ڏيون، پر اها ڪاريگري ئي اساڻي ديش کي ٻاڙي پيئي جو انگريز هندستاني ڪپڙي مٿان ايترو موهت ٿي پيا جو سڄو ملڪ ئي ڳرڪائي ويا.

جوڌن کي مار ڀڳندو، ارجن اڳتي وڌيو. واٽ تي سنڌس گهوڙا پياسا ٿي پيا، رٿ روڪي ۽ ڄيدرٿ رٿ پهچڻ ۾ اڃا ڇگو وقت آهي، انهن سوچي ارجن رڪجي ويو. اتي ٿي ٻاڻ سان پاڻي ڪڍي هن گهوڙن کي پاڻي پياريو ۽ اڳتي وڌيو. هو ڄيدرٿ جي ويجهو پهتو. ايتري ۾ يڌشٽر ارجن جي سهايتا لاءِ يڌان (युयुधान) کي موڪليو. بعد ۾ يڌامنيو ۽ اُتمونجس ناليءَ اَ. چڪر رکشڪ سانڍڪي ۽ ڀيم سين ويوهه کي ٽوڙي اتي پهچي ويا. انهن مڙني کي ڪلو ڏسي دريوڌن ڏاڍو ويو ۽ ڄيدرٿ وٽ اچڻ طور وڃي ٻيلو. ايتري ۾ ڄيدرٿ کي ماري ڪٽڻ جي مطلب سان شري ڪرشڻ هڪ استر ڇوڙي، سوري سڀئا ۾ اهڙو آپاس نرماڻ ڪيو جو جڻ ته سج لهي ويو آهي. ان وقت ڄيدرٿ سج لهڻ ڏسڻ لاءِ جهڙئن ڪنڌ مٿي ڪري ڏٺو ته شري ڪرشڻ ”اهو اٿئي ڄيدرٿ“ اهڙو اشارو ارجن کي ڪيو. ارجن هڪدم سندس سر ڪاٽي ڇڏيو ۽ سندس پتا ڪنڌڙ پٽس (راجا) وردکشتر جي گود ۾ ڪيرايو. (ڇو، انهن ڪيو ويو ان لاءِ شري ڪرشڻ هڪ ڪٿا ارجن کي ٻڌائي) ڄيدرٿ جي جهنڊي تي وراهه (سوئر) جو نشان هو.

ڄيدرٿ پنهنجي لڪي ۾ پراڪرمي هو ۽ لڙاين ڪري ڇگيون سوڀون حاصل ڪيون هئائين. انهن لڳي او ته شهي (بلوچستان) ڪانسواءِ ٻه ڪي ٻيا راجه سندس ماتحت هئا. يڌ ڪان پوءِ سمجهه، ڏرتراشٽر کي ڪورو طرف جي مارجي ويل مکيه ماڻهن جو پريچيه ڏيئي رهيو هو ته ڄيدرٿ جو ذڪر ڪندي چيائين ته جنهن ويڙ جي ماتحت سنڌ، سؤوير وغيره ڏهه راجه هئا.“

ڄيدرٿ جي هڪ پٽ سمجهه جو وڌ ارجن ڪيو هو. ان ڪري دهشلا مان جاول پٽ سرٿ سنڌ جو راجا بڻيو هو.

مٿ ڪري اچي ٻڌايس، ته هيءَ راجا دروپد جي ڌيءَ ڪرشنا (دروپدي) پانڊو پتني آهي. اهو ٻڌائيندي، سڀني کان اڳ ڪنتي، پنهنجي ڇهن پٽن سميت هلي پانڊو آشرم ۾ ويو. دروپدي کان حال احوال پڇيو. دروپديءَ سندس ستڪار ڪري ڪانئس پڇيو: ”توهين خوش آهيو؟ سانو سنابو شبي، سؤ ويري، سنڌ ۽ ٻيا جيڪي پرديس توهان جي اڌڪار ۾ آهن، ان جي پرجا ڌرم سان هلي ٿي؟ انکانسواءِ منهنجو پتي ڪنتي پٽر راجا يڌشٽر خوش آهي، سندس چار ڀائر ۽ ٻيا سڀ خوش آهيون. پير ڌوئي آسڻ تي وهو.“

پر موٽ ۾ جيدرٿ جي بري وهنوار ڪري جڏهن هي اڳتي وڌيو ته ايتري ۾ پنج پانڊو به موٽي آيا، جن سندس پٺ ورتي. ڪڙي ڀيم سندس چڱي مرمت ڪئي کيس مارڻ به چاهيو پر يڌشٽر چيو ته انهن نه ڪريو، ته ڀيڻ ڌهشلا ڏکي ٿيندي. ڪمن ۾ هن پانڊوڪي اپمانت محسوس ڪيو. سو اڪيلو ٿي گنگا دوار هليو ويو.

بعد ۾ هي مهاڀارت يڌ ۾ شامل ٿيو، جنهن ۾ هن ابيمنيو جي لاش جو اپمان ڪيو. تڏهن ارجن گهور پرتگيا ڪئي ته ”سڀاڻ سج لهڻ کان اڳ مان جيدرٿ کي ماريندس“ ته ان پرتگيا کان گهٻرائجي، هي پنهنجي ديس سنڌ واپس ڀڄي وڃڻ جي سوچڻ لڳو. ان ٿي رات دريوڌن کيس ولي، درونا چاريه وٽ ويو. جڏهن سندس رکشا جي خاطري ڏيئي، کيس روڪيو. پر ”جيدرٿ وڌ“ جي پرتگيا ڪري ارجن چنتا ۾ هو. هن شري ڪرشڻ کي مخاطب ٿيندي چيو! ”سڀاڻ مان شترو سينا جو سنگهار ڪري جانورن کي ترپت ڪندس ۽ سنڌو راج جيدرٿ کي ماريندس. جيدرٿ انيڪ اپراڌ ڪيا آهن. هو هڪ دشٽ مانٺ آهي (تنهن زماني ۾ به سنڌي کير ۽ کيرٽي کائڻ جا ڏاڍا شوقين هئا، ان ڪري ارجن چوي ٿو:) سدائين کير کيرٽيون کائيندڙ پاپي جيدرٿ کي منهنجي تيرن سان چليل ڏسندا.“

دروڻا چاريه شڪٽ ويوهه جي رچنا ڪئي. بعد ۾ انهن ٽن ويوهن جي اندر هن جيدرٿ کي وهاريو ۽ خود ويوهه جي دوار تي ٿي بيٺو. جيدرٿ کي آفت مليو. شري ڪرشڻ ارجن کي ترت ويوهه ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چيو، جتي آچاريه دروڻ ۽ ارجن يڌ ۾ جلبي ويا ۽ دير تائين يڌ ٿيندي رهي. آخر ۾ ڪرشڻ صلاح موجب، دروڻ کي ڇڏي ارجن اڳتي وڃڻ لڳو، تڏهن دروڻ کيس چيو: ”مونکي نه جيتي ويوهه ۾ اندر داخل ٿيڻ تو لاءِ واجب ڪونهي. اهو ٻڌي ارجن چيو: توهين آچاريه ۽ منهنجا گرو آهيو، شترو ڪونه آهيو، مان توهانجو ششيه هئڻ ڪري پٽ برابر آهيان، يڌ ۾ توهان کي ڪو جيتي سگهي. اهڙو پرش هن لوڪ ۾ آهي ئي ڪونه. (ائين چئي)، رستي ۾ انيڪ

پانڊو بنواس ۾ هئا. ڄيدرٿ سنڌ کان شالو (शाल्व) ديش ۾ سويمبر لاءِ وڃي رهيو هو ته سائس انگارڪ، ڪنجر، ڪيتڪ، شترنجيه، سپروڙه، پهڪر، پرمر، روپي، شور، پرتاپ ۽ ڪهر، ٻارهن سؤويري راجڪمار ساڻ هئا. ان مان لڳي ٿو ته سؤوير سنڌ کان بلڪل جدا هستي ٻه هئي، مگر راجا هڪ هوندو هو. جيئن انگلنڊ جو. ڄيدرٿ ٻنهي سنڌ، سؤوير ۽ سنڌو - سؤوير جو به مهاراجا هو ۽ لڳي ٿو شبي راڄ به سندس آڻ هيٺ هو، جو ته پراچين ڪال ۾ بلوچستان، سنڌ جي ئي ماتحت رهيو آهي. ڄيدرٿ، دروپديءَ جي سويمبر ۾ به شامل ٿيو هو. سويمبر جي وقت آيل راجائن جا نالا ۽ پريچيه ڏيندي دروپديءَ جي ڀاءُ ڌرشٽدمن، سنڌو راڄ ڄيدرٿ جو به نالو ٻڌايو هو، يڌشٽر جي راجسويه يگيه ۾ سنڌ جو راجا ڄيدرٿ به شامل ٿيو هو ۽ سونو سنجن سان سينگاريل البت سنڌي گهوڙا ڀيٽ طور موڪليا هئا. ڌرتراشٽر جي جوئا وقت به ڄيدرٿ شامل ٿيو هو. پر يڌشٽر جڏهن هي ته جوئا لاءِ رضامند ڪرڻ هو. ان جي شاهدي خود ڌرتراشٽر، دريوڌن جي مرڻ تي ورلاپ ڪندي ڏيو آهي، ته ”مون جوئا نٿي چاهي، ودر به خوش ڪرڻ هو، ۽ سنڌو راڄ (ڄيدرٿ) به برخلاف هو ته ڀشم، شليه، ڀورشروا، ڀرومتر جيه، اشو ٿاما ڪرپاچاريه ۽ دروڻاچاريه به ناراض هئا. اگر پٽ دريوڌن انهن مڙني جي راءِ مڃي ها ته هيءَ دردشا ڪانه ٿئي ها.“

مهاڀارت يڌ کان ٿورو اڳ جي ڳالهه آهي. شالو راجا ڀڌهلچي ڌيءَ جي وهانءَ لاءِ سويمبر رچايو هو. ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سنڌ جو راجا ڄيدرٿ به وڃي رهيو هو. پانڊو ان وقت ڪاميڪ بن ۾ بنواس پڳي رهيا هئا. هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي، پنجئي پانڊو تپسوي، پروهت ڌومبه ۽ مهرشي ترڻ بندو جي آگيا سان ڪرشنا (دروپدي) کي اڪيلو ئي آشرم ۾ ڇڏي، براهمڻن جي رکيا لاءِ هلڪ جانورن کي مارڻ لاءِ هڪ ئي وقت چئني طرفن ۾ نڪري ويا. (هيءَ پنجئي هزار ورهيه اڳ جي ڳالهه هوندي ته پڻ ٿيڪ جها جهنگلي به اسيه ڪونه هئا، پر ٻورن ذاتن جي هٿيارن سان تيار هئا ان ئي وقت سنڌ جو مهاراجا ڄيدرٿ به شالو طرف سويمبر لاءِ وڃي رهيو هو. راجائي لاٽ باٽ سان سينگاريل هو. سندس ٻارهن سؤويري راجڪمار - ٻانسر ۽ شبي (سبي - بلوچستان) جي راجا سرٿ جو پٽ ڪوٽڪ، ترگرت جو راجڪمار ڪشيمڪر، اڪشواڪ ڪل جو سپو (सुभव) پتر سپشپت ۽ علند ڪمار به ساڻ هئس. انهن سڀ ڪاميڪ بن ۾ پهتا. اتي منزل ڪيائون. ڀر ۾ ئي پانڊون جو ڪو آشرم هو. آشرم ۾ ڌومبه رشي، داسي ۽ دروپدي، اڪيلي ئي هٿا هئا. هتي هلن دروپديءَ کي اڪيلو دروازي ٻاهر بيٺل ڏٺو. ڄيدرٿ کي خبر ڪانه هئي ته هوءَ ڪير آهي. هن پڇا ڳاڇا لاءِ ڪمار ڪوٽڪ کي موڪليو. هن حال احوال

# مهاڀارت جي زماني ۾ سنڌ !

گنگارام سمرات

مهاڀارت، مهرشي ويد وياس جي رچنا آهي ۽ پنج هزار ورهيه پراچين آهي. ان لاءِ خود ويد وياس چيو آهي ته: "مون هن ڪاويه ۾ سمپورڻ ڌرم شاستر جو سار شامل ڪيو آهي. هن گرنٿ ۾ اِتهاس ۽ پراڻن کي ولوڙي انهن جو اصلي روپ ظاهر ڪيو آهي."

مهاڀارت جي زماني ۾، سنڌ ۾، راجا ورڌ ڪشتر راڄ ڪري رهيو هو. جڏهن يڌ شروع ٿي ته ان وقت راجا جي وانپرست جو وقت ٿي ويو هو، ان ڪري پنهنجي پٽ جيدرٿ کي گادي تي وهاري، پاڻ بن ۾ تپسيا لاءِ هليو ويو. ڪورو راجا دريوڌن، پنهنجي ماسي گانڌار جي راجا سبل جي پٽ شڪنيءَ جي صلاح سان پنهنجي ڀيڻ دوشلا جو وهانءُ سنڌ جي راجا جيدرٿ سان ڪرايو. ان ناتي هو مهاڀارت يڌ ۾ ڪورون جو طرفدار هو. مهاڀارت ۾ سنڌس ڀيا نالا سنڌو، سنڌوڪ، سوُوير، سوُوير راڄ، سنڌو پتي، سنڌوراج سنڌو وراٽ، سنڌ و سوُوير پرتا، سوير (सुवीर)، سوير راشٽر، وارڌ ڪشتري وغيره ڪيس بلاهڪ انيڪ (अनीक)، ودارٿ وغيره نالي ڇهه پاٽر هئا.

سوُوير سنڌ سان شامل هوندي به لڳيتو ان جي الڳ هستي به هئي. جدا سنڌي گهراڻو راڄ ڪري رهيو هو. فقط سنڌ جو راجا وڏو هئڻ ناتي ٻنهي جو گڏيل مهاراجا هو (شايد جيئن اڄ جو گريٽ برٽن ۽ آئرلينڊ) سوُوير راڄيه جا الڳ نالا به ملن ٿا: "جو سوُوير ديش جو راجا، گنڌرون جي گوڙ هوندي به ٽن ورهين تائين بنا ڪنهن وگهن جي لڳاتار يگيه ڪندو رهيو. يڌ ۾ ارجن وغيره پانڊون هٿان مارجي ويو .... جيڪو نهايت شڪتي شالي ۽ ڪورون جو همدرد، سوُوير نريش وپل (विपुल) به ارجن هٿان يڌ ڀوميءَ ۾ مارجي ويو، جيڪو سدائين يڌ لاءِ تيار رهندو هو، جنهنکي عام ماڻهو "دتامتر" نالي سان ڄاڻندا هئا، ان سوُوير نواسي سمتر (सुमित्र) جو به ارجن پنهنجي ٻاڻن سان دمن ڪري ڇڏيو.

مهاڀارت ۾ هڪ ساکئي هٿ سوُوير نالو جيدرٿ کان جدا آيل آهي، جڏهن جيدرٿ جي سهدا ۽ سوُوير سينا يڌ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ وڃي رهيون هيون.

اوتروني ڏني ٿـو ۽ جڏهن ڪي حبترو جڏهن کان وڌو آهي وڌي ٿـو. جڏهن ڪرمن جو
ايڏو ڏيڍو ختم ٿو ٿئي تڏهن هڪ ٻئي کان ڪڏهن نه ڪڏهن ٻهالي جدا ٿـي وڃي ٿـو.
اهو سڀ ڪجهه پرالبڌ ۾ اڳ ئي لکيل آهي ته پوءِ چنتا جو ڪجهي.

. گرو نانڪ صاحب چيو آهي:-

” نانڪ چنتا تاڪي ڪيجئي جو آن هوني هوءِ “

سنت سيتلداس به ان جي هيٺين تائيد ڪئي آهي:-

” بدي ٻنائي بن رهي اور بنني دوجا نانهن،
تلسي اِهه وڌ جان ڪي، مگن رهو من مانهن.“

جڏهن جيڪي پرالبڌ ۾ لکيل آهي سو اوس ٿيندو ته پوءِ چنتا ڇا جي! افسوس ۽ اداسي ڇاجي!! ان جو اهو مطلب هرگز ڪونهي آهي ته سڀ تقدير جي ڀروسي ڇڏي ڏجي، پر پنهنجي سڌ ٻڌي، پوري پرشارٿ ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪرم ڪجي ۽ ڦل اُپالڪار تي ڇڏي ڏجي اهوئي گيتا جو گيان آهي. پوءِ جيڪو به ڦل ملي سنو يا خراب اُنکي سنتوش ۽ صبر سان سويڪار ڪجي. چنتا ته ڪنهن به مسئلي جو حل ڪين آهي، اها فيلسوفي من کي سمجهائڻي پوندي ۽ جيون ۾ هلندائڻي پوندي. چوڻي آهي ته ”من ڪي هاري هار هئ - من ڪي جيتي جيت“

ڊيل ڪارنيگيءَ پنهنجي ڪتاب، ”چنتائن کان ڪيئن ڇٽجي ۽ جيون جو آنند ڪيئن ماڻجي“ ۾ لکيو آهي ته اسانکي هميشه سنتوشي رهڻ گهرجي ۽ ايشور جي ڏنل ڏاتن ۽ انهن لاءِ ايشور جو شڪر ڪرڻ گهرجي.

هڪ شخص کي پير ۾ پائڻ لاءِ جتي ڪونه هئي ۽ ڏاڍو دکي ٿي رهيو هئو. ساموهون ٻاهر سڙڪ تي ڏٺائين هڪ ماڻهوءَ کي پير ئي ڪونه هئا ۽ رستي تي گسڙبون پائي هلي رهيو هئو، تڏهن کيس سنتوش ٿيو ته مالڪ شڪر الئي جو مونکي پير ته آهن تنهنجي ديا سان ڪڏهن جتيءَ جو به انتظام ٿـي پوندو

هڪ وڌوان چنتا کان ڇٽڻ لاءِ ۽ اهو عقيدو پڪو ڪرڻ لاءِ ته سڀ ڪم ايشور اڇا سان ٿي رهيو آهي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ هي ستون ديوار تي لڳائي ڇڏيو.

جيڪڏهن تون ايشور ۾ وشواس رکين ٿـو، ته چنتا نه ڪر. پر جي تون چنتا ڪرين ٿو، تنهنجي معنيٰ تنهنجو ايشور ۾ وشواس نه آهي.“

توهان به انهن آزمائي ڏسو.

4-DA/19, Housing Board, Shastri Nagar, Jaipur.

چنتا جو دارو مدار من جي اِستٿي آهي. انسان جيڪڏهن دک سک ڏانهن پنهنجو نظريو بدلي ته چنتا کان مکت ٿي سگهي ٿو.

ٻه شخص هوٽل ۾ شربت پيئڻ ويا. گلاس مان ٿورڪ ٿورڪ ڪري پي رهيا هئا. هڪ ٿڌو ساهه ڀري چيو ته آفسوس منهنجو اڌ گلاس ته خالي ٿي ويو آهي. ٻئي خوشي ظاهر ڪندي چيو ته منهنجو اڃان ته اڌ گلاس ڀريل آهي. گلاس جي اِستٿي ٻنهي شخصن لاءِ هڪجهڙي آهي پر هڪ شخص آفسوس ظاهر ڪيو ۽ ٻئي سرهائي. تنهنجي معنيٰ غلطي گلاس جي نه آهي پر ماڻهوءَ جي سوچڻ جي آهي. ڪي دنيا ۾ اُنهيءَ ئي حالت تي دل گدل ڪري هلندا آهن ۽ ڪي هائدوس مچائيندا آهن. يعنيٰ دک سک انسان جي سوچڻ جي پرورتيءَ تي مدار رکي ٿو. جي آشاوادي نظريو آهي ته ڪو به دک دکي نه ڪندو، پر نراشاواد نهوڙي ڇڏيندو. انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي :-

An optionst finds oppertunity in every Calamity ,

But a pessimist feels calamity in every opporunity,

سنڌ جي پروفيسر هاسانند جادوگر به نراشاواد کي ننديو آهي، هو چوندو هو ته-

"نراشاوادي نر، جاڻو خلق ۾ خر،
پهرين ماريندو پاڻ کي، پوءِ ماريندو پر،
اهڙو موڙهل ور، شل پلي نه پوي ڪنهنجي پاڳ ۾."

ابراهيم لنڪن آمريڪا جي اڳوٽي راشٽرپتيءَ لکيو آهي ته گهڻا ماڻهو ايترو ئي خوشي ماڻين ٿا جيترو هو من ڪري چاهين ٿا. اِهي من جا ئي وڪار آهن جيڪي انسان کي چنتا ۾ مبتلا ڪن ٿا. آسنتوش، ايرشا، آڏمبر، آهنڪار، سوارٿپڻو، دويش، ريس ۽ هيس سڀ من جا اوگڻ آهن. جنهن ۾ آشا موجب ڦل نٿو ملي ته چنتا جي اُلپتي ٿي ٿئي. ڀلا، دنيا ۾ سڀ حاڪم ته ڪو نه ٿيندا ۽ ڪير ته خادم به ٿيندو. تون به راڻي، مان به راڻي ته ڪير ڀريندو پاڻي، ڪا ته ٿيندي نوڪرياڻي.

ڪرمن جي قاعدي موجب، هر انسان جو جنم پنهنجي پرالبڌ ڪرمن موجب ٿئي ٿو. ڪرمن موجب تقدير پهرين ئي طئي ٿئي ۽ اُن موجب جنم پوءِ ٿو ٿئي. اوچ نيچ، شڪل صورت، مان اپمان، ٻڌي گيان، اولاد، مايا مت مائٽ. سڀ ڪرمن موجب اڳي ئي فيصلو ٿيل هوندا آهن ۽ اُن انوسار اِنسان جو جيون هلي ٿو. گهر جا ڀاتي، يار دوستار به ڪرمن موجب ڏيڻ ۽ وٺڻ لاءِ گڏ ٿين ٿا. جنهن کي جيترو ڏيڻو آهي،

# چنتا چتا برابر

ليک - اين - ڊي - مولچنداڻي

چوڻي آهي چنتا چکو پر چلتا ٻري. ڪٺن ٻه وشم يا مشڪلي جي باري ۾ خيال ۽ اونو رکڻ سنو پر چنتا ڪري، جيءَ حوورڻ خراب. چلتا جي معنيٰ آهي ساڳيءَ ڳالهه کي وروور سوچي ٻاڪي ۾ چڙهن ٻلائڻ، بيزار ۽ خفي ڪرڻ. ڪڏهن چلتا جي ڪري مانسڪ خواهش شاريرڪ اِستٿي ٻه ڊانوا ڊول ٿي پوي ٿي. ايتري قدر جو دماغ رواجي مشڪلي کي به حل ڪرڻ ۾ به آسمرٿ ٿيو پوي. حالتون سڌرڻ بدران الٽو خراب ٿي پونديون آهن.

گرو نانڪ صاحب چيو آهي —

”چنتا سي چنتا ڪهئي، ڪهئي بندي اور ڪهان،
نانڪ چلتا اسا ڪيجئي، چنتا چتا سمان.

چنتا جي چپيٽ وارا ڪڏهن مانسڪ سنتلن ۾ ڪوهي و هلدا آهن پوء يا ته دماغي طور پاڳلن جي ٻڪتيءَ ۾ اچي ويلدا آهن يا ته وري آپگهات ڪري چلتا کان آزادي حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن. ڊپ، نند نه اچڻ ۽ مٺي موڳامه چلتا جون سڳيون سوئيون آهن، انهن ته اولاد به انيڪ آهن. بلڊ پريشر، دل جي تڪليف، نسن جي بيماري، آنڊن ۾ قبض، منا پيشاب، ٽي. بي ۽ ڪئنسر به چلتا جي ڄڻ آهن.

هيءَ دنيا سکن ۽ ڏکن جو مشرڻ آهي. پر هر انسان سکن کي گڏ ڪرڻ ۽ ڏکن کان دور ڀڄڻ لاءِ ٻاڻ پتوڙي رهيو آهي. صدين کان سنت مهاتمائون، سماج سڌارڪ ۽ سرڪاري قانون، دنيا ۾ سک، امن ۽ شانتي آڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن، پر اڄ تائين نه سک چين آيو آهي ۽ نه اچڻو آهي. هڪڙا مسئلا حل ڪيا ته ٻيا مسئلا پيدا ٿيندا. اهو سلسلو سنسار جو هلندو رهندو.

جي سمسيائن روپي ڪنڊا ڪيترا ڪڍي ڪيترا ڪڍبا. پر جي گيان ۽ سنتوش جو بوٽ پائي هلبو ته ڪنڊا به نه چڀندا ۽ منزل به مزي سان طئه ٿي ويندي.

سنت تلسيداس سمجهاڻي ڏني آهي:-

تلسي اِس سنسار ۾ دک سک سوڪو هوءِ،
گيان کاٽي گيان سي، مورک ڪاٽي روءِ.

تڏهن ڪانپوءِ عرض ڪندو مانس، ”اي مالڪ! استري ۽ مرد ٻنهي کي اولاد پيدا
ڪرڻ جي خاصيت بخش استري ته نو مهنا پنهنجي سنتان کي ڪک ۾ پالي ٿي پر
ڪاٽي مرد به نو مهينا ٻار ڪک ۾ پالي. يعني نه فقط عورت ذات ٻار ڄڻي پر مرد ذات
ٻار کي ڄڻي.“

توهان وري کلو ٿا. پر سچ پچ ڳالهه لاڪاٽي الو. اڄ ڪالهه پيت شادي ڪري
ـــاءُ پيءُ کي لنڊڪو ڪري هليا ٿا وڃن. ويچارا ٻڍا ٻڍيون پوءِ ڏکي زندگي
ا گذارين. پوءِ اهڙو ڪجهه نه ٿيندو.

تڏهن ڪانپوءِ آخري عرض ڪندس، ”اي ايشور! مرد کي فقط ڏيءُ ني پيدا
ڪني ۽ عورت فقط پيت جو اولاد ڄڻي. ٻئي سڄي ڄمار ۾ فقط هڪ دفعو ني ويم جو
ڪ ڏسن ۽ ٻار جانورن وانگر هڪ ٻن سالن ۾ ايترا وڏا ٿي وڃن جو ڪنهن جا محتاج
ڪو نه ٿين، پاڻ ڪمائي ڪري سگهن ۽ ماءُ پيءُ کي ڪم ۾ واهر ڪري سگهن.“

پاٺڪ! پلي اهڙين نعمتن تي توهان به ويچار ڪجو ۽ راءشماري به ڪجو.

گوپال اوُر ڪمليش چنتر شالا، سلومبر (اديپور - راج) 313027

ملڪ کي خاص خاصيتون حاصل ڪرڻ لازمي آهن. خاصيتون بخشڻ وارو ڀڳوان
آهي. ڀڳوان کي ڳولهي جولڊ ومانس ته ڀارت سرڪار جي من ۾ اهڙو فيصلو آيو ته جنهن
مهرَ اهڙي سوليوشن کي پنهنجي منظوري ڏئي عمل ۾ آڻي.
ڀڳوان منهنجو عرض ٻڌائيندو ان ۾ تون هان کي ڪو به شڪ شبهو نه هئڻ گهرجي. جي
مون تان اول تو هان مان ڪنهن کي ڀڳوان ملي وڃي ته انساني ذات ۾ اهڙيون خاصيتون
عطا ڪرڻ لاءِ عرض ڪجو. اڄ ڪالهه تہ ڀارت ۾ ڀڳوان جي بيمار آهي. بس
ڪريا ڪري اهڙن ڪن ٻارن کي بچائجو.

ڀڳوان جي جنم ۾ ڪري مان عمت ٻڌي عرض ڪندس ته اهڙيون نعمتون
ڀارت ديش ۾ انسان ذات کي بخشي. مون کي فقط اميد ڪانهي پر پورو وشواس آهي ته
منهنجي ويلتي ضرور اٿهي. منهنجي پيارلنا ونرت ڪونہ ويندي.

بس فقط تو هان جي همدردي جي ضرورت آهي. تو هان جي مونل سان منهنجو
ملو بل و ڏلڊو- تو هان منهنجي لاءِ شڪتي داتا آهيو. تو هان مونکي همت ڏئو ته
اهڙي بوبتر ڪم ۾ سٽلو ليان.

ڀڳوان کي عاجزي طرح عرض ڪندس ” منهنجا مالڪ. ڀارت جا رکوالا جن سدا
۾ مهان ڀارت جي مسئلي کي اڄي حل ڪريو. جي ڪنهن ضروري ڪم هٿ ڪري
ان ٻاٽ اڄي درشن ننا ڏني سگهو ته سڀ کان اول اهڙي خاصيت انسان کي ڏيو
جيئن هو پنهنجي اولاد، جواني ۾ نہ ٻو ٻلاٻي مہ سٺ ورهين جي عمر کانپوءِ پيدا
اي سگهي.“

تو هان ٻڌي واٽڙا لي ويا نہ؟ پر ان ۾ تعجب جي ڳالهه ڪانہ آهي. اسان جي ديش
جي تواريخ شاهد آهي تہ ڪيترا مها پرش ٻڍاپي جي اولاد آهن. اهڙن ۾ فقط پنهنجي
ديش جي انسان کي پر سڄي دنيا جي انسان کي سڌي راهه ڏيکاري آهي. ٻاٽ
اهڙي اتم راهه تي هليا آهن.

اڄ ۾ اهڙا مثال ڪهڙا ڪونہ آهن. اخبارون اهڙن خبرن سان ڀريون پيون آهن
ستر ورهين جي ڦلاڻي کي ٻلڊڙو نيلڪو جائو آهي. جلدئي هو اڳڻ ۾ ايمڪ ٿيا ڏيندو.
سٺ ورهين جي عمر تائين سنتان پيدا ڪرڻ جي شڪتي نہ هٿ ڪري انسان
سٺ ورهين تائين ڏاڍو آنند ۾ رهندو. مزا ماڻيندو. ديش ۽ دنيا لاءِ فائدي جا ڪم
ڪندو. اهڙن ٻالڪ جي جهلڇهت تان ڇٽي پوندو. اڄ جيڪو انسان اولاد لاءِ ڪڏا ڪ
ڪرڻ کان به ڪيهائي ڪونہ لهو، پوءِ هو فقط ٻاڻي جا ڪم ئي ڪندو. برائي لاءِ
وولندوئي ڪونہ.

مطلب ته ايترا گهڻا مسئلا آهن اسانجي مٺڙي سندر ۽ مهان ڀارت اڳيان جـي ڇٽي
ڪٽي بس ڪر . پر ڪمال آهي ديش جو ڪم رڪجي نه ٿـو . هلندو هلي ٿـو . سرپٽ
دڪندو ٿو هلي .

ديش جي واداري آڪاش کي ڇهي ڇڏيو آهي . ( ڪاغذ ۽ فائيل ته اهو ٿا ٻڌائين )
پر تڏهن به اڃان رٿون ٻڌون رٿجن . ڪيترئيون پنـج سالي رٿون پوريون ٿي ويون آهن .
ڪيتريون اڃا به اڌوريـون پنـج سالي رٿون ٿينديون . ڇو جو مٿي ڄاڻايل مسئلا ويچارا
ٿي هٿ ٻڌي ديش اڳيان بيٺا آهن . حڪم جو انتظار ٿا ڪن .

پر ديش وٽ انهن جي حل جـو ڪو سوليوشن ڪونهي .
ودوانن جو رايـو آهـي ته انهن سڀني مسئلن کي جنم ڏيڻ وارو پنهنجي آدمشماري جو
مسئلو آهي .

ٻـار ضروري آهـن . ( ڪو ٻـه شڪ ڪونـهي . گهر جـي اڱـڻ ۾ ٻار جيئندو جاڳندو
کيڏندو ڏسي ڪنهن کـي نه پرم آنند ملندو ) ٻار ايشور جي انوکي پيدائش آهي . ماتا جي
نس نس ۾ مٺي جهنڪار جو جنم ٿـو ٿـئي ، جـڏهن ماتا ٻار کي ڇاتيءَ سان لڳائي کير ٿي
پياري . ساري ڪائنات جي راجائي به شايد هوءَ اهڙي سک مٿان قربان ڪري ڇڏي .

پر ٻيلي ٻار هڪ يا ٻـه ، ڪن پنـج اٺ . غضب آهي نه ته ٻيو ڇا آهي . ڪمائڻ وارو
هڪ ويچارو ، کائڻ ۽ پلجڻ وارو اٺالو . پوءِ ڪيئن نه ٿئي غريبي ، مهانگائي ۽ بيروزگاري .
پنـج سالي رٿون اڌوريون جو اڌوريون ڊاڪٽرن ۽ سائنسدانن به گهٽ ڪونه ڪيو آهي ته
ٻـارن جـي فـوج اڇڻ بند ٿـي وڃي . دشمن جي فوج سان ته اسان جي وير سينا ويرتا
سان مقابلو ڪري سگهندي پـر ٻارن جي فوج اڳيان سرشٽي جي ڪابه فوج مقابلو ڪون
ڪري سگهندي . سرڪار ڪروڙيـن روپيه خـرچ ڪري چڪي آهـي تـه ان مسئلي جو
ڪو ڪارگر حل نڪري پر اڃان تائين سڀ ۽ سچو سوليوشن ڪونهي سرڪار وٽ .

پر هون وٽ آهـي . سو ڇيان پيو ته اهڙي سوليوشن کي سوچي سوچي هضم ڪري
ڇڏيان . پر سـچ پـڇ اهـو سوليوشن هضم ڪونه ٿو ٿئي . توهان کي ٻڌائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪ
وسيلو ڪونهي . توهان به مون سان شامل راءِ ٿيو اهو ضروري ڪونهي . پر توهان کي ٻڌائڻ
پنهنجو اِخلاقي فرض ٿو سمجهان .

هـي هڪ اڇـوڪ سوليوشن آهـي . مٿي آسمان واري جهان ۾ آزمايل آهي . سؤ في
صدي ڪامياب ويل آهـي . ان ڪري ته اتي اڄ تائين ڪابه پنـج سالي رٿ ڪانه رٿي
ويئي آهي ۽ نه ئي اربين کربين روپيه خرچ ٿي ويا آهن .

طنز

# سوليوشن

نند لعل پرسراماڻي

توهان کي ٻڌائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪوئي چارو ڪونهي. ڪافي وقت کان سوچيندو ٿو وتان. هضم ئي نه ٿو ٿئي. سمجهان ٿو وندي ورهائي ڪائڻ بر ئي سچو سک آهي. الائي ڪيئن ٻيا اڪيلي اڪيلي سک ڀوڳيندا آهن. جيترو آنند ٻئن کي سڪي ڏسڻ ۾ آهي اوترو آنند خود سکي ٿيڻ ۾ ڪونهي.

اهو منهنجو پنهنجو رايو آهي.

اسانجي پياري سندر ۽ مهان ڀارت اڳيان اڪيچار مسئلا آهن. اَنّ جو مسئلو، لٽي جو مسئلو، ڇانڊ جو مسئلو (ڇو جو چڪيءَ تي ڪٽڪ ۽ مڪئي پيسجي اُن ڇاڻجڻ وقت اُني ۾ ڪٽڪ ۽ مڪئيءَ جا سڀا داڻا نڪرن)، ڇاڻ جو مسئلو (ڪوئي ڪنهن ٻئي جي من کي چڪيءَ طرح ڇاڻي سگهي نه ٿو سگهي).

نوڪريءَ جو مسئلو، نوڪريءَ جو مسئلو، پرٽي جو مسئلو، مڪٽي جو مسئلو، (ڏيتي ليتي هٽي ماري ڇڏيو آهي. وڏور ڏيئر الئين ئي وڌيون آهن. جسڻ ڪمائي ڏاج لاءِ ڏن ڪٺو ڪن.) (غريبن ۽ وچولي طبقي وارن جي ڪمر ئي ڇڄي ڀي پئي آهي.)

اُلٽ جو مسئلو، وهٽ جو مسئلو (ڇون ٿا الو وهو ڍنگ سان، نه ته ڇون ايڊيڪيٽ ڪانه الو)

ڪڏانهن وجهي سمجهه کان ٻاهر آهي. اهو ٻه هڪ مسئلو آهي.

تن جو مسئلو، من جو مسئلو. (تن جو مالڪ هڪ آهي ته من جو مالڪ ڪو ٻيو آهي!)

غريبيءَ جو مسئلو، اميريءَ جو مسئلو، ذات جو مسئلو، پات جو مسئلو، ڌرم جو مسئلو، ڪرم جو مسئلو، مرم جو مسئلو، ڌرتيءَ جو مسئلو، سيما جو مسئلو، کوڙيءَ جو مسئلو، لنام جو مسئلو، طعام جو مسئلو، انتظام جو مسئلو، ڇوٽ جو مسئلو، رشوت جو مسئلو، مارامارِيءَ جو مسئلو، آدمشماريءَ جو مسئلو، مهانگائيءَ جو ۽ اي روزگاريءَ جو مسئلو.

مقرر ڪيو ويو. هن سنسٿا جي ڪوشش سان، جدا جدا وشين تي ١٣ سيمينار ڀارت
جي جدا جدا شهرن ۾ ڪيا ۽ پڻ ١٧ سميلن ڀارت ڀر ۾ ڪيا. ۽ ٩ ناٽڪ مها اُتسو ڪيا
نوجوانن جي هڪ ٻئي جي ويجهو آيا، هن سنسٿا جي ڪوشش سان سنڌي ٻولي ڀارت
جي وڌان ۾ سال ١٩٦٧ ۾ تسليم ڪئي ويئي ۽ اُها نوجوان، ساهتڪارن، ڪلاڪارن
۽ وڌوانن جي ڀرپور ڪاميابي هئي. هن سنسٿا طرفان سنڌين کي هڪ ڌاڳي ۾ ڳنڍ
ڪرڻ ۽ "سنڌيت" جي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ چيٽي چانڊ - سنڌيت جي ڏينهن جو جنم ٿيو.
۽ هيئنر ڀارت کان ٻاهر وديشن ۾ به ڌام ڌوم سان ملهائي رهيا آهن.

"سنڌيت" کي قائم رکڻ لاءِ ڪوششون سالن کان وجود ۾ آهن. ۽ سنڌي قوم
"سنڌيت" جي قائم رکڻ ۾ اڳتي ۽ اڳتي قدم کڻي ڀارت ڀر ۾ سنڌيت جي مشعال قائم
رکڻ ۾ سمنڊ جي لهر جيان اڳتي ۽ اڳتي وڌندي رهندي ۽ سنڌي قوم جو وجود قائم
رکندي ايندي.

وقت گذرندي هو ڪجهه پيرن تي بيهڻ لائق ٿيا، هنن محسوس ڪيو ته هينئر اسان کي هتي ئي رهڻو آهي، هنن جو ڌيان ٻارن جي تعليم ڏانهن ويو ۽ پاڻ ۾ يڪمشت ٿي ۽ پاڻ ۾ ايڪتا قائم ڪرڻ لاءِ ڪن سنستائن جو وجود پيدا ٿيو. پر اُن وقت شروعاتي دور ۾ ڪن ٻارن مڪاني ڀاشا ۾ تعليم وٺڻ شروع ڪئي. جنهن ڪارڻ اُن وقت جي سنڌي لکيل پڙهيل طبقي ۾ هلچل پيدا ٿي ۽ هنن محسوس ڪيو ته اسين پنهنجي امولهه سنڌي ڀاشا کان دور ٿي ويندا سون ۽ هنن ڪجهه اخبارن ۾ پنهنجي ويچارن جو اظهار ڪيو ۽ ڪوشش ڪري سنڌي ڀاشا ۾ اخبارون شايع ڪرڻ جو يتن ڪيو ۽ اُن بابت ڪي عملي رثانون عمل ۾ آنديون ۽ سنڌي سنستائن گڏجي اسڪول ٻڌا ڪيا.

اُن وقت سنڌين جو هڪٻئي لاءِ همدردي ۽ پيار گهڻو هو ۽ هڪ ٻئي جو ڏک سک گڏيل سمجهندا هئا ۽ سرڪاري يا نيم سرڪاري ڪمن ۾ تڪليف ۾ هڪ ٿي ويندا هئا. ساڳي دور ۾ سنڌين ۾ ايڪتا ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ پيار هو ۽ "سنڌيت" جو دور چالو ٿيو ۽ اُن دور کي قائم رکڻ لاءِ ڪيترين ئي سنستائن طرفان سنڌي گيت سنگيت جا پروگرام رکڻ ۾ ايندا هئا جتي ماڻهو رات ويهي سنڌ جون يادگيريون تازيون ڪندا هئا.

اُن وقت ڀارت سرڪار جي طرفان ڀارت جو وڌان عمل ۾ آيو، پر اُن ۾ سنڌي ٻولي ڀارت جي ٻولي طور ظاهر نه ڪئي ويئي، اُهن حالتن هيٺ سنڌي لکيل پڙهيل طبقي لاءِ سرڪاري يا نيم سرڪاري نوڪري حاصل ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ سنڌين پنهنجو آئينده روشن نه سمجهيو ۽ اُن لاءِ گڏجي سوچڻ شروع ڪيو.

پر اُن وچ ۾ هڪ ڏهاڪو گذري ويو ۽ ڪي سنڌي هڪ شهر ڇڏي ٻيو شهر وڃي وسيو، پر سنڌين جو وطن سڄو ڀارت ٿي ويو ۽ هو حالتن انوسار غير سنڌي ڀاشا ۾ به تعليم حاصل ڪئي.

وقت جي حالتن کي ڏسندي ڪي نوجوان ڪرمونڊي اُٿيا ۽ هنن سنڌي ٻولي لاءِ پيار جاڳائڻ لاءِ ۽ "سنڌيت" کي زنده رکڻ لاءِ ڪي ڪانفرنسون ۽ ميٽنگون ڪيون، جيئن اُن لاءِ ٺوس قدم کڻي سگهجن ۽ سنڌي قوم لاءِ سنڌي ٻولي جي تسليمي اهم ٿي پئي، پر هڪ شهر ۽ ٻئا پنهنجي زمين، هڪ ٻئي جا ويچار ملڻ مشڪل هئا، پر نوجوانن همت نه هاري ۽ هڪٻئي سان روبرو مليا ۽ اهي وچر رکيائون ۽ "سنڌيت" لاءِ هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ جنم ورتو نوجوانن جي اکل ڀارت سنستا، "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه سڀا" جنهن جي مکيه آفيس بمبئي

ڪندڙ ته واپار ڌاڙهن نه ورڻي ها ته ڇا ڪري ها؟ اگر هو هٿ هلائي پنڌ جو رستو اختيار
ڪري ها ته شايد اُنهن غير سنڌي ڀائرن کي آنند حاصل ٿئي ها. پر ان حالت ۾ صرف
سنڌي جاتي جو ڪلچر ڪليات ٿئي ها، ۽ ديش ڪي ڪجهه به پلئه نه پوي ها. تنهن ڪانسواءِ
سنڌي جاتي واپار جو هنر جو صدين کان اپنايو آهي ۽ سنڌي جاتي جي واپاري هوشياري
۽ ذهانت هزارن سالن کان مشهور آهي. هنن هيلٽر ته ڪا نئين ڳالهه نه ڪئي آهي،
ڇا شرم لائق هجي يا عيبدار هجي. ملڪ جي آرٿڪ حالتن کي وڌائڻ ويجهائڻ ته
نفر جو ڪارنامو آهي. ٻيو ته غير سنڌي ڀائرن کي اِن لاءِ ناراضگي ڇو آهي، شايد اُن ۾ ايرڪا جا
علامو اُن ۾ شامل آهن. پر وقت جي بادشاهه هنن جي دلين ۾ ناراضگي دور ڪري رهيو
آهي ۽ هو هيلٽر سنڌين جي حالتن بابت ته سنڌي قوم هڪ شاندار، اصولي اِتهاسڪ
قوم آهي، جنهن ۾ ساهتيڪار، ڪلاڪار، ودوان ۽ ديش ڀڳت ۽ محنتي هنرمند ۽ سخت
محنت ڪندڙ پيڻ آهن.

انهن برابر آهي ته پنهنجي زمين کان اکڙجي وڃڻ بعد جيڪو خوف ۽ غير سلامتي
جو احساس سنڌي قوم ۾ شروعاتي دور ۾ ٿيو هو، اُن اثر ڪارڻ سنڌي جاتي جي
ڀائرن ۽ ڀينرن جو آرٿڪ سلامتي ڏانهن وڌيڪ ويو ۽ ڪنهن حد تائين پئسي ڪمائڻ
جي ڌن ۾ رڌل رهيا. پر سنڌي جاتي جو پڙهيل طبقو پنهنجي ڀاشا، ساهت ڪلا سنگيت
جي سلامتي لاءِ سجاڳ ٿيو، اگر ائين نه هجي ها ته اڄ جي وقت ۾ هيءَ سنڌي
سنسڪرتي جا ميلا ۽ سنڌ يت جو ڏينهن، چيٽي چنڊ جا ميلا ڀارت ڀر ۾ ۽ ڀارت کان ٻاهر
وديشن ۾ سنڌي ڪيئن ملهائن ها. در اصل سنڌي ساهت، ڪلا، تعليم ۽ سنسڪرتي ۾
گذريل سالن نفر لائق ڪارنامو ڪري ڏيکاريو آهي. ڪن جي تعداد ۾ ڪاليج کولڻ،
سون ۾ اسڪول برپا ڪرڻ، ناٽڪ ۽ سنگيت محفلون ڀارت اندر سنڌي ڪلچرل جو
ٿيلا ڪرڻ هزارن جي تعداد ۾ مخزنون ڇپائڻ، روزاني ۽ هفتيوار اخبارون شايع ڪرڻ
ڪئين شاندار ۽ ڪيتري جدا ٻي ۽ سجاڳي ڪانسواءِ نه ٿيندو آهي. اُهائي سنڌي جاتي جي
اندروني شڪتي آهي جنهن جي بدولت ٢٥ لکن جي ننڍڙي جاتي اُور پڻ وقت
۾ ڀارت جي هر اُپيوگي ڪيتر ۾ ڊاڪو ڄمايو آهي، ڪنڌ اوچو ڪيو آهي، اُها گذريل
ڪن ڏهاڪن جي ڳڻپ جي سالن جي سنڌي جاتي جي ڳڻپ جي سالن جي سنڌي
جاتي جي ڪاميابي آهي. جنهن ڳالهه هتان جي غير سنڌي ڀائرن کي عجب ۾ وڌو آهي.
شروعاتي دور ۾ ڪي ٻاهر مجبور ٿي سرڪاري ۽ ٻين سنستائن طرفان مليل مدد
تي ڪن جڳهين ۾ ڪي سرڪاري ڪئمپن ۾ رهيا. پر سوماڻ پسند سنڌين پنهنجي
جيون جي جهد وجد لاءِ رستن تي ويهي، ڦيري ڪري يا ريل گاڏين ۽ بس اسٽينڊن
تي ڪنڊڙا ۽ فروٽ يا ٻيون شيون وڪڻي روزگار حاصل ڪرڻ جو يتن ڪيو.

# سنڌيت جو دور

ليک: و. ن. ملڪاڻي، احمد آباد

اِتهاس شاهد آهي ته سڌريل قومون اِتهاس ۽ تهذيب کي ڏاتيون ڏنيون آهن. سنڌي جاتي اِتهاس ۽ تهذيب کي ٻالڪپڻ کان وٺي، اڄ جي ڦوهه جوانيءَ تائين نڀايو آهي، ڪڙهيو آهي، سنواريو آهي ۽ سينگاريو آهي. اڄ جي سنڌ واري موهن جي دڙي ۾ ڏٺل تهذيب کان وٺي، اڄ ڪڇ (گجرات پرانت جو حصو) جي واديءَ ۾ هيءَ ڦهليل تهذيب اتهاس وادي ۾ ڦهليل زنده تهذيب اُن جو جاڳندو مثال آهي،

سنڌي جاتي اِتهاس جي ڪسوٽي ڏني آهي، هزارين سالن جي لنبي سفر ۾ سنڌي جاتي سنڌ جي واديءَ ۾ ستمگرن جي ظلمن ۽ اُنهن جي جابر ڪوڙن جي سٽن هيٺان پيهجي ڪند ڪپايا آهن، پر سنڌي جاتي هڪ شڪتيوان جاتي آهي، اِتهاس جي لپيٽن ۾ اڀلندي به سنڌي وري اُٿيا آهن، هنن اتهاس جي هر چئلينج کي قبول ڪري همت ساهس، وشواس ۽ مضبوط ارادي سان منهن مقابل ڪري قدم سنڀالي اڳتي وڌيو آهي. هو مٽيءَ ۾ ملي ملي ويا آهن، پر پنهنجي هٿن جي ڇهاءَ سان مٽيءَ ۾ مٺيا پيدا ڪيا اٿن، ڪيترين چوٿائيءَ سالن جو اتهاس اها ثابتي ڏئي ڏني، ايترو مونتمار ڏک لڳڻ ڪانپوءِ به ڪا جاتي هن نموني سان ڀاڳ سنڀالي وري پيرن تي بيهي ۽ نئين زمين ۾ پاڙون لڳائي هڪ ڇانوَدار وڻ بڻائي، اهڙو اِتهاس جو سونهري باب رچڻ جو شرف سنڌي جاتي کي آهي.

اهڙي ساهس ۽ وشواس پٺيان جيڪو بل آهي سو سنڌ جي پراچينتا جو بل آهي، سنڌي قوم جي لنبي روحانيت جو بل آهي.

سنڌي جاتي اِئين ته ڪيترين ئي ڳالهين فخر وٺي سگهي ٿي، پر اُنهن ۾ وڏي ۾ وڏي ڳالهه اها آهي ته سنڌي سڀ ڪجهه وڃائڻ کانپوءِ به هتي گذريل ڏهاڪن واري عرصي ۾ نه صرف پاڻ کي وسائڻ جي ڪم ۾ سوڀ حاصل ڪئي بلڪ ديش جي اڏاوت جي هر پهلو ۾ پنهنجو رول ادا پڻ ڪيو آهي.

سنڌيت جي واپاري ملوڪتي جي شروعاتي دور ۾ عام طور هتان جا غير سنڌي به ناراضگي ظاهر ڪندا هئا، ڪن ڪير ٻڌائي ته اگر اُکڙيل سنڌي جاتي پنهنجي پهت

تڏهن بہ، سنڌن معشوقن کي ملڻ يعني پنهنجي پيار تي وشواس آهي. سسئي چوي ٿي :-

ساريو سڄ ڪندم، ڪوهيارو ڪيچ ڌڻي

سهڻي چوي ٿي :—

ساهڙ جام ستار! سگهو رسج سڄڻ ۾

۽ ليلا چوي ٿي :—

سڄڻ ٻاجهائيندڙ گهڻو

حقيقت ۾ پاڪيزگي عورت کي ورثي ۾ ملندي آهي. چاڪاڻ تہ استريءَ جي من تي سنسڪارن جو گهاٽو اثر رهندو آهي، ان ڪري جيڪڏهن هوءَ ثابت قدم رهي يا حق ۽ مان تي قائم رهي تہ هن لاءِ اها ڪا اهڙي ڏکي ڳالهہ ڪونهي. پر پرش سي بہ حاڪم پنهنجي پرشپڻي يا حاڪمپڻي جو غرور ۽ زور ڪڍي بہ ثابت قدم رهن تہ اُنهن کي شاباس آهي.

عمر جيڪڏهن ماروئڙيءَ تي موهت ٿيو تہ هنجو ڏوهہ ڪو وڏو ڪينهي. چاڪاڻ تہ سهڻي نينگر جي سونهن ڏسي هر مرد جي دل ۾ اُنکي حاصل ڪرڻ جي تمنا جاڳندي آهي. پر هڪ گهٽ ذات واري، غريب ۽ بيوس زال سان عمر زوري نہ ڪئي اها ڳالهہ سندس شاندار شخصيت جو مالڪ هجڻ جو ثبوت ٿي پيش ڪري.

ان طرح شاهہ جا سورما، محبتي، بهادر، غيرتمند، سخي ، سياڻا، عشق ۾ پڪا زال سان سچو وهنوار ڪندڙ ، راڳ جا شوقين، سٺا حاڪم، حشمت وارا ۽ نور نباهيندڙ مرد آهن .

"جڳ جتن تي جوءِ - سودو تنهن نه سکيو" هوءِ تنهن ڪري موهل چوي ٿي :-
"چپ سي حي چون، ادب ڪهي اُن جو."

يا

سودا صبر تنهنجو ٿي عقل آئي باز.

يا

سودا صبر تنهنجو سيڪاري سهس اهي سورما ڏيا ۽ حشمت جا صاحب آهن.
"چوڏس چليسر جام جا، ڏيها ڏيهه ڏهڪار." لوڪ ۾ رنگو آهي پر چنيسر
جو رنگو آهي!

هو ڏاهن راءِ ڏياچ امڙ و ڏاتار آهي جو هالي ڪوڙا پالڪيون پيو آڇي ته تماچي
ماڻهون مٿان مالڪ موتي پيو هاري! اهي واپار ڪن ته ڪن ۽ ڪاروهنوار لڳهن.
"جهريون جهاڳي آيا، ڪاروهنوار ڪلن." ۽ واڳ هڏن ته هڪ نه پر هزار سر ڏيڻ
لاءِ تيار ٿي وڃن!

"متي اُتي ملهائي، جي ڪوڙين هڻن ڪپار ته وارينو وارينو ڏيان، سيءَ ڪي سڙوار"

يا

"جي اڇهئي ڪم ڪپار تر ويهه پيرا و ٻي ڏيانءِ!" جيڪڏهن عشق ڪن ته
مرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن.

اُپائي آهين، مهائي مرڻ تي" ۽ جي جلگ ۾ وڙهن ته
"سانگيون سائن هٿ ۾ ڪاهئون نه لاهين."

جيڪڏهن سمجهه ڪٽي اڳتي وڌن ته سڀ رمزون سمجهي وڃن.
"وڪر ساٽ ڦٽي ڪئي - سود ٻي سوپاري" ۽ هي ڳوڙهي ڳالهه سمجهڻي هجي
ته ٻه ڏهن جا مالڪ ٻڌجي پون.

"جيڪا ڳالهه ڳالهائين - سا سڀ سمجهيسون"

پر اهڙو مرد ٿي ڪهڙو حدهن ۾ غيرت ٿي نه هجي؟ واٽهو ولو ته وري نه پرتو!
چليسر سان لڳا چماٽ ڪهڙو تر ڪيس ڏهاڳ ٿي مليو! اهي سڙ رما پيار ڪرڻ وقت جهڙا
ٿي وسلڏ ٻادل آهن تهڙا ٿي وسڻ مهل ردر روپ آهن! پيار ٿا ڪن ته ڏوڄي، مهاڻا ۽
مهار ٻڌجي ٿا وڃن ۽ جي رسن ٿا ته پٿر تي لڪو پائي اڏول بيهي ٿا رهن پوءِ ڀل
ته سلڏن دل دانهون ڪندي وتلدي هجي! اهي پنهنجيءَ مردالي غيرت تي چوٽ لڳڻ

تہ منھنجو محبوب پيو اچي!

ڪٿي ٿيو ميھار؟ ڪٿي ٿو گھنڊ گڙي

بيـــا

مري تان م ميھار، وڻاڻ ولھو م ٿئي
وڇن جي وچار جو، ونگو ٿئي م وار
ڄام تماچي بہ راجا آھي پر نوريءَ جي پريم ۾ ھو مھاڻو بڻجي ٿو وڃي!
ڄام ھٿ ۾ ڄار، ڄلي ڄيرن وچ ۾!

بيـــا

عشق ائين ڪري، جيئن ڄارو ڄام ڪلھي ڪيو. شاھ جي سورمن کي پنھنجي
پنھنجي پريتم تي ڏاڍ ۽ ناز آھي! سھڻي چوي ٿي:-
صورت ڄا ساھڙ جيءَ سا جي ڏني آن
ھوند نہ پليو مان، گھڙو سب گھڙا ڪٽي!
سسئي پنھونءَ کي ماڻڪ موتيءَ سان ٿي ڀيٽي -
ماڻڪ مٽ سندوم، اونداھيءَ ۾ سوجھرو
مومل راڻي جھڙو ڪنھن کي نہ ٿي سمجھي:-
روءِ راڻي جي ناھ ڪو، سوڍو سڀن سوائين اِھي سورما پيار ٿا ڪن تہ اصل برسي
ٿا پون! ڄام تماچي مورڇل ڪٽي ٿو نوريءَ مٿان بيھي تہ چنيسر ليلا لاءِ ھندورا ھڪيا
ٿو ڪري. مومل پنھنجي راڻي سان گھڻيئي ماڻا ٿي ڪري. اِھي سورما پيار ۾ پڌ پڌ
نہ ٿا ڪن.
منجھان ٿي منجھہ وڙھي، پڌر نا ھيس پير

بيـــا

آھس ائي گناھہ جي ڪا ڪري پڌري
شاھ جا سورما ٽڙا ڪانڌ ڪينھن، اُھي گڏيل آھن. زناني مڪر تي اُھي ترڪي
نہ ٿا پون!
جي ڇورين ڏنا ڇال تہ بہ لاھوتي لڳھي ويا

بيـــا

راڻو رنو تہ چيائين ڪجھہ بہ ڪين، ھو چپ چاپ ھليو ويو. ٽڙو ھجي ھا يا
ھيندين درجي وارو وھنوار ڪندڙ ھجي ھا تہ لڪٽ ڪٽي مومل کي ڦھڪائي ھا پر ھو

# شاهه جي شعر ۾ سورما

ليکڪ - ڀوڄراج هيراننداڻي

ننڍي هوندي کان وٺي اسين شاهه جي سورمين جي سارهه ٻڌندا ايندا هئاسين. ورهاڱي بعد شري آسانند مامتورا جي اسڪول ۾ ميٽنگون ٿينديون هيون جنهن ۾ درسي ڪتابن بابت فيصلا ورتا ويندا هئا. اتي شري لعلچند امر ڏنومل هڪ دفعي مونکان هيٺينءَ مصرع جي معنيٰ پڇي :-

"توکي توڙائين لکي، عمر! اڇائي،
جنهن تو ساڻائيءَ سام نه ڀڳي مارئين."

منهنجيون ته ٻئي اکيون ئي مچي ويئون! ڇاڪاڻ ته مونکي صرف هڪ سٽ جي معنيٰ پئي آئي. جڏهن لعلچند پاڻ معنيٰ سمجهائي تڏهن محسوس ڪيم ته جيئن سنسڪرت ۾ الوچڪن راوڻ جي سارهه ڪئي آهي ته هن سيتا جي مرضيءَ بنا سندس سٽ نه ڀڳو تيئن شاهه پڻ عمر جي سارهه ڪندي چيو آهي ته اي عمر! توکي آزل کان ئي پاڪائي لکيل هئي ڇاڪاڻ ته تو مارن جي ساماٽل (ڏيءَ) لڄ جي عزت تي حملو نه ڪيو. (تن ڏينهن ۾ سڀاڻ اديب هڪٻئي کي چئليڄ ڪندي معنائون پڇندا هئا.)

مون دل ۾ خيال ڪيو ته سيتا ته راڄائي گهر جي زال هئي مگر مارئي هڪ تمام دواڄي گهر مان هئي تڏهن به عمر بادشاهه هوندي به سندس عزت تي حملو نه ڪيو! لاشڪ عمر جي اڇائيءَ کي شاباس آهي. ٻئي دفعي ايڪراڄ عزيز پڇيو —

"وٽ وٽ وٽيءَ ۾ مٽ مٽ منڌ ٻيو." جو مطلب سمجهاءِ. مان اکري معنيٰ ته ٻڌائي ويس جدا جدا قسم جي شراب جي وٽيءَ ۾ الڳ الڳ قسم جو خمار لٿي ٿو پر ان جملي جي معنيٰ جڏهن عزيز ٻڌائي تڏهن منهنجا ڪپاٽ ئي کلي ويا! (لاشڪ اهي ٻه اديب سنڌي دنيا جا جلويدار سورما هئا!

عزيز چيو : جيئن هر قسم جي شراب کي پنهنجو پنهنجو خمار آهي تيئن هر انسان جي من جي چاهت پنهنجي قسم جي آهي. جيڪا زال مونکي وڻندي سا هر ڀلو ٻئي

زندگيءَ ڪون سرگرميون ان ۾ مدد ڏين ٿيون. سنڌي ماسترن، ليکڪن وغيره کي
ادبي خزاني کي آبوديءَ کان بچائڻ لاءِ ڪتابي صورت ۾ آڻي ايندڙ ٽهيءَ ۾ پاڻ نا پيدا
ڪري انهن نوجوانن کي ڏيئي اُتي عمارت کڙي ڪرڻ لاءِ پرمپرا چالو ڪرڻ گهرجي.
سنڌي ٻولي ڳالهائڻ، لکڻ، پڙهڻ ۽ ان کي پڙهائڻ ان جو پرچار ڪرڻ هر هڪ سنڌي سپوت
جو فرض آهي. سنڌي ماستر ان ڏس ۾ وڏيڪ مددگار ٿي سگهن ٿا، ان کي سرڪاري
توڙي خانگي اسڪولن ۾ رهي سچيءَ پاور ۽ سماج سيوا جي ملهه وارتي سمجهي لگن
سان محنت ڪري ٻولي پڙهائڻ، لکائڻ گهرجي، اچهل وقت ۾ ننڍا ۽ ايڪ ڪالبوءِ ۽
ننڍي يا وڏي شهر ۾ راتوڪي پاٺشالائون سماج جي مدد سان کولائي سنڌي ٻارن،
نوجوانن ۽ ايڊلٽن کي سنڌي ٻولي سيکارڻ، لکڻ، پڙهائڻ ۾ لڳي سنڌي ماڳ پيدا ڪري
پنهنجي ڪون سفل ڪرڻ گهرجي.

سنڌي ماتائن کي لاءِ ڏيندي، ٻارن کي ننڍ ڪرائيندي، پنهنجي گود ۾
سياڻوڙيءَ، سنڌي ٻوليءَ ۾ لوليون ڏيئي، اُٻرندڙ دلين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا ٻج ڇٽي
ٻوٽا ۽ ڦلدار وڻ پيدا ڪرڻ گهرجن.

هر راڄ جي ٻارن جي تعليم جي جوابداري، راڄ سرڪار جي ڪ
اهم ۽ مکيه جوابداري ليکي ويندي آهي. سنڌي ٻار سنگهنت آهي راڄ سرڪارن کان
وڌيڪ ۾ وڌيڪ سنڌي اسڪول کولايون، پاٺشالائون چالو ڪرايون، وڌيڪ ۾ وڌيڪ پڙ
مهيا ڪرائي، سنڌي ماسترن کي ڪتاب ڇپائي مهيا ڪرايون. سنڌي آسڻا ڇپرائي
سڀ ڪلهن هنڌ مهيا ڪرائڻ گهرجن. ڇهين چند "سنڌيت ڏيهن سوائي هنڌ ملهائڻ
گهرجي. ڪولهيلال جا ٿورائتا سڀ هنڌ ڪيا ويا آهن. مرڪزي سرڪار ٻارن سنڌي وڪاس
بورڊ چالو ڪرايو وڃي. سنڌي سينٽرل پبلشنگ هائوس چالو ڪرايو وڃي، جتي سڄي
هندستان جي سنڌي ٻارن لاءِ ڪتاب ڇپرايا وڃن. سنڌي ٻارن، ماسترن، ليکڪن،
ساهتڪارن ۽ سرڪار پاران وڏين پنهنجائپ شاعرڪارن ۽ سنسٿائن پاران (Award)
انعام ڏياري سنڌي ٻولي جي دائم قائم لاءِ يتن ڪيا وڃن ۽ انهن ذريعي سنڌي سماج
جو وڪاس ٿيندو ۽ سنڌي سماج جي وجود کي ڌرتي وارو هندو.

اگهون اسيمبلي ميمبر، هالي پانا، اجمير.

# "سنڌي ٻوليءَ کي سلامت رکڻ ضروري ٿيندو"

ليکڪ : نولراءِ ٻڇاڻي

سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون پاتال ۾ آهن، سنڌي ڀاشا جي پوڄارين سنگهرش ڪري جنهن نموني پنهنجيءَ ڀاشا لاءِ پريم جو ثبوت ڏنو آهي، پڪ سنڌي ٻولي هميشه زنده رهندي ۽ ڀارت جي هڪ مهان ٻولي ٿي جهمڪندي.

اسان جي ٻولي يورپ جي ٻولين کان به اڳڀائي آهي. اهي ٻوليون اڃا وجود ۾ به نه آيون هيون ته سنڌي زبان ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۾ چڱي ترقي ڪري چڪي هئي. هر سنڌي پنهنجي تهذيب جو هڪ زنده يادگار آهي. چوڻي آهي سنڌي سائين ٻري کان ئي پڌرو. سنڌي ٻوليءَ کي جيڪڏهن جاچي ڏسجي ته منجهس اهي سڀئي گڻ آهن جيڪي ڪنهن ۾ سڌريل ٻوليءَ ۾ هئڻ گهرجن. سنڌي هڪ سهڻي ۽ سلوڻي ٻولي آهي. اڄ به سنڌيءَ ۾ ڪافي سيڪڙو سنسڪرت جا اکر آهن. سنڌي ماڻهو هر ٻوليءَ کي سولائي سان گرهڻ ڪري، شد اچار ڳالهائي سگهي ٿو. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي مهاورا آهن. ٻوليءَ ۾ ڪشش ۽ جنبش آهي. ٻوليءَ کي رنگين بڻائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ پهاڪا به جام آهن. دماغي ڪسرت لاءِ پروليون به آهن. جتي به سنڌي آهن، اتي ئي سنڌ آهي. "سنڌ سنڌين ۾ وسي، سنڌ هتي، سنڌ هتي."

۱۹۴۷ع ۾ ڀارت آزاد ٿيڻ ۽ ورهاڱي جي ڪري، سنڌي ڀارت ته ڇا دنيا جي ديشن ۾ ٽڙي پکڙجي ويا سون ڪٽيل لغڙ وانگر اسان جي حالت ٿي آهي. اسان جي هستيءَ جو قائم رهڻ جو هڪ ئي وسيلو آهي. اسان جي ٻولي، سنڌي ٻولي ۽ اهائي اسان کي ايڪتا ۽ ايڪاگرتا ڏيئي سگهي ٿي، ان ڪري ڪنهن به قيمت تي ڪهڙين به تڪليفن هيٺ، تعليم ذريعي سنڌي ٻوليءَ کي سلامت رکڻ گهرجي.

راشٽريه گيت مان "سنڌ" اکر ڪڍيو ويو. مگر ان ڏس ۾ سنڌين آندولن ڪري جاڳرتا جو ثبوت ڏيئي "سنڌ" اکر وري جوڙايو. پنجاب، سنڌ، گجرات، مراٺا سمت قائم آهي. مڙني گڏ جاين، ميٽنگن، اسڪول جي سڀائن ۾ راشٽريه گيت ڳائڻ جي پرمپرا وڌي. سنڌ جي ياد تازي رکڻ گهرجي.

لوڪ ادب، هڪ قوم جي قديم تاريخ جو سر چشمو آهي قوم جا اوائلي، امنگ ۽ جذبات، لاهه چاڙهه، رسمون، رواج، وقت به وقت جي جد وجهد جا داستان، قومي

روڳي چت مان نڪتل ڏڪار ۽ حسد آهي. ملش ۽ ملش جي وچ ۾ قتل ڪندڙ لڙائي،
اهائي ته آهي. موڪش تائين وڏائيءَ جي لالسا هوندي آهي. هوءَ آتم هنسا ڪندي
هوندي آهي. هوءَ پاڻهنجي ئي دشمن بڻجي پوندي آهي. سنساري وڏائي اُن جي طرف
هيسڪ آهي. موڪش جي وڏائي پاڻهنجي طرف ئي هلندڪ آهي. حتي وڏائي آئي، اُنسي
هنسا آهي. اهڙا سي ڳالهه آهي ته ٻاهر هلندڙ يا اندر هلندڙ هجي. پر هنسا سدا ئي
هر هڪ حالت ۾ روپ ۾ ناس ڪندڙ آهي. انڪري صرف اهي جيتنائون ئي آتم جوڙيندڙ
ٿينديون آهن جي وڏائيءَ کان مڪت هونديون آهن. سر جماتمڪتا صرف تندرست ۽
شانت چت مان ئي اتساهت ٿي سگهندي آهي. تندرست چت پاڻ ۾ پختو ۽ قائم
هوندو آهي ۽ اُنَي ڪنهن هنجڻ جي ڊوڙ ان ۾ نه هوندي آهي. ڪجهه ٻئي ايٺ جي
ڊوڙ جي ڊوڙهين ۾ انسان اُنکي نٿو ڇانئي جو هو خود آهي ۽ پاڻهنجو نه حاصل ئي اهو
مول ۽ مکهه اُپاءُ آهي جنهن سان سڀئي نيچتائن جي پڌرائي ٿيندي آهي. آتم گيان کان
سواءِ ٻيو ڪوئي اُپاءُ کان مڪت نه آهي. اهنڪار نه، آتم گيان ئي اُپاءُ کان مڪت ڪري
او ۽ ان لاءِ چت مان وڏائي پٽي جي جدائي تمام ضروري آهي.

ملش پاڻ ۾ ڪنهن به قسم جي هلندڙ پائي ان کان ڇوٽ لڳندو آهي هو ايڪ ان
جي اُڀاڙ طرف ئي ڊوڙ ٿي لڳندو آهي ۽ اهائي پل ٿي ويندي آهي؟ نيچتا ڪهڙي ۾
اندروني اُپاءَ جي سوچنا آهي. هر هڪ انسان اندروني حتي اُپاءُ ۾ آهي. هڪ
خال هر هڪ کي اهڙو ٿيندو آهي. ان اندروني خال کي ئي ٻاهرين پراتين سان ڀرڻ
جي چاهه اهن ٿيندي آهي. ليڪن اندروني خالي ڪنڌ کي ٻاهرين شين سان ڪيئن ڀرو
ڀري سگهجي؟ ڇو جو حقيقي ٻاهر آهن، ان ڪارڻ اهي اندروني خال کي ڀرڻ ۾
سمرٿ نه آهن. ۽ سڀ ڪجهه ته ٻاهر ئي آهي: ڌن، پد، گهٽ، پر پوتا، ڌرم، دان پنج،
تياڳ، گيان، موڪش وغيره. پوءِ اندر ڇا آهي؟ ان اُپاءَ، ان خال، ان پوڙ کي ڇڏي ٻيو
ڪجهه به اندر نه آهي. انڪري ان خال يا پوڙ کان ڇوٽ، پنهنجو پاڻ کان ڇوٽ آهي.
ان کان ڇوٽ پاڻهنجي سنا کان ئي ڇوٽ آهي. ان کان ڇوٽ ۾ نه، پر ان ۾ ئي حيثيت ۽
جاڳيٽ مرڻ رستو آهي، مارگ آهي، جو انسان ان ۾ جيئڻ ۽ جاڳڻ جو ساهس او ڪري،
سي ئي سامهون اهو خال پورڻ بڻجي او بوي. هنجي لاءِ پوءِ اهو خال ئي پورڻ مڪتي
بڻجي ٿئي. ان ”ڪجهه نه“ ۾ ئي سڀ ڪجهه آهي. ان پوڙ ۾ ئي سنا آهي. اها سنا

241, Sadhu Vaswani Nagar, Aundh, Pune 411007

هي ياد رکڻ ضروري آهي ته ڪنهن به روڳ کي ڍڪڻ سان ڪڏهن به ڪو ڇوٽڪارو ڪونه ملندو آهي. ان نموني روڳ مٽجندو نه آهي پاڻ وڌيڪ پختو پڪڙيندو آهي. نيچ ڀاؤ کان پيڙيل چت، اُنکي ڍڪڻ ۽ ڀلائڻ جي ڪوشش ۾ ئي اهنڪار سان ڀرجي ويندو آهي. اهنڪار جي ٽڪر ۾ اندر واري کي وسارڻ آسان به آهي. پوءِ چاهي هي اهنڪار سنسار جو هجي، يا موکش جو، انسان کو به فرق ڪونه ٿو پوي. وڏائي نشيدار آهي. اُنجو نشو ڪبري آتم ويسر آڻي ٿو. پر انسان جنهن نشي جو يا جنهن نشي جي جنهن ماترا جو عادتي ٿي پوندو آهي، ته پوءِ ان سان نشو نه ٿو اچي. اُن لاءِ چت کي زيادهه کان زيادهه ماترا کپي ۽ نئون نئون نشو کپي. انڪري وڏايون وڌنديون ئي وڃن ٿيون. اُنهن جو ڪو ئي انت ئي نه ٿو اچي، ان جو ارٿ ته آهي پر ڀڃاڙي ڪانه آهي ۽ جڏهن سنساري وڏاين مان انسان ڪک ٿي ٿو پوي، يا هنجو موت ويجهو لڳندو آهي ته وري ساڳئي ريت، ڌرمي وڏايون شروع ٿينديون آهن. اهي اها بہ وڌيڪ نڀينديون آهن. انجو نشو اها بہ گهرو آهي، ڇو جو ظاهري ان جي نه حاصل ٿيڻ جي حالت ۾ هنجي هڏ گڏ پڇڻ جو ڀؤ به نه هوندو آهي.

انسان جيسين پنهنجي سچائيءَ کان ڪجهه ٻيو ٿيڻ چاهيندو آهي، تيسين هو ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ اهنڪار جي بخار ۾ مبتلا هوندو آهي. پاڻ کان ٻئي ٿيڻ جي چاهه ۾ هو پاڻ جيئن آهي ان کي ڍڪيندو ۽ وساريندو ٿو رهي. پر ڇا ڪنهن حقيقت جو ڍڪجي وڃڻ ۽ ان کان مکت ٿي وڃڻ هڪ ئي ڳالهه آهي؟ نه، نيچتا کي وسارڻ، نيچتا کان مکت ٿيڻ نه آهي. هيءَ ته وڏي ڀاڳلپڻي جو پورن ابتو اثر آهي، انڪري ته جيئن جيئن دوا ڪبي وڃبي آهي، تيئن تيئن مرض وڌندو ئي ويندو آهي. اهنڪار واري چت جي هر هڪ سڦلتا آتم گهاتي آهي، ڇو جو هوءِ ته وڏائيءَ جي اڳنيءَ ۾ گيهه جو ڪم ڪري ٿي. سڦلتا ته ملي وڃي ٿي پر نيچتا لٿي مٽجي، ان ڪري اهان وڏيون سڦلتائون پڪ هاريل ئي اُلنديون آهن. مطلب ته هي نيچتا جو ئي وڌڻ آهي.

منش جو سارو اتهاس اهڙن ئي روڳي چت وارن بيمار لوڪن سان ڀريل آهي. تيمور لنگ، سڪندر يا هٽلر ۽ سٽالن ٻيو ڇا آهن؟ ليڪن ڪرپا ڪري انهن ويچارن تي کلو نه. ڇو ته بيمارن تي کلڻ نيڪ نه آهي. پر ان ڪارڻ کان به کلڻ نيڪ نه آهي جو اهيءَ بيماريءَ جا جيوڙا اسان سڀني ۾ موجود آهن. اسين به انهن جا واصطيدار آهيون، وارث آهيون. ڪوئي اڪيلو نه پر ساري منش ذات ئي اهنڪار جي روڳ ۾ مبتلا آهي ۽ انڪري ئي ته هي مها روڳ اسان کي نظر ۾ به نٿو اچي. منهنجي نظر ۾ من جي تندرستيءَ جو ضروري لڇڻ، وڏائيءَ کان رهت جيون ئي آهي. وڏائي روڳ آهي انڪري ناس ڪندڙ آهي. روڳ ته سدائين موت جو پولنگهه ئي آهي. وڏائي ناستا آهي، هنسا آهي. اها وڏائي ته

آهن. مڪان ۽ دڪان پنهنجا ٺهرايا اٿن. ڌنڌو ۽ واپار پنهنجو آهن جنهن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ڪندا ٿا وڃن يا سٺين نوڪرين ۾ آهن. اهڙي موقعي ملڪ تي پوري طرح ڀارت کي پنهنجي سنڌ ۾ نه هئڻ جو اهڙي مڪان، بنگلا، محل ماڙيون، ڌنڌا ڌاڙيون ڇڏي به اُهن مان ڪي پرديس جا ڀاڳي سنڌ ۾ هلندا ۽ اُتي اُهي هلي ڀاڄ کي وري وسائڻ جي ڪوشش ڪندا. سنڌ ۾ جڏهن هئاسون ته آسان مان ڪيترن ڀاڄ نوڪري يا ڌنڌو واپار ڪرڻ لاءِ سڄي ڀارت ۾ ته ڇا دنيا جي هر ديش ۾ ويندا هئا پر اُهي به پنهنجي وطن کي ڪڏهن نه وساريو ۽ هميشه ڪئي ڪمائي وطن ورندا هئا.

باقي سنڌي به موقعي ملڪ تي سنڌ موٽندا ۽ اهڙي تمنا هرهڪ جي اڄ به آهي ۽ هميشه رهندي پر اها تمنا پوري تڏهن ٿيندي، جڏهن مٿن ۾ چاهه قائم رهي ته سنڌ واپس ملڻو آهي. اسين ان ڪم ۾ ڪامياب نه ٿياسون ته آسانجا ٻچا ان ڪم کي پورو ڪندا. چاهه سان گڏ قرباني لاءِ به هميشه تيار رهون. ان مقصد پوري ڪرڻ لاءِ تن، من ۽ ڌن قربان ڪرڻ لاءِ به تيار رهون ٻئي مان جيئن هميشه. چوندو آيو آهيان ته جڏهن اسين پنهنجا ڪوندر ڪري ڏينداسون ۽ اهڙي ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ قرباني ڏيڻ لاءِ هٿ ٺاهيندا رهنداسون ته اسين پنهنجي مقصد ۾ ضرور ڪامياب ٿينداسون اهو سڀاڳو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن اسين پنهنجي وطن سنڌ ۾ واپس هلي آباد ٿينداسون.

Bamba Mohalla, Jodhpur (Raj.)

اِتهاس ساکي آهي تہ يهودين ٻن هزار ورهين جي اِنتظار ۽ ڏکا ڪاٺڻ کانپوءِ بہ پنهنجو وطن واپس حاصل ڪيو، پر اِن ڪم لاءِ هنن جي دلين ۾ هميشه اِها تڙپ هئي تہ اسين ڪيئن بہ پنهنجو وطن واپس وٺنداسون. اِها ڳالهہ هنن ڪڏهن بہ وساري ڪانہ ۽ موقعي ملڻ تي هنن پنهنجو وطن ورتو. اهڙيءَ طرح اسين سنڌي بہ پنهنجو وطن، پنهنجو ديس پنهنجو پرانت، پنهنجي جنم ڀومي، پنهنجي ماتر ڀومي جتي ماءُ اسانکي لولي ڏني هئي، ضرور واپس وٺنداسون، اُتي ضرور واپس هلنداسون. ٻر اِن لاءِ من ۾ تڙپ هئڻ کپي، دل ۾ چوٽ هئڻ کپي تہ اسين پنهنجو پيارو وطن وڃائي ويٺا آهيون، جو ضرور واپس وٺڻو آهي. جيسين اِهو ڪم نٿا ڪريون تيسين اسانجو اولاد، اسانجا ٻوڙيان وطن کي ياد ڪري اسانکي ڪوسيندا رهندا تہ سنڌين وڏا ڪهڙا نہ بزدل هئا، جي وطن وڃائي ويٺا ۽ ورِي واپس نہ ورتائون ۽ اِها نيس ڪين همٿ ڏياريندي ۽ وطن کي واپس وٺڻ جي ڪوشش ڪندا.

ڀڳوان جي سنڌين تي ڪرپا آهي. سنڌي اوچ، هوشيار ۽ محنتي آهن جنهنڪري هر ڏس ۾ واڌارو ڪيو اٿن. نوڪرين ۾، ڌنڌي ۾، واپار ۾ سنڌن چؤطرف ڌاڪ آهي. اڄ گهڻو ڪري سڀ سنڌي، سائينءَ جي ٻاجهہ سان سکي آهن. سنو ڪمايو اٿن ۽ پاڻکي وسايو اٿن. پنهنجون جايون اٿن، ڌنڌو واپار اٿن يا سٺيون نوڪريون اٿن ۽ اِنڪري هرهنڌ سنڌن ڌاڪ آهي. ڌارمڪ ۽ سماجڪ سڀاڳيءَ جي ڪارڻ سنڌين ڌرمشالاون، مندر ۽ ٻيائو جڳهہ جڳهہ تي اڏرايا آهن ۽ اِئين پيو لڳي تہ سنڌي اڳئين کان اڳرا آهن. اِنڪري ڪن جي دلين ۾ اِهو خيال پيو اُٿي تہ جي سنڌ واپس ورتي ويئي يا اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، جن ڪري اسين واپس هلڻ لاءِ سوچيون تہ ڪيترائي واپس ڪونہ هلندا ۽ چاهيندا تہ اسين هاڻي هتي ٺي ٺيڪ آهيون، اڳي کان اڳرا آهيون تنهنڪري هي نوان گهر ۽ ڌنڌا ڦٽائي واپس ڇو هلون. اِها ڳالهہ سچاويڪ آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ڪي واپس هلڻ نہ چاهين پر وطن جي سڪ ۽ اباڻن ڪکن جي ياد اهڙي آهي، جا سنڌين کي ڪڏهن بہ سک سان سمهڻ نہ ڏيندي. اِها ڳالهہ ڪين هر وقت چڀندي رهندي تہ اسان کي پنهنجو پرانت ڪونهي ۽ هرهنڌ مڪاني ماڻهو ڪين حقارت جي نظر سان ڏسن ٿا ۽ ڏسندا رهندا تہ هي سنڌي سنڌ پرانت کان آيا ۽ اسانجي پرانت جا نہ آهن. ٤٠ ورهين تائين هتي رهڻ کان پوءِ بہ اسانجو رهڻ ڪرڻ، ويس پوشاڪ کان پان پنهنجي طريقي جو الڳ آهي ۽ رهندو. اسانجي ٻولي الڳ آهي جا رهندي. پنهنجي ڌنڌي واپار ۽ ترقيءَ لاءِ مڪاني ماڻهن سان چٽاڀيٽي ۽ مقابلو بہ آهي ۽ سچاويڪ رهندو تہ سنڌ واپس لاءِ چاهہ ۽ چڙن بہ رهندي، ٿي سگهي ٿو تہ جيڪي پوريءَ طرح هتي وسي ويا

# سنڌي هندو واپس سنڌ ۾ هلندا ؟
# جي ها ته ڪڏهن ؟

— ريواچند ائڊووڪيٽ، جوڌپور

هندستان جي ورهاڱي جي ڪارڻ ۽ پاڪستان ٺهڻ تي سنه ۱۹۴۷ع ۾ سنڌين کي سنڌ ڇڏڻي پيئي. هو پنهنجا اباڻا اجهام مال ملڪيتون، ڏندا ڏوڙي ڇڏي پنهنجي جان، عزت ۽ ڌرم بچائڻ واسطي هندستان ڏي روانا ٿيا. سنڌ ڇڏڻ وقت سندن آئينده اڻ لڀو هو. کين خبر ڪانه هئي ته ڪٿي ويندا ڇا ڪندا ۽ سندن رهڻ ۽ ڪاڌي خوراڪ جا ڇا وسيلا ٿيندا.

نتيجو اهو ٿيو جو هندستان ۾ پهچڻ تي سندن رهڻ لاءِ مڪان، ڪاڌي خوراڪ ۽ گذاري جي وسيلن بابت انيڪ دقتون پيدا ٿيون. مڪان نه پيا ملن، مسواڙون ڪم ٿوڙ ۽ جيتوڻيڪ شروعات ۾ مڪاني ماڻهن ۾ هنن سنڌي ستايلن لاءِ همدردي هئي، پر ڏيري ڏيري اها همدردي بدلجي ڌڪار ۽ حقارت ۾ ظاهر ٿي ڇو ته سنڌين جي رهڻ ڪرڻ، کائڻ پيئڻ جو ڍنگ الڳ هو جو مڪاني ماڻهن کي نه آڙيو. ڌنڌي ۾ گهڙي پوڻ سان سنڌين جي هر ڌنڌي ۾ مڪاني ماڻهن سان ڪامپٽيشن ٿيڻ ڪري به هو سنڌين جي خلاف ڪرڻ لڳا. پر انهن سڀني تڪليفن ۽ ڏکيائين هوندي به سنڌين کي شاباس آهي جو هو پنهنجا پير هر ڏس ۾ پڪا ڪندا ويا. ايتري قدر جو غريب کان غريب سنڌيءَ به ڪڏهن پلٽڻ پسند نه ڪيو. سندن ٻار گوليون ڪٽمٺڙا وڪڻي به گذر ڪرڻ لڳا. پر هر وقت هر سنڌيءَ جي من ۾ اهو سوال اٿندو هو ته سنڌ واپس ڪڏهن ورنداسين. جڏهن سنڌ ڇڏي هندستان ۾ آياسون، تڏهن هر هڪ کي اها اميد هئي ته ٿوري وقت لاءِ آيا آهيون ۽ حالتون سڌريون ٺيڪ تي وري وطن ڏي واپس ورنداسون ۽ تنهنڪري ڪيترن ته پنهنجو ڪوبه ڪم شروع نه ڪري حالتن سڌرڻ ٺيڪ جو انتظار ڪيو. هرڪو اهوئي سوال پڇندو هو ته بابو سنڌ ڪڏهن واپس هلبو؟ ماتائون ۽ ٻچڙا پڇنديون هيون ته دادا سنڌ واپس ڪڏهن هلبو. کين منهنجو جواب هوندو هو ته بابو — دادي سنڌ واپس هلنداسون ضرور پر تڏهن جڏهن توهين ڪا وڏي قرباني ڪندا ۽ پنهنجا ڪونڌر ڪي ڏيندا.

هڪ اڙ بند:

مومل جا هٿ مهند ڪنا
جيڏين جا هٿ چلٻ ڪنا
چانڊوڪئون ۾ چلٻ ڪنا
تارن کي هٿ تير لڳا،

پاڪستان جو مطلب ڇا؟
ڦاهيون، ڦٽڪا، مارشل لا!

اديب ديش ڪال کان متاثر ٿيندو آهي ۽ جوندا به آهن — ”هند اهو سڀڪي حتي باهه بري“ ائين پاسي وشيه کان پاسيرو ٿي سوالي اڀاڻون الم؛ هند جي سنڌي اديب وٽ مخصوص سنڌيت لاءِ

(۱) ڪهڙو نظريو آهي؟
(۲) آهي يا آهي به نه؟؟
ڇا انهي جي ضرورت به آهي؟؟؟

نشاني سمجهي وڃي ٿي. جناب جي. ايم. سيد جو سنڌوءَ جي ساڃاهه. هت هنڌ ۾ ان
ڀاڱن ۾ پڌرو ڏنو آهي فقط اُن ڪتاب مان ڪي لفظ مثال طور پيش ڪري رهيو آهيان.
جنهن مان سمجهان ٿو ٩٠ سيڪڙو لفظ سنڌي ڊڪشنري ۾ دستياب نه هوندا: ”طائرانہ،
برصغير، مرحلا، معاشرو، ارتقا، ملحق، مستقل مفاد، محڪوم، تشريح، منسوخ،
اقتدار، تقليد، معاشرت، تعبير، اقليت، اقتصادي، ثقافتي، اعتماد، محافظ طبقات الارض،
تڪميل، اهليت، مشتمل بين القوامي، سعادت، اصلاح، فروغ، صحابي، صحافي، اطاعت،
غسطائي، بعيد، معتقد، مساوات، استحڪام، منسوب، تمهيد، مطلوب، مخلوط، منتقم،
معروض، منافرت، منتقلي، مستقل مزاجي، مفقود، منتقل، مصائب، منافقي، موعود،
مقوي (ڪتاب ۾ ڏکيا لفظ ڪري ڇاٽايل پنج سو (٥٠٠) کن لفظن جي معنيٰ ڏني
ويئي آهي جنهن مان فقط ٥٠ لفظ هتي لکيا اٿم). سنڌ جي ڪويتائن ۾ ڪم آندل ڪن
ڏکين لفظن ۽ حوالن بابت سمجهاڻي اُنهن ڪتابن ۾ درج ڪري سنڌي ادب کي سمجهڻ
جي ممڪن ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

سنڌ ۾ غير سرڪاري، نيم سرڪاري ۽ سرڪاري ادبي ادارن پاران سنڌي ادب جي
اشاعت، واڌ ۽ وڪاس واسطي چڱو ناڻو خرچيو وڃي ٿو. ڪيئي سرڪاري ادارا
سرگردان آهن.

آخر ۾ پوڄ پايان ٿو اُتانجي تخليقي لاڙي سان ته سنڌ جو اديب، سرجڻهار جي
قلمي اوزارن سان ليس ٿي، سنڌ جي غير بهبودي تاناشاهي ڏاڍ - ڏمر، زور - جبر، ظلم ستم
جي پوسٽ مارٽم واسطي تيار ٿي بيٺو آهي. سنڌ جي اڪثر هر اديب، هيڻي جي رت
سان قلم ٻوڙي ڪلڪراني پئي ڪئي آهي، پوءِ چاهي شيخ اياز هجي خواهه تاجل
بيوس، تنوير عباسي هجي يا امداد حسيني. منور ابڙو چوي ٿو:—

منهنجي هٿ ۾ هٿڪڙي آ، پيرن ۾ ڏنڊا بيڙي
ڪاٿ وڌو ويو آهيان ڇو؟ جو حق ونڊ جي ڳالهه مون ڇيڙي
ديس به منهنجو، ڌن به منهنجو، ڇو آ ڌارين جي ڇنبي ۾؟
ماڳ ڏي ويندڙ هر ڪو رستو، هر ڪا راهه آ نيڙي ويڙي!

نوجوان شاعر خاڪي جوئي جي طويل نظم ”آسٽ جن اريڄ“ جي ٣٥٧ بندن ۾
بندش ڪئي ويئي آهي جا اُن دور جو دستاويز مڃيو ويو آهي پيش آهي اُن مان

آزاديءَ کان اڳ، سنڌ اندر بنگالي ۽ هندي افسانا چڱا ترجمو ٿيا هئا. اهو سلسلو اڄ به سنڌ ۾ برقرار آهي. پر انواد جو ڪيتر انگريزي ناول آهن جنهن ۾ ناليرو انواد ڪ ايري آيو آهي. **فضل احمد بچاڻي.** سنڌي عنوان هن ريت اٿس:

آسڪر وائلڊ جا "سزا جا سڪ" ۽ تصوير جو خون، هيلري رائڊر هئگرڊ جو 'اعاشي' ۽ 'روح جي ڳولها'، هرمن هيس جو 'سڌارٿ'، برنٽ هيليبي جو 'راڳ ۽ ڇپر' و ڪٽر هيوگو جو 'سوڊن سانديياس'، خليل جبران جون 'سبوڻ' وغيره.

ڀيرو هي ڀچاڙي

# سنڌ جي ادب جي گيٽ اپ، ٻولي ۽ لاڙو

سنڌ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتابن ۽ رسالن جي گيٽ اپ ڏاڍي دلڪش آهي. سنڌي اشاعت هت ۾ ڪٿط شرط نيٺ ٿريو پون، روح کي راحت ولي وڃي، من موج ۽ مستيءَ ۾ اڇلون ڏيڻ لڳي. هت ادب کي پڪڙڻ لاءِ از خود ڪچيو وڃن ۽ آماده ٿي وڃن اکيون انکي پڙهڻ لاءِ؟ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ، آفسيٽ پرنٽنگ، بهو رنگي ڇپائي، آڪرشڪ ڪئليگرافي، پلو اڇو، دمدار ۽ جٽادار، ڪور من موهڻو ۽ جلدسازي به معياري ۽ ملهائتي. مواد اڪثر ادب جي هر صنف تي، سو به وڌندڙ، نيج - نيٺ سنڌي لفظن سان ٿمتار. اهڙا مڙا سوادي نيج - چيدا لفظ اسان هت هند ۾ ڪوهي - وڃائي رهيا آهيون. مثلن - سٽاءَ، سهيڙپ، سينڌ، سلوار، سج، سٽاڻي، اُڃ ۽ اُساڻ، ڀلا - ڀاڳيا، ڀليڪار، ڀينگ، وسند، سرانديءَ وارو، سگهڙي، ست، سهيلي، ٻانهن-ٻيلي، ٻوٽي، لڪ، لپ، ٻڪ، ٻڙ مڻ، ڀوڪ، لاٽ، لڳ، لوڙهو، مٺو، ڏاهپ، ٻهراڙي، ڪسرائتو، ڪسي (پاڻي جي) وغيره.

ادبي مصالحي ۽ لغت جي لحاظ کان موضوع ۽ سنڌ جي پاڻا شڪلي بلڪل بدلائل آهي. سنڌ جا موضوع آهن: سنڌ ڌرتيءَ سان وابستا ۽ سنڌ جي مٽهاڻما، سونهن نشاوار ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جهنڊان وارا ۽ لفظن جي استعمال ۾ ميٺي جاڳايل نيج ٺار سنڌي لفظن ڪانسواءِ سنڌي معاشري ۾ سنڌ اندر عربي-فارسي ته هند ۾ هندي-مرهٽي، گجراتي لفظن جو ٻول ٻالا، سنڌ ۾ عربي-فارسي لفظن جو استعمال جٽ ادبي ۽ علمي ماهريت جي

جو پورو پورو يا وقتي جائزو داد ڪان وڌيڪ به شاباسي ڏيڻي ڪليءَ دل سان ساراهيو
ويندو ۽ خاص محض اشاري ۾ ڏسي وڃي ٿي. نتيجي طور هڪ ڪان هڪ نوجوان ليکڪ
قلم کي پڪڙڻ لاءِ اُتاولو ٿي پيو ٿو. باقي هڪ ڳالهه اُتي سنڌ ۾ کوج ۽ اڀياس واسطي
مخصوص پروسي ۽ مال مٿو آهي پر کو جيڪ عالمن جي باريڪي نگاهه ۾ هند جي
پيٽ ۾ ڪي قدر ڪوتاهي نظر اچيٿي. اُنجو ڪارڻ اهو ٿي سگهيٿو جو اُتانجو اديب
فقط اُردو ۽ انگريزي ادب جي ويجهو وڃي سگهيو آهي. مذهبي مڪتا جي دائري ۾
قابضي لغام پڌي، ويچارن جي آزاديءَ کي ڪن سيمائن اندر سوچ فڪر کي سميٽڻ جي
ڪوشش ڪئي آهي. پر هتان هند جو عالم - اديب ڀارتيه ڀاشائن جي شاهڪار خزاني
جي ويجهو اڀياسي هئڻ ناتي، اهي ماڻ - ماپام طور تريقام ڏانو - ڏس ۽ پاڻ ۾ سمائي
ان نقطي نگاهن ڪان تخليق ۽ شوق ڪاريه ۾ رڌل رهيو آهي. اُتي محدود دائرو هئڻ
ناتي، اديب کي اُنجي ئي چوڌاري چڪر ڪاٽڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. سو موجود
ذخيري اندر ئي اُنکي نواڻ، نئين نقائي ۽ رنگ ڀرڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي.
مثال طور شاهه جي رسالي تي تنقيدي موضوع؛ شاهه لطيف جي شاعريءَ جي راڳن جو
اڀياس شاهه عبداللطيف رح جي رسالي ۾ ڳاهڻ ٻوٽن، ميون ۽ ڀاڄين اناج، وڻن ۽ ولين جو
ذڪر/شاهه عبداللطيف ۽ سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت ۽ تجارت وغيره.

پستڪ جي شروع ۾ مهاڳ ۽ ٻه لفظ بدران - مقدمو ۽ اڳي تي ڪارو، پيش لفظ،
ملي، اڳياڙي، سڀ ڪان اول، تمهيد، "ارپيان لو" کي ڪي لکن "ارپنا" ته ڪي
وري "انتساب".

مذاقيه خاڪا ۽ بامقصد طنزئي ڪالم ۽ ننڍڙا ناٽڪ به سنڌ ۾ اڪيچار خلقيا ويا آهن
قمر شهباز ان ڏس ۾ قمر (چنڊ) به آهي ته شهباز به ثابت ٿيو آهي. سندس قلمي مضمونن
جا عنوان آهن: ٽي. وي. سيريل تي - "واڇوڙن ۾ لات" طنزئي مذاقيه ڪالم- "اٺون گهر"
علي احمد بروهي جا مذاقيه مصالحي سان ٽمٽار مجموعا آهن: وات ويندي، سڏن متي
سڏڙا، ڏيڻا ٿهل قليل جا وغيره.

سنڌ جي ادبي آڪاس ۾ سنڌ جي ليکڪائن به اُليرو قلم هلائي سنڌي ادبي
ذخيري کي چڱو شعاع عطا ڪيو آهي. مختلف صنفن تي قابليت ڀري قدم بوسي جي
هتي ايٿار نه ڪندي محض باشعور ڀاڳ، پرين جا ڪي نالا ڳڻهي رهيو آهيان: ماهتاب
محبوب، تبسم ماهتاب لو و شاهين نور الهدا شاهه، تنوير جوڻيجو، ثريا سنڌي، ثمره
زرين، سحر امداد، سڪينا ميمڻ سلطانه وقاصي، ليلى بانام نيلوفر مظفر، حميده ميتلو،
فريده ميتلو، ذڪيه ميرون، خيرالنسا جعفري وغيره وغيره.

سنڌي اديبن جي شروعاتي مالي طور سقيم حالت اهڙا جراثيمدار هجي جيئن هو دنيا جو واڌ سڌارو لهي پنهنجن ساروڻين سان هند جي سنڌي سماج جو سونهون بڻجي فيضياب ٿين.

مضمون ۽ تنقيد جي کيتر ۾ به چڱو ڪم ٿيو آهي. ڪرتي ساٿ ھنٽنگ سياسي آلِ پٽل هنٽ ڪارڻ، وشو واجبتي مختلف ملڪن جي نظامن نسبت چند - ڄاڻ ۽ سنڌ جي آسودگي - بهتري - بهبودگي خاطر اُن نقطي نگاهه کان، پنهنجي نظام مان تقاضا، جمهوريت ۽ مسلسل هلچل وغيره ڪي اهڙا موضوع آهن جلتي اُتانجي عالمن - اديبن - دانشورن محققن پنهنجي قلم کي قوت پئي ڏني آهي. ان وشيہ تي هن نئي مقالي ۾ اڳ، وارن مضمون ۾ چڱي ڄاڻ اچي ويئي آهي، هتي مان نوجوان پيڙهيءَ جي نمائيندي مضمون نويس - نقاد صحافي ۽ سرگرم زوردار قلم جي مالڪ فقير محمد لاشاريءَ جو حوالو ڏيڻ تمام ضروري سمجهان ٿو، جو ١٩٧٧ کانپوءِ واري دؤر ۾ سنڌ جي پهرين صف واريندڙ باشعور قلمڪارن اندر اهم استان والاري بيٺو آهي. سنڌ ۾ پرندڙ سياسي، سماجي ۽ ادبي حالتن جي مدنظر بين الاقوامي (انٽرنيشنل) حوالي سان دهلي، عملي تربيت سندا حاڪرتي پيدا ڪندڙ لک - مضمون - تنقيد - ڪالم، سنڌي معاشري جي هوبهو تصوير پيش ڪندي، اُن ۾ سڌاري - واڌاري ۽ وڪاس واسطي ڪا نه ڪا سوچ، نرماڻ ڪندا رهندا آهن.

سنڌ جيڪب آباد مان شايع ٿيندڙ هفتيوار ”سنڌ سجاڳ“ جو ته هو صاحب آلروي ايڊيٽر آهي ئي، پر ان کانسواءِ سنڌ جي هر سياسي - سماجي ۽ ادبي اشاعتن اندر به قلمي نسخن ۽ ادبي ميڙن جي مجلسن جو مور پڇڻي پوندو آهي. چوڻ جو مطلب ته پترڪارتا سان گڏ ادبي تنقيد ۾ به ساڳي قابليت سان پنهنجي واقفيت جي مقبوليت حاصل ڪئي اٿائين، سندس هڪ ڪتاب ”ڌرتيءَ جي دانهن“ ۾ شايع ٿيل مضمونن جي موضوعن مان سنڌ جي قلمي لاڙي جي سرسري ڄاڻ ملي وڃيٿي — سامراج - سياست ۽ مذهب، ڪامورا نوڪر يا مالڪ، رشوت جو گهاٽو، صحافت ملصب ۽ حالت، هو ند اٿووند جو ٽڪر، تهذيبي ڏيوالپڻو، پورهيت همت سڪار، سياسي پارٽيون ۽ عوام، اديب ۽ عوام، سنڌي عورت جو سفر، سچل سان ويساهه گهاتي، وغيره — مهڙيءَ جي سمپادڪ طارق اشرف جي قلمي نسخن جي سوچ نه ڪهت ڪوٺي(١) جا ڳالهه مونکي اُتانجي ادبي ماحول ۾ نظر آئي سا آهي ته ليکڪن جي همت افزائي - حوصلي افزائيءَ کي ڏيان ۾ رکي - هڪ قسم جي نرم - دخ واري سڪاراتمڪ (Constructive) تنقيد ڪئي وڃيٿي، هر قلمڪار کي، سندس پورهئي

(١) جنهن ۾ ٢٢ مهينا اڳ پاڳسام اڳ ملاقات، جيل گهاريم جن سان، دون هنا ڏينهن دود جون راتيون وغيره وغيره.

ٻيو يڪانو مستاڪشر آهي امر جليل نوجوان ٽيم جو نمائينده فنڪار آهي. ڏيڍ سو کن ڪهاڻيون ۽ پنجاهه کان مٿي ڊراما، ٽي. وي ۽ ريڊيو تي پيش ٿي چڪا اٿس. سندس قلم مان لکيل انيڪ ڪالم عوام جون شاباسيون حاصل ڪري چڪا آهن. مختصر ڪهاڻين جو ته ڪاڻو ئي ڪو نه هجي جنهن ۾ زندگيءَ جي ڪروڙين گهڙين مان ڪنهن هڪ جو اظهار هڪ ملي ڪهاڻيءَ ۾ ڪو ائين. جهڙوڪ غم، خوشي، ڏک سک، نفرت محبت، انتقام ـ رحم وغيره. جليل جي ڪهاڻين جا موضوع بامقصد ۽ طنزيه هوندا آهن. عشق ۽ انٽرويو ۾ چوي ٿو ـ "انگريز مائي باپ، منهنجي پيءُ کي نوڪريءَ ۾ الميءَ ڪري اسم رکيو جو منهنجو پيءُ انگريزي نه ڄاڻندو هو ۽ مونکي تو هان انڪري نوڪري ۾ نه ٿا ڪڍو جو مونکي اڙدو نٿي اچي. ڇا ائين ته ناهي ته انگريز سومٽ لاهي شيرواني پائي مونٽي آيا آهن."

"سنڌي صاحب ٻڌو چٽ الله اڙيو" اهڙو اظهار 'راهون جدا جدا' ۾ هن اموني ظاهر ڪيو آهي ـ "ووٽ ونڻ عوام کان، چونڊجڻ کانپوءِ رعب به رکن عوام تي. ۽ سنڌي نمائيندا! توبهه، سڄي رات ڪن عيش، عورت ۽ شراب، صبح جو اجلاس ۾ جهوٽا کائين، سنڌ جي قسمت ٺي سٺل آهي. — امر جليل جا موضوع: ماضي، حال ۽ مستقبل جون زنده تصويرون آهن ۽ سنڌيت سان ٽمٽار علامت نگاري جليل جي تخليق جي تاڃي پيٽو آهن. هن جون ڪهاڻيون عوام ۾ وڏي چاهه سان پڙهيون وينديون آهن جڻ پاڪ وت هللاءِ جل باتي لڳاءِ آهي.

سنڌ ۾ سفرناما به ڏاڍا لکيا ويا آهن. سفرنامن سرتاج جو سهرو عطا ٿي ويو آهي، الطاف شيخ کي پنهنجي انوکي انداز سان وابسطه هندن جي سماجڪ، سانسڪرتڪ، آرٿڪ ۽ راڄنيتڪ معلومات سان ٽمٽار دلچسپ عبارت ۾، دلڪش عنوانن سان هڪ کان هڪ معياري انيڪ سفرناما، سنڌي ساهتيڪ خزاني کي سينگاري بيٺا آهن. جهڙوڪ، واڍيون ۽ واپارن جون بندر، بازاريون/منهنجو ساگر منهنجو ساحل/سينٽي جون ڏينهن/سي پيڙا رکين پاڄهه سين/ سانباهو سمونڊ جو/ مڪليءَ کان ملاڪا تائين/سينگاپور ويندي ويندي/ڪولالمپور ڪچهه ڪوهه / دنگي منجهه دورياه/جت جر و هي ٿو جال/ڳالهيون آهن ڳچ بهترين سفر وغيره هن کانسواءِ ٻيا ڪيترا سفرناما نگار آهن: ڊاڪٽر سليمان شيخ، غلام مصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، فقير محمد لاشاري، شيخ عزيز، سليم قريشي، ڊاڪٽر تنوير عباسي عنايت بلوچ. محترمه ماهتاب محبوب وغيره. ادبي ماهتاب جا سفرناما اندر جنين ڏ چ/ سر جي سرهي سار/ راهون چنڊ ستارا ته هت هند ۾ چڱا هاڪارا بڻي پيا آهن. ڪٿي آهن ايڏا سفرناما نگار هت هند ۾ انهو هڪ ڪارڻ اهو به ٿي سگهي ٿو ته ڀارت ۾ وسيل

سماجي زندگيءَ جي عڪس چٽڻ ۾ سنڌي ڊرامو ارتقائي ماڳ، جهاڳيندو اچ اڄاڻين منزل ڏي اسري رهيو آهي، پوءِ چاهي اسٽيج ڊرامو هجي، خواهه ريڊيو يا ٽي. وي. تي نثر ناٽڪ هجن. اسٽيج ناٽڪ - نويسن جا ڳڻڻ لائق ڪي نالا هن ريت آهن: محمد اسماعيل عرساڻي، عبدالرزاق راز، لطف الله بدوي، نواجه خاڪا ۽ ريڊيو/ ٽي. وي. جا ناٽڪ ڪار آهن: قمر شهباز، امر جليل، آغا سليم، عبدالقادر جوڻيجو، منصور نقوي، ممتاز مهر، شمشير الحيدري وغيره.

سنڌي ڪهاڻي ته ورهاڱي وقت ئي جديد لاڙا پڪڙي ڪافي اڳتي نڪري آئي هئي، وقت پٺيان تهائين اُن ۾ چڱو چوکو نکار اچي ويو، ڇو جو عوام جي زندگيءَ جي ترجماني، اديب کي جواني تي اچي ڪڙو ڪيو هو. هاري - ناري، پورهيت، عام مظلوم پاشندو اديب جي علامتنگاريءَ جو مرڪز بڻجي پيو. سنڌ جي افسانه نگارن جي وڏي فهرست آهي. مڙني ڪهاڻيءَ ۾ نجم عباسيءَ چڱو نالو موکيو آهي ۱۹۴۷ کان ۱۹۸۷ تائين شايع ٿيل سنڌي ڪهاڻين جي مجموعن جي لسٽ هن مقالي ۾ Addenda ڏني اٿم. جلجي سنکيا ۳۰۰ کن آهي. آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي سنڌي افسانه تي اداري جائزي تي شمس الدين عرساڻي جو لکيل الهو متارو پستڪ ادب جي آرسر ۴۸۵ صفحن ۾ شايع ٿيل آهي. اُن مان سنڌ جي افساني جي تخليق تي چڱي خاصي حاڃ تنقيدي نوع ۾ ڪئي ويئي آهي. سنڌي ناول جي نرماڻ ۾ سراج سنڌ ۾ چڱي مقبوليت حاصل ڪئي آهي. سندس ناول - "منهنجي دنيا هيڪل ويڪل، منهنجي دنيا مرڪهه ترشنا" سنڌي پاٺڪ ۾ ايڏو پسند پيو جو ناول جو پهريون ڇاپو ۱۳ ڏينهن ۾ خلاص ٿي ويو. سراج جا ٻيا ناليرا ناول آهن مرڻ مولسبن آءُ، پڙاڏو سوئي سڏ، تنهنجي دنيا سپ رنگ ساڻول وغيره.

سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڪيتر ۾ ان برک ڪهاڻيڪارن کي خاص ڪرڻ اهم سمجهان ٿو جو حو هيءَ منهنجي نظر ۾ سنڌين جو سرمايو آهن. هڪ آهي نسيم کرل، جنهن جي اُبتار ۾ نيج - نبار سنڌي لفظ، لهجو، لطف، اصطلاح - پهاڪا، تر تشبيهون ۽ اُوکندڙ مروج ريتون - رسمون ٽپ ٽپ تي نظر اينديون آهن. ڪهاڻيءَ جي پلاٽ پٺاندڙ ۽ ڪردارنگاري ۽ ماحول پيدا ڪرڻ کرل جي خاص خوبي آهي. مکيه موضوع اٿس: پوليس ۽ وڏيرن جا عوام تي ڏاڍ ۽ ڏمر ۽ عورت تي ٿيندڙ ظلم - ستم. اِهن وشين تي لکيل ڪهاڻيون نسيم جي امر يادگار آهن. جهڙي ليکڪ پنهنجي ادبي شعور جي اظهار خاطر سنڌيءَ جا ٺيٺ نبار لفظ چونڊي عربي - فارسي - سنسڪرت شبدن جو استعمال گهٽ ۾ شان سمجهن لسا تن حوين اڪيون ڪولٽ لاءِ کرل حڪ سونهون بڻجي پيو آهي.

جي قلم جي عام رواني، سنڌ جي ادبي سينڌ سنوارڻ لڳي. تنوير جو سنڌت لاءِ اسيم سڪ سنيهه سٽون -

هر ڪو ماڻهو موتيءَ داڻو،
هر ڪا دل هيرن جي کاڻ،
ڇاڻي ڏس ته سهي اڇاڻ!

سنڌس شاعريءَ جي سنگيت لهري جو لطف، رقص ۽ ڏنڪ ته دهرايو:

سانت سانت ۾ پانت پانت جون،
ڳالهيون ڏينديون ڳهٽيون ڳهٽيون
ننڍڙيون ننڍڙيون پياريون پياريون،
جڻ ميٺهن جون ڪٽيون ڪٽيون.

١٩٨٣ع جي عوامي تحريڪ، سنڌي ساهتيڪار کي عوام جي زندگيءَ جي وابستگيءَ جي ويجهو آڻي ڪڙو ڪيو. اديب پنهنجي ادب جي تخليق عوام ڏانهن جوابدار هئڻ جي ننگ - نباهڻ ناتي ڪئي. انيڪ عوامي شاعر ٻڻجي پيا. اديبن جي رڳن ۾ نئين خون جو داب جاري ٿي ويو. سنڌي ادب، آمريڪا، آفريڪا، فلسطين جي ادب سان ٽڪر هڻڻ لاءِ تياري ڪرڻ لڳو، پر پوءِ به مخصوص موضوع سنڌي ڌرتيءَ سان لاڳاپيل ئي رهيو ۽ ويچار جي وزن کي اهميت ڏيڻ خاطر ڇند - بند وغيره جي ڇوٽ ڏيئي قلمي پرهارن کي پرمکتا ڏني ويئي. نوجوانن کي انهن بندشن کان مڪت ڪندي ادبي تخليق لاءِ اُتساهت ڪيو ويو آزاد نظم - نظماڻو نثر عوامي ادب ٻڻجي پيو. نوجوان شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ کان متاثر ٿي، هنجي ويجهو ٿيو. اياز جي شاعريءَ بابت ڪجهه ڄاڻ اڳ ۾ هن مقالي ۾ ڏني اٿم ۽ سنڌي شاعريءَ جي مخصوص موضوع جي لاڙي تي اڳتي هلي ڪجهه واضع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. بهر حال سنڌ اندر سنڌي شاعري جي هار - سينگار ڪندڙ شاعرن جي صف ڇڳي وڌي آهي(١) هنن مان ڪيترا شاعر پنهنجون رچنائون ترنم ۾ ڳائي، ٻڌندڙن کي تاڙين جي مسلسل تال سان جهومائيندا رهيا آهن.

---

(١) شيخ اياز طالب المولي، محمد خان مجيدي، عطا محمد حامي، غلام محمد گرامي، عبدالرزاق راز، اُستاد بخاري، بشير مورياڻي، رشيد احمد لاشاري، تنوير ابڙو، اياز گل، ابراهيم منشي، نور هالائي، نياز همايوني، اياز قادري، تاجل بيوس، قمر شهباز، سرويچ سجاولي، شمشير ال حيدري، نواز علي شوق، علي محمد مجروح، عبدال قيوم صاحب، سحر ۽ امداد حسيني، هدايت بلوچ، تاج بلوچ وغيره وغيره.

ناخدا، الحقيقت ۽ تماشي- ”سنڌ ڪوارٽرلي“ ۾ سنڌي ادب اندر ساراهه جوڳو اضافو آهي. تخليقي ادب ڪانسواءِ هاڻوڪو ـــ ”سنڌي غزل جو اوسر“ (١٩٨٣) سنڌي ادبي ذخيري ۾ اتهاسڪ ورق آهي.

سنڌين جي سانسڪرتڪ ورثي جي محفوظگيءَ واسطي حيدرآباد سنڌ ۾ اسٿاپت ”سنڌالاجي“ ۾ اهم يوڳدان ڏيڻ واري **ڊاڪٽر غلام علي الانا**، ڊائريڪٽر جي عهدي تي رهي، سيلانين جيان ساري سنڌ جو جهر- جهنگ، چپو چپو ڇاڻي، جانفشاني ڪري، ادبي لوڪ ڏوڪ ۽ لاشڪ لاثاني علمي، عملي، تهذيبي ۽ تمدني ڇاڻ- پڇاڻ ڪري سنڌين جي ترب ڪشالي جو مرڪب مرڪز قائم ڪيو آهي. هڪ ماهر ڪوجنڪ هجڻ جو ناتو سنڌ سان ادبي خدمتن مان به بخوبي لياڪا پابنديون آهن سو ڊاڪٽر الانا جي قلمي نسخن ساڌو ثمر آهي: سنڌي صورتخطي (لسانيات ١٩٦٤)، سنڌي نثر جي تاريخ (تحقيق- تنقيد ١٩٦٦)، سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري (١٩٨٣)، لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي (١٩٧٩) سنڌي معلم (١٩٨٣)، چوند سنڌي افسانا وغيره ـــ هاڻي سنڌالاجيءَ جي سونهن، سينگار، ثقافتي سرگرمين ۽ انتظاميءَ جو ذمو ڏنو ويو آهي. **ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ** جهڙي سڄاڻ عالم اديب جي عملي سوچ مٿان ۽ هو صاحب ان ڪم ۾ ڪا وڏي وجهڻ وارو ناهي. قابل داد واهن- وسيلا همت ڪندو اڳتي وڌندو هلي.

## موضوع ۽ هيئت TECHNIC

سنڌ جي ادبي آڪاس تي ”ون يونٽ دور“ انتهائي خطرناڪ دور هو. سنڌ جو وجود ختم ڪري ڇڏيو هو. ٻئي طرف اديب جي آزاد اظهار تي بندش وڌي ويئي، ڪن حيلن ۾ بند ڪيو ويو. اهڙين حالتن جا پاڇا اديب تي پيا، دانشور- اديبن جي سوچ جي رخ ۾ انقلابي ڦيرو آيو، هلچل اندر ۾ آڳ پچرڻ لڳي، نئين جاڳرتيءَ جنم ورتو. اديب کي وقت ۽ حالتن مطابق نوان موضوع مليا. مثلن- ديش- ڌرتي ۽ ٻوليءَ جي مونجهه، مٿن ايندڙ ظلم- ستم، سنڌيت خطري ۾ پوڻ خاطر. انهيءَ بچاءَ واسطي واهن- وسيلن جي کوج- خبر. انڪانسواءِ ورهاڱو- آدب جو سنڌي اديب تي اثر نه پوڻ، اهو به سو جهونين صنفن کي نواڻ ۽ جدت جو جامو پهرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويئي. غزل ۾ عاشق- معشوق جي حسن و ادا ۽ گل بلبل. جهڙين علامتن بدران ڪن ادب براءِ زندگيءَ جي اصول انوسار: بک، بيروزگاريءَ اڻو- لٽو- اڌوڙ، زندگيءَ جي گهرجن کي اهميت ڏني ويئي. ٽيڪنڪ جي لحاظ کان ادبي شعاع جي پسار واسطي نظم پربود رنگ ۽ دنيوي تاثرات جو جوڙ پاڻي نئين ريت. نظم جي هر صنف تي اديب

انداز ۾ سنڌ ۽ سنڌس ٻولي ۾ نوان لفظ، نوان قافيا، نيون ترڪيبون نيون علامتون ايجاد ڪري،
اُسرندڙ پيڙهيءَ جو ڏڱ روشن ڪيو آهي. **غزل جون** اوائل کان مقبول علامتون آهن.
ساقي – ميخانو / گل / بلبل / شمع – پروانو. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جون علامتون مڃيل
آهن، چانگو / ڪانگ / اُٺ / چارڻ / جوڳي / ڪاهوڙي / سامونڊي / ٽوپا / وڻجار وغيره.
اياز جا علامتي اضافا نيٺ سنڌي آهن. مثلاً: ڄر / سر / نڙ / اُڄ / ٻلر / ٻانڊ / ڇر /
ماڪ / مور / ڪارونجهر / ڪينجهر / اروڙ / ڪوري / گجري / ٻٻيت / مڏ ماٽا/ناڳا ساڪي
هير و شيما/سپنو ر / اُماڻو/ آرائين/آهيڙي وغيره. ڪنوڀلي/چنگ/چارڻ.

چند سنڌي لفظ – اُڇاتريون/اُپاٽڪيون/ڏٺ/اُب/ڇڇل/ڇڇليون/اُڇرو / / ٻلا ٻوڙ/
ٻڪر ٻوس / آيو ڳا/ڪٽ/ڪٽوري/اُڇيو / ٻٽ / آنڊو يلا/ٻٽ/ٻڪ/ٻڙ ڪ /

اياز جي اشاعتن جا عنوان ڪهڙا نه دلفريب آهن! مجموعن علامتگاري ليڪا پائي
پاڪ ڪي ڪنهن مخصوص ملحاق ڏي ڪنڍي ڪليو ٿي وڃي – مثلاً ڪلهي پاتم ڪينرو،
جل جل مشعل جل، ڪپر ٿو ڪن ڪري، لڙيو سج لڪن ۾، وڄون وسڻ آئيون، رت
اَئي ڳاڙهن ٻيرن جي، ٽڪرا ٽڪل صليب جام ڪي جو ٻيجل ٻوليو، ٻڙ نيري آڪاس،
ٻڙ جي ڇانو اُڀي کان ڪهاڻي، چنڊ چنبيليءَ ول، راڄ گهاٽ تي چنڊ، جڳ مڙيوئي سپنو،
رڻ تي رم جهم، اڪن نيرا ڦليا، جهڙ نيڻان نه لهي، هيءَ ڪيت اُڇايل مورن جا وغيره
وغيره. گيت ۽ مور علامتون ڪنهن مقصد ڏانهن ۽ ان ملحاق کي پُراثر ڪرڻ لاءِ اُڇايل
صفتي علامت جو اُپيوگ ڪهڙو نه وزنائتو ٿيڻو پيو آهي — شاهه لطيف ٻوليو رستي
خير پور جي سچل چيئر جو سيڪريٽري، **ڊاڪٽر تنوير عباسي** موجوده دور جي سنڌ جي
ادبي آڪاس اندر شيخ اياز کان پوءِ واري صف ۾ اهميت جوڳو استان والاري ويٺو
آهي. "شاهه لطيف جي شاعري" ٽن جلدن ۾ پڌري ڪئي اٿائين. شاعريءَ ذاتنسواءِ تنوير
جي تنقيدي ڪس ڪي ۾ گسائي ٿو سگهجي. سنڌ جي ادب تي مسلسل جائزو ولندو اچي
ٿو. ديس ورهاڱي بعد سنڌ ادب جي تخليق جي خاموش فضا کي ٽوڙڻ واري تنوير
جي تلوار هئي.

آهي اِهيءَ ۾ مان، جي سنڌ تان سر فدا ڪريان
اُن کان مٿي جي مرتبو مون کي کپي ته ڇا ڪريان؟

——— ادبي دانشور **اياز قادريءَ**

جواب حاضر آهي — قلم ڪٺان!
سنڌي ادب جي تخليق، ترقي ۽ وڪاس واڌاري خاطر وسان نه گهٽايو آهي. شاعريءَ
ڪالسواءِ ڪهاڻيڪار، الواڪ نقاد ۽ پترڪار آهي. سندس نگهبالي- هڻندڙ نوجوان،

ڀيچڙ لاءِ گجرات جي سؤراشٽر ـ ڪاٺياواڙ تائين سفر ڪرڻو پيو. هن جي ساهتڪ سيوائن جو ثمر تہ سنڌيالوجي ـ جامع سنڌي لغات پنجن جلدن ۾ ( ١٩٦٠ ). سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ (١٩٦٢)، سنڌي سينگار شاعري (١٩٨٦) جهڙن تہ ساري سنڌ جي ڪلڊ ڪڙي لانگهي اُلائين، سنڌي لوڪ ادب تي سچا سارا چاليهہ ڪتاب ڪڍيا ائائين، ان ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪيترا اهميت ڀريا پستڪ پڌرا ٿيل آهن. ـ **مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ** بٽواري بعد سنڌي ادب جي اون خاطر اتهاس جو انمول باب پڙهجي پيو آهي. انيڪ اديبن جي حوصلي بلنديءَ ڪانسواءِ سنڌي تخليقي ادبي خدمتون ـ چڱيون خاصيون آهن (٢) —— **ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو** جو سرڪاري ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي جو پرنسيپال هو، اُنجو اڌ پڙ ڪان علم ۽ ادب سان عشق هو. سنڌي لوڪ ادب ۽ لغت تہ اٿيو ڪم ڪيو آئائين. سندس ٻهرين تخليق ” ويلنجهار تي “ سنڌي صلاحڪار بورڊ ڪراچيءَ پاران ٻهرئين نمبر پرسڪار جو اعجاز حاصل ڪيو هوس. لوڪ ادب تي ٻيو ناليرو ڪتاب اٿس — ” سنڌ جو سينگار “. تحقيق جي لحاظ کان ڊاڪٽر سنديلي جا ڪتاب سنڌي ادبي ذخيري ۾ بيشقيمتي سرمايو آهن. لغات وشيہ تي ڪي ڪتاب اٿس — تحقيق لغات سنڌي (١٩٥٥)، سامي ڏالو ڪوش (١٩٧٨)، سچل لغات (١٩٨٣) ان سواءِ ٻيا اهميت وارا اٿس —— ڀٽاڪن جي ٻاڙ (١٩٦٦)؛ ڏهس نامو (١٩٦٩)، ڪليات حسن ديدڙ (١٩٧١)، ساميءَ سنڌيون سٽون (١٩٧٥)، ڪليات شاهہ محمد ديدڙ (١٩٧٧)، لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو (١٩٨٦) ۽ اصطلاحن جي اصلت (١٩٨٧). ” تحقيق لغات سنڌي “ ۾ هر لفظ جو بڻ ـ بنياد ڏنو ائائون. هن گرنٿ جو پهريون ڇاپو ظاهر ٿيو آهي جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو آهي. —— سنڌي ادب جي موجوده دؤر جي مهاڪوي **مبارڪ علي شيخ** ” اياز “ کان اڄ هر سنڌي واقف آهي. سنڌ ڌرتيءَ جي نوجوان ٽهيءَ تہ هنڪي جيءَ اندر جاءِ ڏيئي ڇڏي آهي. اياز شاعريءَ جي مڙني صنفن: گيت، لوڪ گيت، غزل، نظم، آزاد نظم، وائي، ڪافي، ڏوهڙي، نہ سٽي وغيرہ تي قابليت ڀريو قلم هلائي، عوامي ڪي روالي ڏني آهي.

---

(١) ڪليات حمل (١٩٥٢)، حيدرآباد (١٩٥٨)، لاڪو ڦلاڻي (١٩٥٨)، سنڌي اُردو لغت (١٩٥٩)، ميين شاهہ عنايت جو ڪلام (١٩٦٣) ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري (١٩٦٨)، سب رنگ (١٩٦٨)، شاهہ لطيف الله قادريءَ جو ڪلام (١٩٦٨)، ٻولا مارو (١٩٦٩)، مصباح المفتاح (١٩٧٠)، شاهہ شريف باڏائيءَ جو ڪلام (١٩٧٢).

(٢) جبر ۽ جڙيون (شاعري) (١٩٧١)، ڪچڪول (شاعري) رباعيات طالب، مثنوي عقل ۽ عشق، خود شناسي، مصريءَ جون تڙون.

ڪيترا ناميارا پستڪ ڪڍيائين. (١) **سيد حسام الدين شاهه راشديءَ** ته ورهاڱي بعد وار و سموري سمو سنڌي ادب جي حوالي ڪري ڇڏيو. هنجا مضمون، مقالا، مقدما ۽ ڪالم سنڌ جي تاريخ، سڀيتا، سنسڪرتيءَ جو شاندار آئينو آهن ۽ سنڌي ساهتيه جو سرمايو بڻجي پيا آهن. مکيه نسخا اٿس — مهراڻ جون موجون (١٩٥٦)، سنڌي زبان جي بنيادي لغت (١٩٧٣) سنڌي زبان جي بنيادي ڪاروباري لغت (١٩٧٣). **غلام محمد شهواڻي** جي ادبي خدمتن جو خزانو آهن — ادبي اصول ۽ پاڳا (١٩٤٨) ۽ شاهه جو رسالو (١٩٥٠). ڇپيو وڃي ٿو ته رسالي کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجون ساريون مشغوليون برطرف ڪندي ساند هه ان ڪم ۾ جنبيو رهيو ۽ ايتري قدر جو بيماريءَ جي بستري تي موت جي ڏپ ڪيس تڪڙي رفتار اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري وڌو ڇو جو پنهنجي جيئري ڇپيل رسالو اکين سان ڏسڻ جي آرزو هئس. رسالو ته برابر ڇپيو مگر هن مانجهي مڙس جي صحت ايڏي سخت ناساز ٿي پيئي جو ڊاڪٽرن جا مڙيئي حيلا وسيلا پورا پئجي ويا ۽ لاهور کڻائي وڃڻ بعد به لاڏاڻي اوڪ ڏي ڪوچ ڪري ويو. سنڌي اخبار نويسيءَ ۾ نامور نالو **مولانا غلام محمد گراميءَ** جو جڙي پيو جنهن پنهنجي پترڪارتا جي شروعات **هلال پاڪستان** اخبار سان ڪئي ۽ تمام تڪڙيون وکون ته ڇام پر پرانگهون پري ناليري سمپادڪ جو شرف حاصل ڪري ورتائين انيڪ اشاعتن جو ۽ جهڙوڪ: رسالو آفتاب ڪراچي، عرفان لطيف حيدرآباد، پاسبان هالا الزمان هالا، ترجمان مير پور خاص. سنه 1955 کان مرادي دم تائين، سنڌي ادبي بورڊ جي 'سماهي مهراڻ' جو مئنيجنگ ايڊيٽر ٿي رهيو. هن عالم فاضل صحافيءَ، ادب جي انيڪ صنفن تي قابليت پريو قلم هلائي، سنڌي ادبي ذخيري ۾ معياري اضافو ڪيو. تحرير ڪانسواءِ تقرير ۾ به جادوءَ جهڙو اثر هوس. حشام حاضرين جي پيرن ۾ ڪليون ڪپائي وجهندو هو. 'ٻلاين جا ٻول' شاهڪار گرنٿ جي تخليقار **ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ** جو نالو ڪٿون سهين، هند جو سنڌي دانشور اديب ساٿس ٻن ميچڻ ۾ ڪي قدر ڪيائيندو ضرور. هتي ڪٿي آهي اهڙي سمرپت پاو نال سنڌي ادب ۽ ٻولي لاءِ؟ اپياسي ادب جي تخليق ايڏي اڻانگي آهي جو اُنلاءِ جهر - جهنگ جهاڳڻ ۽ ٽڪر ٽاڪڻا ٿا پون. ڪو جڏا ڪيتر ۾ واقعن اُنجي پسمنظر جو جائزو ونٺ واسطي شعوري - باريڪبين نگاهه کان ڪم وٺي سلسلو ڳنڍيندو پوي ٿو. راڪو ڦلاٽي جو سنڌي ادب اندر نالو پڙهي بلوچ صاحب کي وابسطه استالن جي سر زمين تي روبرو

(١) خيال خاطر معجون (١٩٥١)، سنڌي سڀاڃهڙا ثقافت (١٩٥٣)، وتايو فقير شخصيات (١٩٥٥)، سنڌي ڊراما ۽ ناول تخليق - تنقيد (١٩٥٥)، نياريون ۽ ٿون (١٩٨٠) جنهن ۾ سنڌ جي شين جو تمام سرل - سپڪ سهڻي نموني کو جداتمڪ ذڪر ڪيل آهي.

۽ اديبن ڪيا هئا. مشهور چوباري آهي. ڪوڙومل چندن مل کلناڻي، پرمانند ميوارام،
چيتمل پرسرام، لالچند امر ڏنومل وغيره. سو ادب جي اهميت کي ڏيان ۾ رکندي،
بدليل حالتن ۾ مسلم دانشورن ۽ ادبي شيچڻتڪن جي چنتا سچاوبڪ هئي. ادبي ميڙن
جي غير موجودگي سنڌ جي ساهتڪ ماحول ۾ مانائي پيدا ڪري وڌي ۽ اُن آڻاٽ جو
احساس، اُتان جي عملي دانشورن ۽ سجاڳ ساهتڪارن جي هردي ۾ چيت جيان چڀي،
سيمرانيون اُڀاري رهيو هو سو ان خال جي پورت واسطي واهن / وسيلن جي تلاش خاطر
تعليمي ۽ ادبي ڪانفرنسون ڪيون ويون. سنڌ جي ڪلب - ڪرچ ۾ - سنڌي سکو ۽
سنڌي پڙهو، سنڌي ڳالهايو ۽ معياري سنڌي ادب جي تخليق ڪريو. اهڙا فلڪ شگاف
نعرا سنڌي معاشري ۾ گونجي اُليا. اخبارن ۾ ان اوڻائيءَ جي نشان ڏهي ڪئي ويئي،
خاص ايڊيٽوريل لکيا ويا. ڪيترين ادبي اشاعتون سنڌي پائڪن ۾ سجاڳي آڻڻ جو
ڪم ڪرڻ لڳيون. (۱) انيڪ ادبي ادارا وجود ۾ اچي ويا. (۲) سنڌيت جو شيدائي
جاڳرڪ اديب ڪليو ڪلهي ۾ ملائي ادبي اون خاطر ڪمر ڪشي بيٺو. سنڌي ادب
۽ تعليم جي محاذ تي پڌ - استر تي سرگرم ڪوشش سنڌي تخليقي قلم کي رواني ڏني
۽ تمام ٿوري عرصي اندر سنڌي لوڪ ادب، لغات ۽ لسانيات ( ٻولي ) جي ترقي وارا
انيڪ عالمانا ۽ اپياسي ڪرنت ساريءَ سنڌ ۾ روشن ٿي ويا. عالم فاضل اديب جو سنڌي
ساهتھ سان سمرپت ڀاونا پريو ڳانڍاپو جڙي ويو. **ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي**
چوند سنڌي نثر ۽ نظم جا ٽي ڀاڱا (۱۹۵۰ ۾) شايع ڪيا. سنڌي ناٽڪن جي هدايتڪاريءَ
۾ **احمد غلام علي چاڳلا** پهنجي اڻٿڪ پورهئي سان سنڌي ناٽڪ کي عوام اڳيان
اوڪيرڻ بڻايو. سنڌي ناٽڪ نويسيءَ ۾ **محمد اسمائيل عرساڻي فدا** چڪا وڌ
وسيلا. سندس ڪي ناٽڪن جا عنوان آهن : ڊزن - ڊائلاگ (۱۹۵۲)، سورت راءِ ڏياچ
(۱۹۵۵)، حسن پروين (۱۹۵٦)، دلڪشا (۱۹٦۰)، ننڍا ناٽڪ (۱۹۸۱). ان ڪانسواءِ بيا به

---

(۱) سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي / بزم نظامي ڪراچي / بزم ادب شڪارپور / آفتاب
ادب دادو / انجمن علم و ادب هالا / گلشن ادب ٽنڊو محمد خان / بزم طالب المولا خيرپور
نالن شاعر / سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻو.

(۲) نيو فيلڊس / سنگم / سهڻي / ناري / روشني پبلڪيشن، زيب ادبي مرڪز / سهڪاري
سنگت / سنڌ / يادگار پبلشرس ڪانسواءِ انيڪ سرڪاري ادبي ادارا / — مثلن : سنڌ ادبي
بورڊ / سنڌالاجي / پاڪستان اسٽڊيز سينٽر / پتشاهه ثقافتي مرڪز / شاهه لطيف چيئر /
سهڻل چيئر وغيره.

کيترا ناميارا پستڪ ڏنا آهن. (1) سيد حسام الدين شاهه راشديءَ ته ورهاڱي
بعد وارو سمورو سمو سنڌي ادب جي حوالي ڪري ڇڏيو. هنجا مضمون، مقالا، مقدما ۽
ڪالم سنڌ جي تاريخ، سڀيتا، سنسڪرتيءَ جو شاندار آئينو آهن ۽ سنڌي ساهتيه جو
سرمايو بڻجي پيا آهن. مکيه نسخا آهن — مهراڻ جون موجون (1956)، سنڌي زبان
جي بنيادي لغت (1973) سنڌي زبان جي بنيادي ڪاروباري لغت (1973). غلام
محمد شهواڻي جي ادبي خدمتن جو خزانو آهن — ادبي اصول ٻه ڀاڱا (1948) ۽ شاهه
جو رسالو (1950). ڇهو وڃي ٿو ته رسالي کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجون ساريون
مشغوليون ٻرطرف ڪندي سانده ان ڪم ۾ جنبيو رهيو ۽ ايتري قدر جو بيماريءَ
جي بستري تي موت جي ڏپ ڪيس تڪڙي رفتار اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري
وڌو ڇو جو پنهنجي جيئري ڇپيل رسالو اکين سان ڏسڻ جي آرزو هئس. رسالو ته برابر
ڇپيو مگر هن مانجهي مڙس جي صحت ايڏي سخت ناساز ٿي پيئي جو ڊاڪٽرن جا
مڙيئي حيلا وسيلا پورا پئجي ويا ۽ لاهور ڪٺائي وڃڻ بعد ٻه لاخاني لوڪ ڏي ڪوچ
ڪري ويو. سنڌي اخبار نويسيءَ ۾ نامور نالو مولانا غلام محمد گراميءَ
جو جڙي پيو جنهن پنهنجي پترڪارتا جي شروعات هلال پاڪستان
اخبار سان ڪئي ۽ تمام تڪڙيون وکون ته ڇام پر برانگهون ڀري ناليري
سمپادڪ جو شرف حاصل ڪري ورتائين انهڪ اشاعتن جو ۽ جهڙوڪ: رسالو آفتاب ڪراچي،
عرفان لطيف حيدرآباد، پاسبان هلال الزمان هلال ترجمان مير پر رخاص. سنه 1955 کان مرادي
دم تائين، سنڌي ادبي بورڊ جي 'سماهي مهراڻ' جو مئنيجنگ ايڊيٽر ٿي رهيو. هن
عالم فاضل صحافيءَ، ادب جي انيڪ صنفن تي قابليت ڀريو قلم هلائي، سنڌي ادبي
ذخيري ۾ معياري اضافو ڪيو. تحرير ڪانسواءِ تقرير ۾ ٻه جادوءَ جهڙو اثر هوس. حشام
حاضرين جي پيرن ۾ ڪليون ڪپائي وجهندو هو. 'پيلاين جا ٻول' شاهڪار گرنٿ جي
تخليقار ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو ڪٿون سهڻن، هند جو سنڌي دانشور
اديب ساٿس پر مينچڻ ۾ ڪي قدر ڪيپائيندو ضرور. هتي ڪٿي آهي اهڙي سمرپت
ياوناں سنڌي ادب ۽ ٻولي لاءِ؟ ايباسي ادب جي تخليق ايڏي اٽالگي آهي جو اُنلاءِ
جهر - جهنگ جهاڳڻ ۽ ڏکر ٽاڪڻا ٿا پون. کو جدا کيتر ۾ واقعن، اُنجي پسمنظر جو جائزو
ونڻ واسطي شعوري - باريڪبين نگاهه. ڪان ڪم و نـي سلسلو ڳنڍيو پوي ٿو. راکو قلاٽي
جو سنڌي ادب اندر نالو پڙهي بلوچ صاحب کي وابسطه استالن جي سر زمين تي روبرو

(1) خيال خاطر مضمون (1951)، سنڌي سپاهيڙا ثقافت (1953)، ۽ تايو فقير شخصيات (1955)،
سنڌي ڊراما ۽ ناول تخليق - تنقيد (1955)، نياريون ۽ ٿون (1980) جنهن ۾ سنڌ جي
شين جو تمام سرل - سپڪ سهڻي نموني کو جداتمڪ ذکر ڪيل آهي.

جي گيٽ ڏانهن وڌيو. دلال بلڊنگ ۾ گهڙيو. هو ۽ هن جي پٺيان پٺيان داخل ٿيو. سيڪنڊ فلور تي پهچي، هڪ اونداهي ڪاريڊار مان لنگهي دلال هڪ ڄاريءَ واري دروازي وٽ روڪجي ويو. دروازي کي زنجير سان تالو لڳل هو. دلال زنجير کي اوڏيو. زنجير جي آواز تي فلئٽ جو دروازو کليو. ۽ پوءِ ڄاريءَ وارو دروازو به کليو. اندر وڃي دلال هن کي صوفا تي ويهڻ لاءِ چيو. مدت ۾ ١٠-١٥ ڇوڪريون ۽ عورتون اندرئين ڪمري مان اچي هن جي آس پاس بيهي رهيون. هن سڀني تي سرسري نظر گهمائي، پر هڪ به نه وڻيس. هو مايوس ٿيو. پهرئين آزمودي جي خواهش به هئس ۽ ڪا عورت پسند به نه پئي آيس. آخر هن هڪ ڇوڪريءَ ڏانهن اشارو ڪري چيو – هيءَ.

باقي ٻيون عورتون ۽ ڇوڪريون فلئٽ جي اندرئين حصي ۾ هلي ويون. ڇوڪري هن کي هڪ ننڍي ڪمري ۾ وٺي وئي. اڃا هو اندر گهڙيو مس ته فلئٽ جو هڪ آدمي ۽ دلال به اندر گهڙيا ۽ هن کان پئسا گهرايائون. هن ٻه سؤ روپيا ان آدميءَ کي ڏنا ۽ ويهه روپيا دلال کي ڏنا. ڇوڪريءَ دروازو بند ڪيو ۽ ڇت جو پکو چالو ڪري پلنگ تي ليٽي پيئي. پکو تيز تيز پئي هليو ڇوڪري هن کي جلد از جلد ”خلاص“ ڪرڻ لاءِ اڪسائي رهي هئي. هو ترت ”خلاص“ ٿي ويو. ٻرندڙ آڳ اجهامي وئي، ليڪن ترشنا جا تالبا پوءِ به دهڪي رهيا هئا. هن کي لڳو، ڪجهه به ڪونه ٿيو.

ڇوڪري ڦرتيءَ سان پلنگ تان لهي ڪپڙا پائڻ لڳي. هن به ڪپڙا پاتا. دهڪندڙ تالبن ڀڙڪو کاڌو ته هن ڇوڪريءَ کي ڪسي ڀاڪر پاتو ۽ هن جي ڳل تي ڪڙاون ڪڙيون چميون ڏنائين. ڇوڪريءَ جهٽڪي سان هن کان پاڻ ڇڏايو ۽ ڇوڪري تي حقارت جو ڀاءُ اڀري آيس ......

اسڪوٽر هلائيندي ٻاهر سولنڪيءَ ڏانهن، هن جي اکيان جهولندڙ هن جي اهو نفرت – ڀاو جهڙو ان ڇوڪريءَ جي وارشنا – ڀاو جي ڇهري ۾ بدلجي ويو.

ها ها ....... هه هه ....... هه هه ....... هه ٻنهي جي ڳالهه ٻڌڻ جو لطف اهو ڪوئي ماڻي سگهيو. ۽ سارنگيون جهنڪارون ڏيون پيون!

چارولتا ٻڌائي ته هو به الاهي ڪتاب، اخبارون، مخزنون، اڇا ۽ رنگين پڙدا پٿرون ۽ چار پيئون پڪيڙي رکيون هيون. چارولتا ليمپ آن ڪئي ته انهن چيزن جي هڪ وجود پاڻهي پاڻ پڌرو ڪري ورتو. ميران کي اڄ پهرين روشني ۾ اهي چيزون اهڙي حد پياريون لڳيون ڪين لڳو هڪ جولانست ته هو ڪنهن وڏي اديب جو گهر هو.

ميران اتان ئي کليل ٻالڪنيءَ مان دور تائين ڦهليل ميرانجهڙي آڪاش هيٺان اڪثر بلڊنگون ۽ گهر ڏسيا جن مان اڇيون - ڳاڙهيون - سائيون ۽ پيليون روشنيون ٻاهر جا ڪيترا فضا کي هڪ انوکي دلفريبي بخشي رهيون هيون. بمبئي جي هيءَ عاليشان شام ڪجهه ڦوٽن ۾ ڏٺل خوابن جهان ٿي پاسي. ميران سڀ جو سڀ اکين ۾ سمائي سچائي کي سوڪار ڪيو.

”ميران ڏس ڪافيءَ جو وڏو ترماس. ٻيا ٻوچا ماني مٺڪرو آون ۾ رکيل طعام ۽ واڻو پاٽ سڀ هتي آڻي رکيا اٿم.“

”اون ڪرات آهين چارو .. ٻر هوءَ جو مس ميري لو وت ڪم ڪندي هئي— ڪم ڇڏي وئي ڇا ؟“

”تنهنجو اندازو غلط نه آهي. تو ڪجهه انهن ئي هو .... اڄي ها ياد اچي ويو .... هاڻ شادي ڪئي اٿائين.“

”ٻنهن ڏينهن رامدات ڪالفرس ٻوري ٽيڪ ڪان پوءِ حاطي ۾ گڏجي وئو هو. تو باري ۾ انهن ٻئي ڳالهيون ڪيائين جن مان هر ڳالهه کان اڳيئي واقف هجان. آخر ۾ وڌندي ٻڌايائين ته سندس پورٽفوليو بدلايو ويو آهي. هاڻ اوهان ڊولپمينٽ منسٽري ملي آهي. سوچيو هوندائين ڪنڪس ۽ ڪالڪر چوليشن چوڻ کان پوءِ مان ڪا پارٽيءَ جي تقاضا ڪندي ماس. ٻر اهڙو ڪجهه نه ٻڌي، پاڻ ڪافي مشغول آهي ڏيکاري ڏيندي هليو ويو.

منسٽر رامدات جو نالو ٻڌي، چاروءَ جي چهري تي الاهي رنگ اچڻ چڙهڻ لڳا. جنهن جو اوت ميران نظر انداز نه ڪري سگهي. چاروءَ هڪ لنبو شڪوو پرتو. ٻنهن هٿن جي ترن سان چهرو ملڻو. اکيون مهٽيائين. پوءِ تان اٿي وڃي ٻالڪنيءَ

چئو ھلائين، ”يس آء لائيڪ اوئر اوبليس. دئر آر نيسلائيس پيپل، دي هئو ٻرٿڊي پئڪس.“

چارولٽا مهران جي چوڻ تي مسٽر رالسن کي سندس گهر چانهہ تي وٺي ويئي. مهران سان ڪافي ھراهري وئو. ڪئمرا لهار ڪري ڪيترا ئي سنئپس ورتائين. چيائين، ”مس مهران ڊونٽ مائينڊ ميڪنگ دئٽ ”چشما“ دئٽ ايڪپشن ان اسوئر فيس از اپالنگ ڪائمر آف اوئر فيس.

کيس معوش ڪرڻ لاءِ مهران اکين تان عينڪ هٽائي. ان کان پوءِ آئل واڪري مسڪراهٽ مهران اڄ تہ وسارڻ کان قاصر آهي.

مسٽر رالسن چيو، ”اوه آء ڪانٽ اپلو...... او لووڪ ونڊس...... او لووڪ ڪائو پترا...... آء شل رائيٽ اي پوئم ان ونڊس.“

چارولٽا کانئس پڇيو هو تہ، هو شاعر پڻ آهي ڇا؟ جواب ۾ رالسن محض مشڪي سگهيو هو. سندس پيش اچڻ جو انداز بيحد اسرارو ۽ سمجهڻدي هو، جنهن ۾ سيڪس جهڙي اوءِ ڪول هئي. مهران ڀاري ان ڏارٽا ۾ هئي تہ چارولٽا جي ڪافي قريب پهتل هوندو. پر هاڻي کيس ائين ائين محسوس ڪول ٿيو.

رالسن چانهہ جي دوران ڪيترين ئي ڳالهين سو رهندو رهيو. چيائين تہ، اسين اچان لاءِ شدت ۽ شوق سان هئٽ جو اپيوگ ڪرڻ ٻيا پر پارليءَ پگڙي ۽ ٽوپي جي استعمال کان پاڻ کي اڻواقف ڪندو پيو وڃي! ڀارت جهڙي گرم ملڪ ۾ ڪپڙي جي پگڙي ۽ ٽوپي لاڀدائڪ آهي.

فون جي گهنٽي وڳي، سڀئي جون اکيون کهڻي ويون. مهران، ”ايڪسڪيوز مي“ چئي اٿي.

”هيلو مهران اسپيڪنگ...... اس...... اس.... اوڪي.... آء ايم ويٽنگ...... رائيٽ.“

”ڪير آهي“ چارولٽا پڇيو.

مهران کين ٻڌايو تہ پوليس اسٽيشن تان فون هو. لاوارث نيوز ۾ رپورٽ ڏئڻ لاءِ هڪ ايم. ايل. اي کي مهنجي ضرورت پيئي آهي. نيوز ائٽم سان سندس ڪيس کي هٿي ملڻي آهي. مهران تہ ڪالهہ ڳالهائي چڪو آهي.

ڏسي ويو. ڪمراڻي اوڀاس خاطر ٻاس ڏيکاري اندر وڃڻ لڳا.

ميران جي اٿڻ سندس ساڄي چارولتا لي ٻئي ويئي. اُن کي چوڌاري ڏاهپ وڻڻ لڳي. ڪمرن سان ڇهڻي وئي. "چارو چارو" سان ٽيس سلڻ لڳي. چارولتا نه اڏي سگهي. اوڀاس گئلري طرف وڌي ويئي سندس ٻنهان واسطن هڪ شخص آواز لي ها الهن تي ڪٽي ٻنهان اهاوو. ميران سندس اکيان واري لبندي چاروڪي روڪڻ جو اشارو ڪيو، ۽ ان کان اڳ چارولتا جو جسم عدم موجود ٿي ويو، اُن شخص هوا ۾ هٿ مٽي ڪري ٻنهجي اموسي جو اظهار ڪيو. ميران کين ان سوچي اوڀاس گئلري ۾ ڏسي وئي.

چارولتا ان لورز اهيرن ۾ راسڪولوانز ٿي وئي هئي. هو طرح جيون خوڙن شايع ڪرائيندي رهندي آهي. ساٿس ماڻ لاءِ ميران ڪيترا ٻيرا سوچيو هو. کيس نون نه ڪيون هئائون، ۽ اڄ لاءِ کيس ماڻي ڪوار سگهي هئي. چارولتا جو لالو اخبار ۾ ڏڻي هوءَ اهڙد خوش ٿيندي هئي. چاهيو هئائون خبرن هينان يا مٿان سندس ٽولٽ لئي ۽ اچان الين لي ڪوار سگهيو هو. اخبار جا ٻالڪار کيس اچان اڳراسي ڏياري لسه سگهيا هئا. سندن چوڻ موجب ميران اچان اسڪل جرنلسٽ آهي. ليڊي جرنلسٽ کي اڳيان وڌڻ لاءِ ڪاميروماليز جي واڌل مان ٻاڻ ڇهائي گڏوڙو آهي. اسي حالس ۾ چاهه جي ڪوپ لاءِ ٻنهجي وجود کي مخصوص ڪري خوش رهڻو آهي.

اهڙو سمجهولو چارولتا ڪري ورتو آهي. ان ڪري ته دستورن جي گهر مسان مونندو اڪثر کيس ڏسي سگهيو آهي. سندس دعوى آهي ته اُن ۾ سندس چتراڻي ۽ هڪ مٿر جي اسوري ساٿ هٿ ڪري اهڙي سڌائتا کيس لصيب ٿسي آهي. مسٽر واٽسن جو انگراز جرنلسٽ آهي. واڄهو ۾ لنڊن کان آئل آهي. کيس مهاراشٽره جي راجيتي تي راپورٽ تيار ڪري آڪسفورڊ ٻونيورسٽيءَ ۾ پيش ڪرڻي آهي. شيام ٻائي جو ورلڊ دس وڪ جو خاص خاطر آهي، ان سان خاص مترتا اٿس ۽ چارولتا اسي شيام ٻائي سان واسطگي رکي ٿي. مسٽر واٽسن هڪ ڏينهن چيف مسٽر سان انٽرويو ڪندي چارولتا کي گڏ وٺي ويو هو. اها مٿس مهر ان لاءِ ڪئي هئائين جو چارولتا جو ساٿ کيس جڳي وار هيو. چارولتا مان کيس ڪائنه جهڙي مدد ٻڻ ٻئي ملي. ڪيترن لوڪل جرنلسٽ انٽرويو ورتو هو ۽ چارولتا ڪافي مهارت ٻڌجي چڪي هئي. هڪ جرنلسٽ کي جواب ڏيندي ڏهڪايو هئائين، "اوڪي ۽ ٿراءِ امت........ وامد آه امر. سمهلي دولت اي جهاس." اسي مسٽر واٽسن ٻڻ موجود هو. کيس انگريز ڪندي

وٺي. وچولي - عمر وارو مرد هو. چشمي جي ڪاچن مٿان ڏسندي ابهاري "هيلو"
ڪيائين. جرنلسٽ به موقعي ۾ کيس وراڻي مشڪ سان جواب ڏنو ۽ چيائين، "مان
جرنلسٽ مس مترا آهيان. اڄ منترالي وارن سمشن لاءِ ڪلي رهيو آهي. مون چاهيو مدت
اس ملڻ ۾ اسرار ڪيا آهن. مان بيحد شڪر گذار آهيان. موقعي ۾ ڪجهه ٻڌڻ لاءِ
لاچار ڪيس ڪ منڊل ۾ اهڙو ڀاو آڻيو پيو. لڳندي ڪار وارو چيو، "مان انڊين مٿن
ارندر انڊي. مان اوهان کي منترالي ڇڏي سگهندس جو موڪلي به اهي ٻاسي لاءِ
السماٽي چمبرس ۾ وٺو آهي. ڪار رابط سگنل جي آگاه ڪان هلڪي جهولي سان
اهڙي وٺي. ميران وري هلڪو مسڪرائي گران سگنل جو انتظار ڪيو.

مسٽر ارندر سهوليت جي نزاڪت کي محسوس ڪندي چيو، او "جرنلسٽ
آهين. ٻڌائي سگهندين ته انڪل هڪ ٻڪيڊ کان ڪار ۾ لفٽ وٺڻ لاءِ جي اسٽين
روايت بعدي آگولو ٻاٽون ڪري امزاري ڪرڻ ڪٿان جي رسم آهي. بعدي هتي
هندستان ۾ ڪٿان آئي. اسانجي اوراجهل روايت ته ان کان ٻن آهي."

"ها.... ها ها.... ها ها ها." ٻئي هلڪا ٽهڪ ڏنا.

ميران چيو، "سوال ٻڌڻ کان اڳ مان اوش ٻاڻ کي ڪهڻ وڏي سوال جي جواب
ڏيڻ جهڙي استي ۾ ڪجهاڻي ونڊو محسوسيو. ٻيهي روايتي سوال شايد ان کان ا-
وڌيڪ اپرس ۾ وجهڻ جهڙو آهي. ڀارتيه روايت نه آهي، ان سان مان شامل راءِ
آهيان. اسانجا ٻارڙي گهڻو ٽو امريڪي يا انگلش ترڪ ئي ٻئي پڙهندي نقالي کي
ٻار ٻار ٻالش ڪرڻ جي ڊوڙ پيا پائن. چيني، جاپاني، فرانسيسي يا جرمن سولائيزيشن
مشڪل سان اسانجي سوشلسٽ پٺرن کي ڇهيو آهي."

جرنلسٽ ميران پوري وقت تي منترالي پهچي وئي. ايم. ايل. اي منسٽرس
۽ ٻيو عملو اسيمبلي هال اندر وڃي رهيو هو. حاطي ٻاهران صدر دروازي جي ڏاڪڻين
تي ڪافي فوٽوگرافرس، جرنلسٽ ۽ ٻراس جا پيا انڪاري وڏي انداز ۾ اونا هئا.
ڪافي پيڙ هئي. چيف منسٽر جي ڪار آئي سڀ هڪ لڏي جي ٻرواه جيان اوڏانهن
ڊوڪڻ لڳا. ڪيترن وڏي هٿن وارن قول مالهائون کيس پارائڻ لڳا. موقعي ۾ اٿي
همت ٻڌي اوڻ ڪار ۾ ٻهڪي آئي ان جو سواگت ڪيائين. سون ۾ ڪئميرائون فلش
ٿيون.

"منتري مهوديه زنده باد." جا نعرا به گونجڻ لڳا. ڪيترن ئي رڪارڊ
ڪاسيٽس اڳيان وڌايا. هڪ اڌ چيڙل لفظ ڳالهائي منتري مهوديه اسيمبلي بلڊنگ ۾

وٺي. وچولي - عمر وارو مرد هو. چشمي جي ڪارن مٿان ڏسندي اکيون اڀاري ”هيلو“ ڪيائين. جرنلسٽ ان موقعي تي ڪيس وڏي مشڪل سان جواب ڏنو ۽ چيائين، ”مان جرنلسٽ مس ميرا آهيان. اڄ منترالي واري سيشن لاءِ ڪافي رهيو آهي. مون چاهيو ٿي منسٽر اس مانجهه ۾ استقبال ڪيا آهن. مان بيحد شڪر گذار آهيان. موقعي ۾ ڪجهه پڇڻ لاءِ لاچار ڪيس هڪ منٽ ۾ اهڙو ڀاو آڻيو پيو. ڪنهن ڪار واري چيو، ”مان پڙهيس مٿن ارادو ڪيو ٿي. مان اوهان کي منترالي ڇڏي سگهندس جو مولڪي ۽ انهيءَ پاسي ٿيندي السماٽي ڇيمبرس ۾ وڃڻو آهي. ڪار رائيٽ سگنل جي آگاه ڪان هلڪي جهوڪي سان ٿيڻ واري. ميران وري هلڪو مسڪرائي ڪري سگنل جو انتظار ڪيو.

مسٽر ارابندر سهوليت جي نزاڪت کي محسوس ڪندي چيو، ”او جرنلسٽ آهين. پڇاڻي سگهندين ته انگل هڪ ٽڪيٽ کان ڪار ۾ لفٽ وٺڻ لاءِ جي اسين روايت ٿيندي آگولو ڊاٽون ڪري ابزاري ڪرڻ ڪتان جي رسم آهي. ٿيندي هتي هندستان ۾ ڪٿان آئي. اسانجي اوراجيئل روايت ته اُن کان ٻي آهي.“

”ه.... ه. ه.... ه. ه. ه.“ پڇڻ هلڪا ٽهڪ ڏنا.

ميران چيو، ”سوال پڇڻ کان اڳ، مان اوش پاڻ کي ڪنهن وڏي سوال جي جواب ڏيڻ جهڙي اسٽيٽ ۾ ڪنهن جي وانگر محسوس ٿيو. ٻي روايتي سوال شايد ان کان پ— وڏاڪ ٻيرس ۾ وڃڻ جهڙو آهي. پارلي روايت نه آهي، اُن سان مان شامل راءِ آهيان. اسانجا پارٽي گهڻو اٽو امريڪي يا انگلش ٽرڪ تي ٽي پيڪيجي ڏهائيت کي ٻار ٻار پالش ڪرڻ جي ٻوڙ پيا پائن. چيني، جاپاني، فرانسيسي يا جرمن سولائيزيشن مشڪل سان اسانجي سوشلسٽ پٽڙن کي ڇهيو آهي.“

جرنلسٽ ميران پوري وقت تي منترالي پهچي وئي. ايم. ايل. اي منسٽرس ۽ ٻيو عملو اسيمبلي هال اندر وڃي رهيو هو. حاطي ٻاهران صدر دروازي جي ڏاڪڻين تي ڪافي فوٽوگرافرس، جرنلسٽ ۽ پريس جا پيا انڌڪاري وڏي انداز ۾ بيٺا هئا. ڪافي ڀيڙ هئي. چيف منسٽر جي ڪار آئي سڀ هڪ نديءَ جي پرواهه جيان اوڏاهن ڊوڙڻ لڳا. ڪيترن وڏي هٿن وارن قول مالهائون ڪيس پائڻ لڳا. موقعي ۾ اٺي هٿ ٻڌي اوٻن ڪار ۾ ويٺي آهي جو سواگت ڪيائين. سون ۾ ڪئميرائون فلش ٿيون.

”منتري مهوديه زنده باد.“ جا نعرا به گونجڻ لڳا. ڪيترن ئي رڪارڊ ڪاسيٽس اڳيان وڌايا. هڪ اڌ ڇپرائل لفظ ڳالهائي منتري مهوديه اسيمبلي بلڊنگ ۾

# هڪ شام

— گوپال ٺڪر

باندرا کان ڪيس مٽرالي وڃڻو هو. ڇڙواسي اسٽيشن بس لاءِ اڌ ڪلاڪ کان زياده
ايئي هئي. وچ ۾ جن اسٽيشن سان سندس ڪو واسطو نه، سو ايندا رهندا پئي؛
مسافر لهي چاڙهي ويندا رهندا. سوچيائين هڪ اسٽاپ پهرين لهي باندرا ٽاڪيز
واري اسٽاپ تي لهڻ سان ڪيس بس ملي به سگهي ها. واپس اوڏهان ورڻ ڪيس نه
پئي پڳو. ڪراٽي گهمائي ٽائيم ڏٺائين. سوچيائين، واٽر سيشن جي ڀرپاسي واقع
ماهم واري رهندي آهي. اڳئين سال وقت کان اڳ ئي پهچي ويئي هئس. ڇاهيون ۾
ڪافي ايڪتاءُ ڪيو هوسين. فوٽو گرافس، جرنلسٽ ۽ پرنس جون پوون هستيون ۽ ان
کان پوءِ اسيمبلي هال کان اڳ ٻهراڙ ڪار مسان مستوس، ابرم، الل. الز ۽ اما
واسطيدار وي. آءِ. پيز...... سندن مک جا ڀاو - اکين ۾ چمڪ - ڀراو جي چستي -
هلڻ جو الڳ الڳ انداز آسانيءَ سان وسرڻ جهڙو نه آهي. پريس جي جرنلسٽ سان
سندن فاٽش انٽرويوز ...... فلانگ سمائيل ...... ڀاو جي لڪائي. وٺندڙ ليڊي جرنلسٽ
جي شرار تي لطر گهمائي ويندا ...... واڪري مسڪراهٽ ڏيندا ...... ڪڏهن اک نه
پچندا. سندن لهارڻ مان ائين لڳندو آهي جڻ ليڊي جرنلسٽ سوال تي ڪاوڙ ڪرڻ
باو ٿي ڪواهش. ٽرلسورات آهن. پچيل سوال جي آڙ ۾ ڪڏهن ليڊي جرنلسٽ کي
چوندا ...... او يا لٽ لز رائلي انٽرسٽنگ ...... ڪم آئنڊ ميٽ مي آن لنچ سيشن آن
ماءِ ڪئبن. اها ڳالهه معمولي ڪواهش. ٻوري سرار جو رڪ پمپ آئوٽ لسي وانڊر
محسوس ڪيو آهي. منهنجي هڪ ساهڙي ٻي ڳالهه ٻڌائي هئي ...... ڪيس وڃڻو پيو
هوان کان پوءِ جو حشر ......

واچ ۾ وري وقت جاچيائين اسيمبليءَ جي ٽرسٽ سيشن شروع ٿيڻ ۾ باقي ٽي
ڪلاڪ رهيا هوا. هتي باندرا ۾ شٽرلنگ ٽئڪسي جو سسٽم ڪواهش، نه سو اهو
ڪافي سهوليت وارو آهي. سوچيائين ڪنهن ڪار واري کان لفٽ وٺجي. بس اسٽاپ
ڇڏي ٻاهر آئي. هڪ ٻن ڪار وارن کي آڱوٺي جي اشاري سان ليزاري ڪيائين. هڪ
ماروتي ڪار پاسو وٺي اچي بيٺي. هوءَ ڊوڙي فرنٽ ڊور کولي ساڻس گڏ ويهي

پئسا ڪيڏانهن ڪيو؟"

"اهي ته امان جي بيمار تي خرچ ڪيا آهن."

"پر اڄڪلهه ته امان ٺيڪ ٿي آهي."

"اسان جو ويچار آهي ته ڪيس ڪنهن هوشيار ڊاڪٽر کي ڏيکاريون."

"ان لاءِ وڌيڪ پئسن جي گهرج آهي سرڪار!"

شاهوڪار ڪجهه دير سوچ ويچار ڪيو.

"ٺيڪ آهي،" شاهوڪار چيو، "مان في الحال ٿورا پئسا توهان کي ڏيان ٿو. ٻين ۽ پئسن جو بندوبست ڪري ڏيندس. اها رقم ماءُ جي علاج واسطي ئي ڪم آڻيندا."

شاهوڪار کان مدد وٺي ٻئي ڀائر واپس موٽيا.

ماءُ جي علاج جي سلسلي ۾ رات جو سڀني ڀائرن هڪ وڏي ميٽنگ ڪئي. ٻين ڀائرن کي به هن ميٽنگ ۾ گهرايو. ماءُ کي ڪهڙن ڊاڪٽرن ڏيکارجي - ان وشيه تي سڀني پنهنجا پنهنجا ويچار پيش ڪيا. بحث وڌي ويو. سڀئي، ماءُ جي گنڀير حالت لاءِ هڪ ٻئي کي جوابدار ٺهرائڻ لڳا. هڪ ٻئي کي گاريون ڏيڻ لڳا. اهڙي سڄي رات ميٽنگ هلندي رهي.

هوڏانهن ماءُ پويان پساهه کڻي رهي هئي.

172, Maharathi Society, Sardar Nagar; AHMEDABAD - 382475.

اچي هن لاءِ اجهڙي ڳالهه ٿي وئي هئي ماڻهوءَ جو ٻيمار ڏيهون گهٽجندو رهيو. هو. ٻالڪ به ان آرام کهڻ نهندا هئا. انهيءَ جهڙي ڇوڪري هئي ته ڏنگو به ته ايندي هئي. پرشاريت ۽ محمد سان هئي، ننڍو ٻال آرام کهڻو لاهيندو هو ۽ پنهنجي ماءُ ٻئي ڏور ڏوڙو ان، طرح ڪرڻ کان ڪمپائيندا هئا.

ڪجهه ڪهڙائين ڪان پوءِ ماءُ وري ڪٽي اکيون کوليون. سندس ڪنڌ ڏرڪي واري.

هڪ پاڙيواري، ٻيءَ جي ڳالهه ڪري چيو، "مون کي لڳي ٿو ته ٻيو ڪهڙو واٽ ٿا ڪيئي سگهندي. جي ماءُ کي بچائڻو اٿو ته ڪجهه ڪريو."

ٻئي ٻالڪ به صلاح ڪئي.

"منهنجي موڙ ته امڙ کي ڪنهن هوشيار ڊاڪٽر کي ڏيکاريو." ٻهراڻين پٽ چيو.

"هوشيار ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ اسان کي خوب اڳڀرو ڪري. اسان اهڙا پئسا ڪٿان آڻينداسين." ٻئي پٽ چيو.

"منهنجو ويچار آهي ته شاهوڪار کان وڏو ٽوڪو وٺون وجهي. ڪنهن سان ٻيءَ جو علاج ڪجي." ٽئين پٽ چيو.

"ان کان پئسا وٺي امڙ جو علاج ڪرائڻ - اها ڳالهه ٺيڪ ٿي لڳي." ٻهراڻين پٽ چيو.

"شاهوڪار کان وٺڻ به طرح ٿي ڪهڙو آهي!" ٽئين پٽ چيو.

"هو ڀلو ماڻهو آهي. هن اڳ به گهڻائي دفعا اسان کي مدد ڪئي آهي. هينئر به ونس هلبو ته انڪار نه ڪندو." چوٿين پٽ چيو.

ٻه پٽ شاهوڪار وٽ آيا. ڇوڪري کي گهڻو پڇائيسي هڻي شاهوڪار کي چيو، "سرڪار! اسان ڏاڍي تڪليف ۾ آهيون. اسان جي امڙ سخت بيمار آهي. اسان ۾ اهڙي سمرٿي نه آهي جو هن جو علاج ڪري سگهون. اسان کان جيترو ٿي سگهيو ۾ آهي، ماءُ لاءِ ڪيو آهي. جي ڀڳوان نه ڪري، امڙ اسان کان دور هلي وئي ته اسان ڪٿي جا نه نه رهنداسين. مالڪ! هينئر توهان کان سواءِ ڪنهن جي دَر تي وڃون؟"

سيٺ وراڻيو، "هن کان اڳ به ته مون توهان کي مدد ڪئي آهي. اهي

جي شايد سمهي پيئي هئي. هن جو ڪنڌ جهڪيل ۽ ڪرڪڻ بند هو. پٽ کي لڳو ته ماءُ شايد مري وئي. هن کان هڪ زوردار رڙ نڪري وئي. هن جي رڙ ٻڌي ٻيا پٽ ۽ ڪي پاڙيوارا ڊوڙندا آيا. ماءُ کي ڊوڙائي ڏنو ويو ته هوءَ اڃا جيئي ڪاله هئي.

هڪ پٽ اکيون اگهندي چيو، ”جيڪڏهن امڙ اسان کان موڪلائي وئي ته اسان ڪٿان جا به نه رهنداسين.“

”چو، اسان کي وري ڇا ٿيندو؟“ ٻئي پٽ جواب ڏنو.

”ماءُ نه هوندي ته اسان کي ڪير ليکيندو؟ ماءُ بنا اسان جي هستي ڪهڙي!“ پهرئين پٽ ورائيو.

”اسان ته پوري ڪوشش ڪئي آهي امان کي بچائڻ جي. پر اسان جي وس ۾ ئي ڪجهه نه هوندو ته ڇا ڪنداسين.“ ٽئين پٽ چيو.

اسين سڀ دل سان چاهيون ته ڇا ٿيو ٿي سگهي.“ پهرئين پٽ جواب ڏنو.

”نه ڇا اسان ائين چاهيون ته امڙ ٺيڪ ٿئي؟ حقيقت ۾ هتي جو ماحول اما کي پاڻ نه پيو آهي. جڏهن کان هتي آئي آهي تڏهن کان اما ڏوڙي اسان پاڻ کي ڏاريا ڏاريا محسوس ڪريون.“ چوٿين پٽ چيو.

”اسان وٽ ايترو پئسو به نه آهي جو ڪنهن وڏي ڊاڪٽر کي ڏيکاري سگهون.“ ٻئي پٽ چيو.

”چو ٿا ڪوڙ ڳالهايو! پنهنجي ڌرتي ڇڏڻ کان پوءِ هتي اچي ڪيڏو پئسو ڪمايو اٿو. پنهنجو پئسو به جام اٿو ته شاهوڪار کان به امڙ جي ڀلي لئي وچو ٿا پئسو ونندا. الائي ڪيڏاهن ٿا اهي پئسا ڪريو!“ پهرئين پٽ خار مان چيو.

پٽن کي اها ڳالهه اڻوڻي لڳي ته سندن ئي هڪ ڀاءُ کين ائين اکيون ڏيکاري. پر پاڙيوارن جي حاضريءَ ۾ هنن پاڻ تي ضابطو رکڻ ۾ ئي ڀلائي سمجهي.

ان وچ ۾ ماءُ ۾ ٿوري چرپر اچي چڪي هئي. اڌ کليل اکين سان هوءَ پنهنجي اولاد گرد ڪٺي ٿيل ڀيڙ کي ڏسي رهي هئي.

پنهنجي ڌرتيءَ کي الوداع ڪرڻ کان پوءِ هتي اچي ماءُ کي ڪڏهن به سک نصيب ڪونه ٿيو هو. پٽ، جيڪي اڳ ۾ ڪنهن گهڻو آدر ۽ عزت ڏيندا هئا سي هتي

جهنڊي اُتي چاڙهيو.

جڏهن اِن نوجوان ڇوڪريءَ جو جسم اُن آڳ ۾ الوپ ٿيندو ٿي ويو تڏهن فضا ۾ جيئن ڪو آواز گونجائڻ لڳو :-

محبت ۾ جي هڪجهڙي ٿي سي سدا
موت ٻي ڪر سگهيو نه، ان کي جدا

* * * *

موٽي لشڪر سوڌو واپس ورايو. جڏهن هن مهاراج شواجيءَ کي ناگوجي ۽ سندس استريءَ جي شهيديءَ جي ڳالهه ٻڌائي ته شواجيءَ جون اکيون آليون ٿي ويون ۽ هن موٽي ڏاڍو نهاري ڇڏيو،

" ڪاش! اِن شهيدن جي ٻوري ڀسم مون لاءِ ڪٿي اچن ها! مان اُن ڀسم کي مٿي تي لڳائي ڀاڳ کي ڀوڳ سمجهان ها!" ائين چئي شواجي ڪنڌ لمائي ڇڏيو،
" هيئنر ته مان اُن ديويءَ اڳيان سجدو ڪريان ٿو ......"

B - 12, Shanti Kunj, Opp, G. P. O., PUNE - 1.

# محبت ۾ جي ٿيا فدا

— ايشوري جوتواڻي

دکن هندستان ۾ ڪوپل جو مضبوط قلعو هوندو هو. ان قلعي جي سنڀال لاءِ حسين خان ۽ جمال خان نالي ٻه پٺاڻ ڀائر مقرر ٿيل هئا. اهو عادل شاهي زمانو هو. ٻئي ڀائر ارڙهه زوراوري ۽ ظلم زبردستيءَ لاءِ مشهور هئا. هو اهڙا ته ڪٽر دل هئا جو نه فقط هندن جا مندر ڊاهي پٽ ڪيا هئائون پر، ٻيا به ڪيترائي ڌرمي آستان ڀرشٽ ڪري ڇڏيا هئائون.

مذڪور ايراضيءَ جي جنتا بيحد بيوس ۽ دکي ٿي انمت شڪتيءَ در ٻاڏائڻ لڳي.

هڪ ڏينهن ڄڻ جنتا کي سندن پڪارن جو جواب مليو. کين سماچار مليو ته مظلومن جو مِتر، ڌرم جو رکشڪ ۽ پرجا جو رکپال، شواجي ڪرناٽڪ ۾ پهچي ويو آهي.

ڪوپل جي نگرواسين پاڻ ۾ گڏجي، شواجيءَ کي پٺاڻ ڀائرن جي ظلم ۽ زبردستي کان واقف ڪرڻ چاهيو. ڪي چونڊ ماڻهو گڏجي چپ چاپ لڪيپ ۾ شواجيءَ جي ڇانوڻيءَ ۾ پهچي، شواجيءَ کي پنهنجو دک ڀريو احوال ٻڌايو.

خان ڀائرن کي جيئن ئي مرهٽن جي ان حرڪت جي ڄاڻ پيئي ته هو مچرجي ويا. ٻئي ڀائر انهن مرهٽن جي ڪٽنبن سان ڏاڍايون جٽيون ڪرڻ لڳا. هيڏانهن شواجيءَ دل ۾ پڪو پرڻ ڪيو ته، جلدي ظالم عادل شاه جي حڪومت کي ختم ڪندو.

شواجيءَ پنهنجو هم راز همبيراءِ موهتي کي هڪدم حملي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. موهتي وڏو لشڪر وٺي روانو ٿيو. ان لشڪر ۾ ٻه نوجوان ڇوڪرا ناگو جي جيڌي ۽ ڌنا جي جادوءَ پڻ شامل هئا. ناگو جي جنگي فن ۾ بيحد هوشيار هو!

همبيراءِ جو لشڪر ڪاهيندو جيئن "لنگ ساگر" پرسان ايلبرگ ۾ پهتو ته،

# پيار

— جيوت ڪيسواڻي

اڄ منهنجي خوشيءَ جو ڪو ٺڪاڻو ڪونه هو، ڇاڪاڻ ته ايم. اي. ۾ مون کي سڀني کان اول اچڻ لاءِ سونو ٻلڪ ملڻ وارو هو. منهنجيءَ هن سڦلتا جو سڄو سهرو انکي ٿو وڃي جنهن هڪ طرح جي سکيا ڏئي منهنجي زندگيءَ کي هڪ نئين واٽ ڏني. هن هڪ ڀٽڪيل راهيءَ کي صحيح وقت تي صحيح راهه ڏيکاري اڄ هن سڦلتا جي دروازي تي آڻي بيهاريو هو. مون کي اهو هڪ خواب پئي لڳي رهيو هو.

جڏهن مان ڏهون درجو پڙهي رهيو هوس ته مون کي فلمن ڏسڻ جو ڏاڍو شوق هو. اسڪول مان ڀڄي فلمون ڏسندو هوس. ان ڪري منهنجا امتحان به سٺا نه ٿيا. فلمون ڏسي مان نائڪا جي پريم جي مٺي انداز کي ڏسي سوچيندو هوس ته، ڪاش منهنجي به اهڙي پريمڪا هجي جيڪا مون کي پيار ڪري. جيئن تيئن ڪري يارهون ڪلاس پاس ڪري ڪاليج پهتس.

ڪاليج ۾ مون کي اچانڪ اهڙي ڇوڪري ملي جنهن جي باري ۾ مان ڪلپنا ڪندو هوس. هڪ ٻن ملاقاتن ۾ هوءَ منهنجي دوست بڻجي وئي. مون کي ائين لڳو ڄڻ هن سان منهنجو ڏاڍو پراڻو پريچيه آهي. هڪ ڏينهن همت ڪري مون هن سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪيو هن کلي ڪري جواب نه ڏنو.

هوءَ منهنجو ڏاڍو خيال رکندي هئي ۽ هميشه سٺين مارڪن سان پاس ٿيڻ لاءِ چوندي رهندي هئي. منهنجي نصيب ۾ نه هو ته مان هن جي ان سکيا کي گرهڻ ڪيان. منهنجي مٿان ته بس فلمي ڀوت ڇانيل هو محبت جو. نتيجو اهو نڪتو ته مان ٻارهين ڪلاس ۾ گهٽ مارڪن سان پاس ٿيس. هن ته مون سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو. مان هن ڳالهه کي سهن نه ڪري سگهيس.

منهنجو دماغ وڌيڪ خراب رهڻ لڳو. مان هر وقت اهو ئي سوچيندو رهيس ته هوءَ ڇوڪري ئي قصوروار آهي. هن مون کي دوکو ڏنو آهي. هن مون سان بي وفائي ڪئي آهي. مان صحيح راهه تي اچي سگهان ها جيڪر هوءَ مون کي پيار سان اهڙو

لئي آيو ۽ ٻاسيرو وٺي چيائين، "يار ڪهڙو ڇولدي اسان شهر ۾ اچڻ ۾ ٻه ڪلاڪ ۾
وقت لڳڻ جي سخت ضرورت آهي. دلبر ۽ ان جي ڪيڏار شملا گھمڻ ٿا وڃن.
اون کڻڻ اسان ڪري ڪوٽ جي ڪپڙي وارا چار سؤ ڏي." مون کيس مجبوري
ڏيکاري. ۽ هن مجبور ڪيو ته مان سيٺ کان ايڊوانس وٺي کيس ڪوٽ جي ڪپڙي
جا چار سؤ روپيا ڏيان. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو مون اصول جي خلاف سيٺ کان
ايڊوانس وٺي ان کي چار سؤ روپيا ڏنا.

مهانگائي وڌندي رهي ۽ پگهار ته . ۱۳ مهينا اڳري وڌيا . جڏهن اچي وٺي.
هڪ ڏينهن هڪڙي جڳهه درزيءَ جي دڪان تي ويس ۽ ڪوٽ بابت پڇيومانس
پهرين ته چيائين ڪهڙو ڪوٽ؟ مون ٻڌايو ته کيس ڇهه ته مان ۱۳ مهينا اڳ ڪوٽ سبڻ
لاءِ ڏني ويو هئس. هڪ دفعو مولڪي عينڪ کان مٿي ڳالهين ڏانهن ۽ پوءِ وڪي آواز ۾
چيائين، "درزي هاڻ ڪوٽ ٺڪ آيا آهيو يا صرف پڇڻ؟ مون ڪمائيس سلائي پڇي
جا هن ٽي سؤ روپيا ٻڌائي ۽ منهنجي کيسي ۾ صرف ۱۳۲ روپيا هئا. مون کيس چيو
ته مان ڪوٽ ۲-۳ ڏينهن ۾ کڻي ويندس.

ٽي سال ٿيا گذري ويا آهن. ۽ اڃان تائين ڪوٽ جي سلائي هو ... ......

28-B, Shakti Nagar, UDAIPUR - 313001.

# اوڊر ٿي ويل ڪوٽ جو ڪپڙو ...... !

— ڪشن ٻجاج

بد دماغ هجڻ سبب سيٺيون/نوڪريون بدلائڻ مون لاءِ ڪا نئين/اوڏي ڳالهه ڪونه رهي آهي. گذريل ويهن سالن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ويهه سيٺ بدلايا هوندا. ان وچ ۾ سراسري اٺ سال واندو به رهيو آهيان.

شاهوڪار مائٽ قماش پنهنجي ولائتي/ديسي قيمتي لاٿل ڪپڙا موڪليندا آهن. بدن تي فٽ اچن ها ته پر پائڻ کان پوءِ پاڻ کي جوڪر محسوس ڪندو آهيان. چاڪاڻ وقت ته ڪاٽيو آهي.

ڪي چار پنج سال ٿيا درزيءَ جي دڪان تي چڙهڻ جي نوبت ڪونه آئي. هڪ ڏينهن ڪنهن مِتر جي گهر ويس. شايد اومر جي ٻچاڙي هئي. بدن تي صرف هلڪو اشرٽ هو. هن ڪلي پڇيو ڪشور توکي سيءَ ڪونه لڳندو آهي ڇا؟ مان صرف مشڪيس.

”اڙي يار هڪ ڪوٽ ڪٽي سبائي.

”يار! توکي ته خبر آهي، پنج مهنا واندو ويٺو هئس. هاڻ مس مس ۱۰-۱۵ ڏينهن اڳ هڪ دڪان تي چئن سؤ جي نوڪري ملي آهي. ان مان ڪوٽ ڪٿان ٺهندو.

هن ڪلي چيو يار! دوست ڪڏهن ڪم ايندا. دادس لاءِ ڪاهه ڪوٽ جو ڪپڙو وٺي آيو آهيان پر ڪنهن رنگ پسند ڪونهي. هيئن ڪر اهو ڪپڙو توُن ڪٽي وڃي ڪوٽ سبائي. پئسا جڏهن توکي سهوليت ٿئي ڏجانئين. مون ڪافي نه نه ڪئي پر هن هڄائتي دوست ڪوٽ جو ڪپڙو منهنجي هٿن بئگ ۾ وجهي ڇڏيو.

ڪپڙو ۽ ماپ درزي کي ڏئي آيس. پر قدر تي ۲ ۳ ڏينهن کان پوءِ سيٺ مان ڪنهن ڳالهه تي جهڙپ ٿي پيئي ۽ نوڪري ڇڏي وري بيڪار ٿي پيس.

ڇهن پنجن مهنن کان پوءِ وري ڪنهن ٻئي دڪان تي ساڍن ڇهن سؤ روپين تي نوڪري ملي. نوڪري تي چڙهي اڃان ۲۰-۲۲ ڏينهن مس ٿيا ته اهو دوست دڪان

گورن شردالن جي من ۾ سوال اٿيو، ڪير گرداو؟

اسان ته ان گرداو کي ڪونه سڃاڻون، سوامي جي، توهان ئي اسانجا گرديو آهيو! سو هي وويڪانند کين چيو: سامهون جيڪي وڻ اُڻ ڏسو ٿا، اُتي وڃو ۽ گروجيءَ سان ملاقات ڪري اچو. ٻهران گروجيءَ کي پرڻام ڪرڻ گهرجي. ان ڪانسواءِ سڀ ڪجهه بيڪار آهي.

گورا شش اهو ٻڌي واپس وريا. اُتي وڃي هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرائڻ لڳا. سندن دل ۾ اها ڪلپنا هئي ته گروجي داويءَ جي مورت اڳيان ڌيان ۾ مست ويٺل هوندو. ان جي آسپاس سندس چيلا يا درشن ڪندڙ هٿ جوڙي ويٺا هوندا. پر هنن اهڙو ڪجهه به اُتي ڪونه ڏٺو. پر انهن ڏٺو ته هڪ وڏيءَ ڏاڙهيءَ وارو، ڪاري رنگ جو ماڻهو اُتي هيو ۽ کيس لمام سادا وستر، هڪ اولگي ۽ ڪلهي تي هڪ ڪپڙي جو ٽڪر رکيل هوس. هنن اُهين سمجهيو ته هي باغ جو مالهي يا صفائي جو ڪم ڪندڙ مزور آهي. هنن جي من ۾ اها ڪلپنا به ڪونه هئي ته هيءُ ئي گرديو آهي. هو ته آسپاس گرداو جي گروءَ جي ڳولها ڪرڻ لاءِ پنهنجي نظر ڊوڙائڻ لڳا.

آخر هيڏانهن هوڏانهن ڦري واپس سوامي وويڪانند وٽ آيا ۽ پڇيائون، "گرديو ڪٿي آهن؟" اُتي ته هڪ ڏاڙهيءَ وارو ماڻهو ويٺو هو. گروجي ته ڪٿي به اسان کي نظر ڪونه آيا.

لوهه جهڙي ڪٺور ۽ گل جهڙي ڪومل، اوندهه مان روشنيءَ ۾ وٺي ايندڙ اهڙي مهنجي گرداو کي توهان سڃاڻي ڪونه سگهيا آهيو. ائين چئي سوامي وويڪانند پنهنجي گرداو رامڪرشن پرمهنس کي سائشٽانگ ڏنڊوت پرڻام ڪيو ۽ کين چيو: اهڙي اولکي پرش کي سڃاڻو، ان لاءِ واندنا ڪرڻ جي ڀاوَنا توهان جي من ۾ جاڳي نه. تڏهن چيو ته پڪيءَ روپي اوني ۾ ڪي گل آيا آهن، ۽ توري شردا رکڻ سان ان ۾ ڦل به ڪجهه وقت ۾ پيدا ٿيندا.

پر گورا شردالو حيرانيءَ وچان من ۾ منجهڻ لڳا. کين اها ڳالهه سمجهه ۾ ڪونه پئي آئي ته اسان جي گروءَ جو گرو اهڙي ڪاري رنگ وارو ڇيڙڪ ڪوٺي جهڙي ڪاٺ جو مزور هجي. کيس ڪا شخصيت آهي ئي ڪانه. هيءُ به ڪو گرو ٿي سگهي ٿو؟ کين من ۾ شڪ ٿيڻ لڳو. پر سوامي وويڪانند کي گرو پرڻام سائشٽانگ ڏنڊوت ڪندي ڏسي چئي ويٺا، "سوامي جي! توهان جا گرو اهڙا!"

پاپا مون کي ڳراٽڙي پائي، اُن بعد کيترن شخصن سان منهنجي واقفيت به ڪرائي
پر مون کي اُن مان ڪو سنتوش ڪو نه ٿي مليو. نه معلوم ڇو منهنجي دماغ ۾ ڪي
اڻ ڳڻيا هٿوڙا هلندا ٿي رهيا ۽ انهن ئي من ئي من ۾ مون هڪ سنڪلپ ڪري
ورتو.

پروگرام پورو ٿيڻ کان پوءِ اسين ٽئي گهر پهتاسين. مان اُنهن ۾ پنهنجو
پاڻ ۾ گم هوس. ساري رات منهنجي من ۾ ڪيترائي طوفان اٿيا، ڪيترا ئي
پرڪمپ پيدا ٿيا، ويچارن جا سيلاب آيا، ته به مان سڀ ڪجهه اهو برداشت ڪندو،
پنهنجي سنڪلپ تي پڪڙي اڏول هوس.

صبوح جو جيئن ئي پاپا ۽ ممي سان چانهه جي ٽيبل تي ويٺس ته بي ڌڙڪ
مون کين چيو: "پاپا! مان سنڌي سکندس. مون لاءِ سنڌي سيکارڻ جو پربند ڪيو،
مان توهان جو ۽ ممي جو لکيل سارو سنڌي ساهت پاڻ پڙهڻ ٿو چاهيان. ان لپيءَ
۾ جنهن لپيءَ ۾ توهان اهو لکيو آهي."

اواڪ رهجي پاپا ۽ ممي مون ڏانهن نهاريندا رهيا ۽ پوءِ پاپا قرب مان وڌي
مون کي ڀاڪر پاتو.

منهنجي سنڪلپ جو قد ان وقت وڌي ڏاڍو وڏو ٿي ويو ۽ پاپا جي اکين ۾
خوشيءَ ڀريا آسوُن ڏٺم، ممي صرف اسان ٻنهي ڏانهن نهاريندي ٿي رهي.

"HARI SHEWA" Plot 382/4, Sector - 29, Gandhinagar - 382029 Gujrat.

منهنجي من ۾ اُميد ٿي جاڳي ته بابا جي چاهڪ پاٺڪن جيان مان به سنڌس سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب پڙهان، انهن کي ماڻيان، انهن جو ورنن مان پنهنجن دوستن سان ڪيان، جن کي مان اڪثر انترو تي ٻڌائيندو آهيان ته منهنجو بابا ايڪ آهي. ساهتڪار آهي، شاعر آهي. وڌيڪ ڪجهه هنن جي ٻچڻ لي مون وٽ ٻڌائڻ لاءِ ڪجهه هوندو ني ڪين آهي. منهنجي بابا کي روزانو ڪيترائي خط ايندا آهن، جي سنڌس ساهتڪار مترن جا هوندا آهن، اخبارن جي سمپادڪن جا هوندا آهن، سنڌس گهڻ گهرن پاٺڪن جا هوندا آهن، سنڌي ساهتڪ سڀائن جي صدرن جا هوندا آهن. ڪن ڪن خطن جو ورنن هو مواسان ۽ منهنجيءَ مميءَ سان ڪندو به آهي. خط به هن لاءِ جڳ ته وندر جو باعث هوندا آهن. هو سڀني کي جواب به ڏيندو آهي. آئين ڪتابن جي ٻهچ ڏيندو آهي. ڪي خط هو پاڻ پڙهي به ٻڌائيندو آهي. انهن ني هڪ ڏينهن ڪيس هڪ انور سنڌي سنستا ڏنااران سنڌس ساهت ڪيتر ۾ ڪيل شيوائن کي ڏسان ۾ رکي، ڏاڻ ۾ اينڊر سنمان بابت سنڌس راهه ۽ قبوليت بسابت واڌتي ڪيل هئي. هن منهنجي ۽ مميءَ جي اڇا کي مان ڏنئي. سنستا کي قبوليت ڏياري موڪلي.

منهنجي بابا جو سنمان شهر جي ٻرک شخص جي وچ ۾، سنستا جي ٻرمک ۽ وزير جي حاضريءَ ۾، ڪن خاص مهمانن جي روبرو ڪرڻ جو رٿيو واو هو، جيئن ته هن سنمان لاءِ بابا پنهنجي قبوليت منهنجي ۽ مميءَ جي زور ٻرڻ تي ڏني هئي، انهن مون اهو ضروري سمجهو ته اسين ٻئي به هن سان گڏ اُت حاضر رهون ۽ جڏهن اسين اُتي پهتاسين ته منچ تي وهڻ لاءِ بابا سان گڏ مميءَ کي به عرض ڪيو واو. ٻئي کي هيٺين لوڪن جي سامهون ۽ خاص شخص جي وچ ۾ منچ تي ويٺل ڏسي مان دل اُتي دل ۾ فخر محسوس ڪري رهيو هوس.

ڪارروائي شروع ڪندي ڪيترن ني ساهتڪارن بابا جي ساهت شيوائن تي روشني وڌي. سڄي ڪارروائي سنڌي ٻوليءَ ۾ هلي رهي هئي. ڏسندڙن جي عام سنڌي گروهه ۾ مولڪي پنهنجو سنڌي ساهتڪارن جي سنتان هئڻ تي فخر اُتي رهيو هو. ٻاشڻ ڪرڻ وقت ساهتڪارن جو عام راءِ اهڙي هو.

— اوهان جي قلم منجهان ڪوي ۽ ڪهاڻي ڪار جو انوکو سنگم جا ٻجا لڳي تو. شل اهڙيءَ طرح ساهت جي ڪيتر ۾ اڻٿڪ شيوا ڪندا رهو.

— توهين سنڌي ساهت کي هر لحاظ کان مالا مال ڪري رهيا آهيو. ماڪ ڪري جو پنهنجي هن اعليٰ عملي رفتار سان سنڌيت جي اڄڪلهه ٻگهڙائيندڙ غوراب

ٿئي ٿو هڪ انهيءَ ابتدائيءَ ڏانهن وک وڌائي . هو هاڻ پنهنجين ڪلپنائن ۾ گهر
ٺهندو ٿي ويو . جو سک ڪيس عام طور ملي نه ٿي سگهيو، ان سک کي سڄاڻ ، پاڻ
۽ ماڻهن لاءِ هن جي سوچ - پوءِ ڪيس اهڙي پرڪاش طرف گهليو هو، جنهن لا
هرڪو نه انهن پيو اڙ ڪندو آهي ، پر پاڻ ڪان پوءِ ان سان سدا لاءِ چهٽيو پيو هوند
آهي . ان طرح جي، اگر ڪڏهن به ڪا چاهنا پيدا ٿي ٿئي ته ان ئي اوس ئي سون
حاصل ڪري ٿي سگهجي، ڇو نه زندگي گهڙيس ئي ان طرح جي ٺهندي آهي . ان طرح
جي کوج پنهنجن جا لڳن هوندي آهي ، ان مان ڪارنامه ڪرڻ جي شڪتي پراپت
ٿيندي آهي ، جنهنجي اندر سندرتا ۽ آچرڻ خود بخود سمايل هوندا آهن .

گذريل ٽن سالن کان هو اڪثر هاڻ گهر ۾ ئي هوندو آهي .

پاپا جا ڪم اب هاڻ پنهنجا ٿي ويا آهن . صبوح جو اٿڻ سان هو روزانو ئي
اخبار ڪئي تمام پارڪيءَ سان پڙهندو آهي . ڪڏهن ڪڏهن ان کي ضروري ڪم
ڪاڻ لاءِ نشان به ڪندو آهي . سنان پاڻي ڪري ، نيرڻ جو ڪم لاهي انڪل ڏهين
بجي صبوح جو هو گهر مان نڪري سڌو پوسٽ آفيس ويندو آهي ، جتي، ڏنل خطن
جا جواب هو پاڻ روبرو پوسٽ ڪندو آهي ، ٽپال وٺندو آهي ۽ ان ڪان پوءِ سڌو
سرڪاري گرنٿاليه ڏانهن ويندو آهي . پستڪاليه جو ميمبر هئڻ ڪارڻ هو پڙهڻ
جهڙا سندر ڪتاب گهر کڻي ايندو آهي ۽ گهر اچڻ سان هو منجهند جي رسوئيءَ کان
پوءِ آيل ٽپال جا جواب تيار ڪندو آهي، آيل اخبارون ۽ ڪتاب پڙهندو آهي .
پستڪاليه مان آندل ڪتابن تي نظر وجهندو آهي ، انهن مان ضروري اسوٽس ڪيائدو
آهي . ڪتابن جي لاءِ راءِ تيار ڪندو آهي . اخبار ۽ مئگزين لاءِ رچنائون تيار ڪندو
آهي ، انهي پوءِ هو سڌاريندو سنواريندو آهي ، سهڻيءَ صور اکرطيءَ ۾ رچنائون تيار
ڪندو آهي ۽ پوءِ انهي گهرايل اخبارن کي موڪليندو آهي .

آڪاشواڻي ، دوردرشن ، درمي ڪتابن، انواد رچنائن، پرانتڪ ۽ راشٽريه ۾
مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ هو تسليم ٿيل اديب هئڻ ڪارڻ ، هو هر وقت پنهنجي
ساهت ڪارج ۾ ايترو ته مشغول هوندو آهي، جو جڻڪ اهو ئي سندس هڪ الڳ سنسار
ٿي پيو آهي .

موڪي ۽ مميءَ کي ان مان ايترو سو سنتوش ملندو آهي ته هو پاڻ کي خوش
رکيو وٺو هوندو آهي . دماغي طور چست رهندو آهي . منهنجي ممي ته ڪيس ان ڪم
۾ واهر ضرور ڪندي آهي ، پر ايتري جيترو ڪيس وقت هوندو آهي .

ڏانيل پٽيم، اسان ٻنهي ڀائرن جهڙي سوگهڙائين پاڪڙائون کيس ملنديون هيون
، منهنجي اڳيان پيار ڪري رکندو هو. بعد ۾ کيس مليل انعام جڏهن مان پنهنجي
۾ لڳائيندو هوس ته پائيندو هوس ته اهو اهڙو جي نعمت آهي جو مان
شخص جي سنتان آهيان جو هڪ عزت واري شخص آهي. جنهن کي سنمان ملي ٿو
هو ان لاءِ لائق پيو آهي.

مان اڄ ان ١٣ سالن جو مس هوس ته منهنجي بابا کي شهر جي هڪ ڪلب
انگريزي شال وجهي سنمان ڪيو ويو هو جو ان سال هڪ ئي وقت ۾ ساهت
۾ ٽي جا انعام حاصل ڪري چڪو هو. ٻئي ڏينهن جڏهن اها خبر اخبارن ۾ آئي
منهنجي ڪلاس جي دوستن کي مون ٽوليءَ ۾ ٻڌي جڏهن چيو هو، ”هو منهنجو بابا
“ تڏهن منهنجي ڪلاس جي ڪيترن دوستن ته مونکي ڀاڪر ۾ پاتا هئا.

منهنجي زندگيءَ جو پالڻو ان واتاورڻ ۾ ٿيندو رهيو، جتي سرسوتي ديويءَ
واسو هو. گهر ۾ ڪتابن جا ڍير ته رهندا ئي آهن. رفتي رفتي منهنجو ارواهه اسان
ان ڏانهن ويو ۽ جن جن ڪتابن لاءِ مون دل ئي ڪئي بابا اهي منهنجي لاءِ ضرور
ڏ ڪندو هو. پڙهڻ لکڻ جو شوق رکو منهنجي بابا ڪاٿين محدود ڪين آهي، ممهن
مما به ڪيترو ئي ساهت پڙهندي رهندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته لکندي به
ي. ريڊيو کان سندس آواز به مون ٻڌو آهي. البت هن ڪڏهن به بابا جيان منچ
اچڻ نه چاهيو آهي. اها سندس پنهنجي الڳ اڇا آهي. گهر جي هڙي واتاورڻ
مان جڏهن پاڄي رهيو آهيان ته اهو ممڪن ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته مان خود لکڻ کان
راءِ رهجي وڃان. اٺن سالن جي عمر ۾ مون جڏهن بابا کي پڏاڻو لڳ مون اڃا هڪ
ڪويتا لکي آهي ته هو واڳڙو ٿي ويو. هن اها پڙهي مونکي داد به ڏنو، البت اها
ڪويتا سنڌيءَ ۾ ڪانه هئي پر انگريزيءَ ۾ هئي، جنهن ماڌيم ذريعي مان تعليم پرائي
رهيو هوس. انهن چئجي مون پنهنجن جذبن ۽ احساس کي پرگهٽ ڪرڻ انگريزي ڀاشا
جو ماڌيم استعمال ڪيو هو. منهنجي بابا جڏهن ان ڪويتا ۾ گهرائي سڌارو ڪيو هن
اها اخبار ۾ شايع ٿيڻ لاءِ موڪلي ڏني ۽ جڏهن اها شايع ٿي ۽ اسڪول ۾ اسڪول جي
پرنسپال اها پڙهي ته ٻئي ڏينهن هن صبوح جي پرارٿنا سڀا ۾ جڏهن اسڪول جي
سڀني شاگردن جو ڌيان ان طرف ڇڪايو ته نه معلوم منهنجي ڇاتي ان وقت ڦولجي
ڪيترو ٻئي پاسي. ماحول جي گرمائش کي مون پنهنجي سرير کي ڇهندو ئي پاتو. هوا
۾ منهنجي لاءِ تاڙيون پيٽجي پئي هئي، اهڙي تاڙي جيئن ڪنهن جو ساهه سڪوڙجي

# سنگلاب جو قد

— ڪمل پياسي

هو هڪ اهڙو شخص آهي، جنهن لاءِ مون کي عزت آهي، جنهن لاءِ مون کي
ايمان آهي، جنهن جو آدر مان سدائين قدر سان ڪندو آهيان.

انسان اڪيلي ۾ هڪ سماجڪ جيو آهي ۽ سماج هڪ مدار جيان اڻٽول آهي،
انهن هوندي به هر شخص کي پنهنجا شغل هوندا آهن، جن سان هو هر وقت جڪڙيل
هوندو آهي، جيڪي هن لاءِ ڪي نيم ۽ اصول ٺاهيندا آهن، ۽ هو انهن ڪڙين
اصولن ۾ ٻڌل ڪين ڪوهي، نه جهنڊار پلن کي پڪڙي، تمام پختائيءَ سان قدم کڻندي،
اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي. ان مان هن جي شخصيت جڙي پوندي
آهي. هڪ اهڙي شخصيت، هو هر ڪنهن کي پنهنجي جيون جي ڏس ۾ آڻڻ چاهيندو
آهي، جنهن مان هن کي نه ڪال نه سڪال آسائش ملندي آهي. هو ڪوله ڪو ڍڳي
سڪون حاصل ڪندو آهي ۽ انهن ڳالهين ۾ اچا نه پيدا ٿيندي آهي.

ڪنهن نه مٿس ۾ ڪنهن نه طرح جي اچا جو پيدا ٿيڻ سان هو حالتن طرف
اڳتي وڌڻ چاهيندو آهي. هو پوءِ پنهنجي جيون کي نه انهن خواهشن طرف موڙڻ شروع
ڪندو آهي. موهه ۽ ممتا کي ـــ انسان جي جيون ۾ اهڙي ئي جڳهه آهي، جو نه
سرشٽيءَ جي هر چڱائيءَ ۽ سندرتا کي ڪهڙو انسان پاڻ کان دور رکڻ چاهيندو.

هو هڪ اديب آهي، ڪهاڻيڪار آهي ۽ ان کان وڌيڪ هو شاعر آهي. شاعر
ئي آهن، جن قدرت جو پورو احساس ڪيو آهي. جيڪي خالق جي خيال هر ذري
ذري کي پنهنجيءَ پنهنجيءَ قوت ۽ چمڪندڙ سان لفظن ۾ سينگاريندا آهن، سجائيندا
آهن ۽ مان هاڻ نظر سان چٽي سگهان ٿو ته هيءَ شاعر ڪو پيو نه پر منهنجو پاپا آهي،
جنهن جي پيار ڀريل پلڪن جي ساعتن ۾ مان پليو آهيان، جنهن کي مون تمام واجهڙائي
کان ڏٺو آهي، جنهن منهنجي هن اڻڏيٺي جيون ۾ ڪنهن نه طرح جي اثرات پيدا ڪرڻ
جو مون لاءِ وجهه ئي نه ڇڏيو آهي.

مان جڏهن ننڍو هوس ته هو مون کي ڪهڙائي ڪهاڻيون ٻڌائيندو ۽ هو ڪتابن مان
ڪهاڻيون نه پڙهي ٻڌائيندو هو. جيئن جيئن مان وڏو ٿيندو ٿي ويس هن منهنجي لاءِ

جي منهن ۾ اهڙا لڪير ۽ ٻوڙ ڪانڊي چيائين - "ها...... ها ... هاڻي ياد آيو......
هي، نه، منهنجي ٻاڙي واري آهي نه...... ٻوڙ اڇو نه...... ؟ گوپال شاهه جو ڪمس ٻنگلي
ئي وٺي اچ ... !"

ڪمشنر جي ڳالهائڻ جو ڍنگ مولڪي بلڪل نه وڻيو. هو ڪم ۾ رڌل لڳو هو.
ڪهڙالي دوستن سان گپ شپ هڻي رهيو هو. ڪمس مدراڻ ٻائي کي سڪ ۽ ٻاڙو ۽ آدر
ڏيڻ ۾ ..... خير ...... ! مون ڏٺو مدراڻ ٻائي منهن ۾ ڪهڙو وچهي اماڻڪ آدمس سان
ٻاهر اڪري ويئي ۽ سندس پٺيان مان به ٻاهر هليو آيس.

"مهي ... مولڪي معاف ڪجو...... " مون مدراڻ ٻائيءَ جي دل وندڻي
چيو- "منهنجي ناداني سبب ئي اوهانجي بي عزتي ٿي!"

"نه ... نه ... ٻس......!" مدراڻ ٻائي چيو- "ٻت دولت جو نشو ئي اهڙو
آهي. انسان جو من انڌڪار ۾ ڏاڍو ڪري...... او سڪ ڏئي...... سچائيءَ ڪيترو ٻيار
ڏاو...... سو ڇا ڪهڻ آهي ؟!"

مدراڻ ٻائي ۽ مان آٽو- رڪشا ۾ سوار ٿياسين. آٽو رڪشا ڊوڙ- شالا طرف هلڻ
لڳي ۽ اسان ٻنهي مان ڪنهن به نه ڳالهايو. من ئي من اسٽيشن ئي رهيو هوس. مدراڻ
ٻائيءَ سان اکيون ملائڻ ئي مشڪل ٿي پيون. دل اندر ئي اندر ڪراهي رهي هئي.
دولت...... ڇا...... اهڙي بري بلا آهي جو انسان کان انسانيت کي کسي وٺي......
جي ها ...... نه، ٻوءِ اهڙي دولت ئي لعنت ئي وڃڻ گهرجي...... !

64, Jawahar Nagar. UDAIPUR - 313001.

"نه...... تنهنجو دوست هيترو شاهوڪار ٻچي وارو آهي!" ميران ٻائي عجب کائيندي پڇيو - "ڪهڙو ڪم ڪندو آهي؟"

"مهي...... ڪم جي باري ۾ نه پڇو؟" مون چيو - "اڄ جي زماني ۾ محنت سان پيسو ڪٿو ٿئي. خير...... مهي ان باري ۾ نه وڃو - هلو...... توهان کي ڏسي گهنشام ڏاڍو خوش ٿيندو!"

ميران ٻائي آنا ڪاني ڪرڻ لڳي نه...... سپاهيءَ نه مٿائنس زور رکندي چيو - "ڏيدي...... اسپتال ته سپاهي ويندو نه...... گهنشام جي وڏي واقفيت آهي. ٻانوءَ جي تپاس ڪرائڻ ۾ ڪافي مدد ڪري سگهندو. وشواس هڻ سان گڏجي وڃو. سٺو ٿيندو!"

تمام گهڻي زور ڀرڻ بعد مس مس ميران ٻائي هاڻ قبوليو. هن شلوار مٿان ٿئين واڪري قميص پائي، رئو ڳچيءَ ۾ وڌائين ۽ شاهاڻي لوڏ سان گڏجي اٿي.

سپاهيءَ کي گهر ٻاهران ڇڏي، ميران ٻائيءَ کي آفيس وٺي آيس کيس ٻاهر بينڪ ۾ ويهاري مان آفيس اندر گهڙي ويس. ان وقت گهنشام پنهنجي ٻن گجراتي دوستن سان گپ شپ هڻي رهيو هو. مون کيس ٻڌايو. "آڌيپور مان مهي ميران ٻائي آئي آهي. مان کيس توهان ملڻ لاءِ وٺي آيو آهيان!"

"ڪهڙي ميران...... ؟!" گهنشام، منهنجي منهن ۾ عجب مان نهاريندي پڇيو -

"آهائي...... اسانجي پاڙيسرڻ.... آڌيپور ۾ جڏهن...... وٽس......"

"مونکي نه ڪجهه به ياد ڪٿو اچي!" گهنشام بيپرواهيءَ مان زور سان چيو - "وٺي اچيس..... ڏسون...... ڪهڙي آهي ميران ٻائي؟!"

گهنشام جي اهڙي رخ تي، منهنجي دل سسي ويئي پر تڏهن به مان آفيس کان ٻاهر اچي کيس اندر وٺي ويس - "ڏسو...... خالي سڃاڻيس ٿو نه......؟"

گهنشام صرف ميران ٻائيءَ جي منهن ۾ نهاريندو رهيو، ڄڻ کيس سڃاڻي نه رهيو هو. مونکي ائين لڳو ته هو ميران ٻائيءَ سان ڳالهائڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهي رهيو آهي. منهنجي من ۾ سوال اٿيو - ميران ٻائيءَ جي پيار ۽ دلار کي ڇا، ايترو جلد، گهنشام وساري ٿو سگهي؟ گهنشام هر منهنجي منهن ۾ ته هر ميران ٻائيءَ

# ڪهڙي ميران ؟!

— ليکڪ :- ڪشور ڀوڄا "جيون"

ڀوڙي بازار مان لنگهندي ، اچاڪ ئي منهنجي نظر ميران ٻائيءَ تي پئي ته. مان ٽڪڙو ٽڪڙو وک اڳتي وڌائي سندس پاسي ۾ پهچي ويس ...... "ممي ...... تون ڪيئن ...... هت .... احمدآباد ۾ ....... ؟!"

"اڙي ...... گوپال آهين ؟!" ميران ٻائي مرڪي ڏسي ٻاڻ واڙي ئي وئي.

"ممي ...... ڪيڏانهن پئي وڃين ؟"

"ڌرم شالا ...... ! ڪير وانگر آئي هئس. ٻاڻ ٻيمار ٿي پيا آهن ته ...... ؟ ڪڏهن ڏيکاري لاءِ هت وٺي آئي آهيان. تون هت احمدآباد ۾ ڇا ڪندو آهين ؟"

"مان ...... ؟ ممي ...... توکي ياد آهي ...... گهنشام ...... ؟ منهنجو دوست !، اسين پئي گڏجي توهانجي گهر ايندا هئاسون. گهنشام مکڻ وٺي ايندو هو. تون اسان کي گرم گرم روٽيون پچائي، مکڻ لڳائي کارائيندا هئينءَ. ماءُ جهڙو پيار ڏيندي هئينءَ ؟!"

"اڙي مار ...... اهڙيون ڳالهيون به وسرڻ جون آهن ؟!"

"پوءِ ...... ممي ...... هلو نه ...... گهنشام هينئر اهو گهنشام نه رهيو آهي. گهنشام وڏو ماڻهو ٿي ويو آهي. ڪيس پنهنجو بنگلو آهي ...... هن شادي ڪئي آهي ڪيس هڪ پٽ به آهي. پنهنجي ڪار آهي. هتي ...سان ئي آفيس آهي. هلو ...... ممي ...... مان گهنشام وٽ ئي ڪم ڪندو آهيان."

"نه ...... هن وقت نه ...... هو ۽ منهنجو ماءُ. انتظار ڪندا هوندا. ڏاڍ سان وينديس ته خيال ٿي پوندن ...... تون شام جو ڌرمشالا اچ ..... پوءِ گڏجي هلنداسين."

ميران ٻائيءَ کان جدا ٿيڻ بعد، آفيس ڏانهن وڃي، مان سڌو گهر هليو آيس.
ميران ٻائيءَ ٻابت ٻڌي سياڳي ڪيترو نه خوش ٿيندي. سياڳيءَ کي جڏهن ٻڌايم ته ...... خوشيءَ وچان ڪيري ٿي وئي، چيائين – "هلو ...... هينئر ئي هلو ...... ڏاڍيءَ کي

آهيون، اميد تہ توهان، امان، بابہ پيارو رام، بابي ۽ رام جا پيارا پيارا ٻار بہ خوش
هوندا. هن خط سان گڏ ٻہ ٻيون چٺيون بہ موڪلي رهيو آهيان جو ٻئي ٻار سنڌي لکڻ ۾
هيڻا ماهر ٿي ويا آهن ۽ جڏهن خاطري ٿي تڏهن مون بہ هنن کي چيو تہ هو پاڻ
توهان ڏانهن چٺي لکن. بابا، سچ پچ تہ هت لاس اينجلس ۾ اهڙو ماحول آهي جو
ٻهن ڊارلو آهي. ڊارلائب تمام گهڻي آهي. ٻرابر رام کي خوش ڪرڻ لاءِ شروعات ۾
انگريزي ۾ چٺيون لکي غلطي ڪئي. ٻر انهن ڪرڻ سان اڄ ان ڊارلائب جي اچان بہ
واقف ٿيندو واس. مون محسوس ڪيو آهي تہ جيڪو ڪجهہ پنهنجو آهي اهو پنهنجو
ڪري رکجي تہ ڪي قدر ان ڊارلائب کي دور رکي سگهجي ٿو ۽ اهو پنهنجو آهي.
صرف "سنڌي ٻولي" جا ٻہ توهان وٽ ڇڏي تہ آيس ٻر وري ٻہ جاڻ گڏ ڪٺي آيس.
جنهنجو استعمال ڪرڻ منهنجي وس ۾ آهي ۽ اهڙي ماحول ۾ رهندي مون ان ٻنهن
جي کي اچان ٻہ پنهنجو ڪرڻ لاءِ محسوس ڪيو تہ گهر ۾ جڏهن سنڌي ڳالهائيندا سون
۽ گهر ۾ ٻہ سنڌي جو واهپو هوندو، ٻار توهان سان لکہ پڙهہ ڪري سگهندا وغيرہ
وغيرہ. مٿان منهنجا ٻار هتان جي ڊاري ماحول ڪري توهان کان ٻہ دور تہ ٿي وڃن.
پنهنجي پياري ٻولي کان واقف ٿي تہ وڃن. ان خيال کان مون ٻارن کي هت گپ
سمان واٺو منڊل ۾ رهندي ٻہ پنهنجن ٻارن کي ڪمل جو گل سمان ٺاهيو آهي اهو گل
جو گپ ۾ رهندي ٻہ الڳ صاف ستهرو ۽ سندر پيٺو هوندو آهي ۽ ٻسو چمڪاٽ ڏيندو
آهي ۽ اهڙا ٻہ ڪمل جا گل مون پيدا ڪيا آهن. توهان کي هي ڳالهہ ٻڌي شايد منهن
جي هيءَ جذبات بيوقوفي لڳي.

ٻر بابا ڇا ڪريان؟ پنهنجي ماءُ جي ڏنل ٻولي وساري ڇڏيو سگهان. هت ڀارت
کان هزارن ميل دور رهندي بہ مان ان ٻولي کي پنهنجي گهر ۾ ٿي سگهيو تہ ٻين
سنڌين ۾ بہ زندهہ رکڻ جو يتن ڪندس. پنهنجي گهر ۾ زندهہ رکڻ جي ڪوشش ڪئي
آهي ان ۾ توهانجي لهن جو بہ ساٿ هوندو آهي. اسان گهر ۾ صرف سنڌي ٻولي
ڳالهائيندا آهيون. ٻاهر ڀل طوفان هجي ٻر گهر ۾ اٿا سنڌيت جي جوت جلائيندا ايندا
آهيون، مان رام کي پاڻ کان وڌيڪ پاڻ وارو ٿو سمجهان جو هو اهڙي ڊارلائب ۾ بہ
ٿو رهي. سنڌي ماحول رام کي گهر ۾ بہ آهي تہ ٻاهر بہ. هن جا ٻار ٻيا ڪنهن
تڪليف جي پنهنجي پياري ٻولي سنڌي پڙهي سگهندا هوندا. سنڌي اسڪول، سنڌي
ٻار، سنڌي ماستر ۽ ماستريائيون، سنڌي بزارون، سنڌي دڪاندار، مان رام کي پاڻ
کان وڌيڪ نصيب وارو محسوس ٿو ڪريان جو هو پنهنجي ٻارن کي سنڌي سنسڪار ڏيڻ
جي تڪليف کان ڇٽل آهي. هڪ تہ توهان بہ گهر ۾ آهيو. امان بہ ٻارن کي پڙهائي

ٻار کان پڇي ڏسو ته ڪرو، تڏهن جڏهن وڻ جي ڏار تي، شاخ تي آهي ان کي انگريزي
انگريزي صفا ائين ڪهاڙي سان وڻ کان الڳ ٿا ڪريو ته ڪرندءِ ۾ ڇڏيندءِ. مان چوان
ٿو ته، مون اُهو ٿي ويندءِ. تون جڏهن لال سان ٻه ٽي سال رهين ٿو ڪريان ته،
غلطي ڪيو ڪريان. مونکي خبر آهي. تو ڪڏهن ڏٺي سان جاچيو آهي ته، انگريزي
پڙهندڙ ٻار ڪهڙي انگريزي ڳالهائيندا آهن. گرامر جون ته ان ڳالهين ۾ سوين چڪون
هونديون آهن. هڪ غلط انگريزي ڳالهائيندا آهن ۽ ان انگريزي ڳالهين ۾ ساڻ ساڻ
سوين گاريون هونديون آهن. "بلڊي"، "يو بلڊي فول" ۽ "يو اسٽوپڊ" وغيره
وغيره ۽ اسان ٻارن جا ماءُ پيءُ اهڙي انگريزي ٻڌي سرها ٿيندا آهيون ته ڪو ٻارن
وڏو ميرُ ماريو آهه.

ڇا اها انگريزي آهي؟ اسانجي سنڌي ٻولي تمام سٺي، گارين ۽ گند کان
مڪمل، صاف سٿري، صحي گرامر واري هوندي آهي. ورلي ڪا غلطي اڪري.
لال جهڙن حالتون ايون آهن. هن کي مجبوريون آهن مان هن جي وڪالت ڪيو ٿو
ڪريان، توکي هڪ حقيقت کان واقف ٿو ڪريان جنهن کان تون به واقف آهين.
سنڌي سماج ۽ هندستاني ماحول کان ته هزارين ميل ٻري هو جنهن اهڙي سماج ۾ رهي
ٿو جتي هن کي انگريزي ڳالهائڻي پوي ٿي. ٻارن کي انگريزي ڳالهائڻي پوي ٿي.
پوءِ ته، انگريزي سکڻ تمام لازمي آهي. ايو ڪو وسهڻو ٻه نه ڪرڻي. ان ڪري لال
سان ساڙ ڪري ٻاڻ کي نقصان نه پهچاءِ. تنهن کانسواءِ پنهنجي ٻولي جو گهٽگهرو ٿي.
لال ٻه ته پنجين درجي کان انگريزي پڙهيو. ۽ هو هاڻ آمريڪا ۾ انهن جي وچ ۾ رهي
سگهي ٿو. ڪاٻه هن کي تڪليف ڪانهي. توکي خبر آهي ته لال کي سنڌي سان
ڪيترو چاهه هو. ايم. اي. تائين هن سنڌي ڪتابن هٿي. پر ويچاري جي نصيب ۾
ائين لکيل هو جو سڀ الٽو ٿي ويو. لاچار ٿي ٻارن کي انگريزي ٿو پاڙهي. مونکي
خاطري آهي جي لال جي جڳهه تي تون آمريڪا ۾ هجين ها ته هو توسان قطعي ويس
ڪيو ڪري ها. نه وري گهر ۾ اهڙو واد وواد ڪڙو ڪري ها يا ٽمڪڻ مچائي ها.
ته ٿي پڪ ٻارن کي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرين ها!

تون الائي ڳالهه کي ڇو الٽو سمجهين. ٻئي تو ضد ڪرين ۽ ان ضد ۾ آخر
ٻارن کي انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ٿي آئين. ملڪ جي مهانگائي کي به ڪونه
ڏٺءِ. اهڙي مهانگائي ۾ اهڙا خرچ اجايا پوندا آهن توڙي تون ٻارن کي انگريزي ۾
داخل ڪرائي آئين، الي به سرڪار جي پاليسي ڪري هندي ۽ مراٺي ته ڪنهن ضرور

# گپ جو گل

**— لال**

"تو آخر ڪيو، مڃيو نه؟ پنهنجن ٻارن کي انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ئي آئين."

ديوان ڪوڙي مل پنهنجي پٽ کي ورجايو "مان سمجهي ڪونه ٿو سگهان ته، ٻولي ان ڌاري ملڪ ڪاري ٻولي انگريزي جو ڀوت ڇو سوار آهي، اهو ڇو چڙهيل آهي؟ ڇا اسان انگريز آهيون؟ انگريزي ٻولي انگريز جي آهي. اسان هندستاني آهيون سو به سنڌي، اسان کي پنهنجي ٻولي سکڻ کپي، مان ته اهين چاهيندس ته پنهنجن ٻارن کي سنڌي ضرور سيکاريون، سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرايون ته تمام سٺو ٿيندو. هاڻ به وقت ويو ڪونهي. انگريزي ڪانوينٽ اسڪول مان ڪڍي سوسائٽي جي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪراءِ."

ديوان ڪوڙي مل ڏک ڏيکاريندي پنهنجي اڪيلي امر پٽ رام کي سمجهائيندي چيو. پر رام ڪٿي ٿي مڃيو. هن جيون ۾ ڪنهن جي اڳيان جهڪڻ سکيو ڪونه هو پر همت نه پنهنجو ئي ڪو هو. رام جي دماغ ۾ جهڙو ڀورو وڃي سو وڃي ان کي هو ڪڍي نه ڪهڙي به حالت ۾ ٻاهر ڪڍڻ لاءِ تيار ڪونه هو، ٿوڙي سوان مرادون هن جي سامهون ڇولا وڄائڻ پر رام سائين رام هو. ٻهراڻ امر جو ضدي!

"ملڪي پنهنجي ٻارن کي ڪمل جو گل ٺاهڻو آهي. ڪمل جو گل جيڪو گپ ۾ رهندي به گپ کان ٻاهر ڪڙڪل هوندو آهي. ڊئڊي توهان کي خبر آهي ته ڀارت ملڪي گپ سمان لڳندو آهي. گند ڪچري سان ڀريل گپ ۾ ته اسان رهندا آهيون. لاچاري آهي نه ته، نه مان ته جيڪر آمريڪا هليو وڃان ها! ڪوشش ته مون به گهڻي ڪئي ته لال وانگر آمريڪا وڃي نوڪري ڪريان. پر ملڪي ڪو وجهه ڪونه مليو. پر هيءَ وجهه مان پنهنجن هٿن مان وڃائڻ ڪونه ٿو چاهيان...... ڊئڊي ذرا توهان سوچيو ته ڪير پنهنجن ٻارن کي اڻاڙي ڪرڻ چاهيندو. مان جيڪڏهن ٻارن کي سنڌي اسڪول ۾ وهاريندس ته هو اڻاڙي، اڻ پڙهيل لڳندا. مان اهين

هوران طرح پهتل سمت ٻي لڳو، ۽ اندر جي خبر اشور کي. راڌا پنهنجي دل جو حال
سمت کي ٻڌايو. سمت کيس چيو، "ٻٽ، تون روز ٿورو لي ايندي ڪر. ڀڳوان
ضرور تنهنجي من جي مراد پوري ڪندو." راڌا سمت جي چڪر ۾ اچي وئي.
راڌا روز ليم سان مندر ۾ ويندي هئي. ڪيس اها خبر ڪانه هئي ته سمت جي دل ۾
ڪو پاپ آهي. سمت ڪڏهن راڌا کي جل پڙهي ڏيندو هو ته ڪڏهن وري ڌاڳو ڏيندو
هوس. هڪ دفعي سمت راڌا کي چيو، "راڌا تون سپاٽي فلاڻي وقت لي اچج ته
مان اشور جي در لي التجا ڪندس ته تنهنجي گود ڀري." راڌا کي اها خبر ڪانه
هئي ته هي سمت سچو آهي يا پولڪي آهي.

راڌا ٻئي ڏينهن پوري وقت لي آئي، سمت اهڙي طرح واٽ هيو، جڏ کيس
راڌا جي اچڻ جي ڪابه خبر ڪانه پيئي ته ڪا راڌا آئي آهي. راڌا ڪلاڪ ڪن
لئي. سمت ڪلاڪ ڪاڀوءِ اکيون کوليون، راڌا کي چوڻ لڳو، "راڌا تون اچي
ٿين؟ اوکي ڪيترو وقت آئي ٿيو آهي." راڌا چيو، "مونکي ڪلاڪ کن آئي ٿيو
آهي." سمت ساڳئي لوٽي سان جل پڙهي راڌا کي ڏنو. راڌا جو جل پيئڻ ۽ کيس
چڪر اچڻ. چڪر اچڻ سان هوءِ ڪري پيئي. سمت دروازو بند ڪري، راڌا کي
پلنگ تي سمهاريو. هيئنر سمت راڌا جي بيهوشي جو پورو فائدو وٺڻ ٿي چاهيو. راڌا
جو اشو ليو، جڏهن راڌا پاڻ کي پلنگ تي ليٽيل ڏٺو. پاڻ کي پلنگ تي ليٽيل ڏسي
ڪري کيس پاڻ سان نفرت ٿيڻ لڳي. سمت کيس چيو، راڌا تون فڪر نه ڪر، توکي
ٻار ضرور ٿيندو.

جڏهن راڌا سمت جا اهي اکر ٻڌا، انهي وقت کيس جوش اچي ويو، جوش
۾ هن سندس پرسان پيل سمت جي لٺ کڻي، سمت کي ٧، ٨ لٺيون زور سان هڻي
ڪڍيائين. سمت کي اهڙيون لٺيون لڳيون جو سمت ٻنا رڙ واڪي جي زمين تي ڪري
پيو. راڌا سندس منهن تي ٿڪ ڦٽي ڪندي چيو، "لعنت آهي تنهنجي هن سنتپڻي
تي. تون سمت جي چولي ۾ هڪ شيطان آهين." راڌا چپ ڪري گهر آئي.
[illegible] اهي ڳالهه جي خبر اشور، سمت ۽ راڌا کانسواءِ ڪنهن کي ڪانه هئي. سمت رات
رات تي ڌر تي پيو هو. شام جي وقت جڏهن سندس شش سمت جي درشن لاءِ آيا ته
ڏٺائون ته سمت رت سان پرال ڌرتي تي پيو آهي.

ڪهڙي خون وهڻ سبب سندس نبض ٻيري هلي رهي هئي ۽ کيس سندس شش
اسپتال کڻائي ويا. سمت جڏهن هوش ۾ آيو ته سندس ششن کانئس پڇيو، "سائين

راڌا ۽ ڏاڍي سڪ سان چيو تہ اسان وٽ رهو. چوندا آهن، ”شاديون اڳ ۾ وڏائن لکي ڇڏيون آهن، صرف وقت جو انتظار ڪرڻو آهي.“ هتي بہ اها ڳالهہ ٿي. راڌا ۽ راڌا جي ماءُ جي زور ڀرڻ تي راڪيش سندس گهر ۾ رهڻ لاءِ ”ها“ ڪئي.

راڪيش اڄ، ڪڏهن لاءِ آيل هو، پر راڌا کي ڏسي پگهر جي واءُ هو هفتو کن وڌيڪ رهيو. سندس مٿان راڌا جو اهڙو جادو چڙهي ويو جو رات جو بہ راڌا جا خواب ڏسڻ لڳو. راڌا بہ راڪيش کي من ئي من ۾ پوڄڻ لڳي. جيتوڻيڪ راڌا اي. اي هئي ۽ راڪيش ميٽرڪ پاس هو، پر راڌا کي انهيءَ ڳالهہ لاءِ ڪوبہ اعتراض ڪونہ هو، جيڪڏهن سندس مڱڻو راڪيش سان ٿئي. ڪجهہ ڏينهن جي اندر ئي ڇٽا هڪ ٻئي جي ڪافي ويجها آيا ۽ ٻنهي جي وچ ۾ پنهنجائپ ٿي وئي. آخرڪار جو راڪيش ڳالهين ڳالهين ۾ راڌا کي چيو، ”راڌا! مان توکانسواءِ ٻئي ڪنهن سان شادي ڪونہ ڪندس.“ راڌا بہ ساڳيو واعدو ڪيو. راڌا جي ماءُ کي ٻنهي جي پيار جي خبر پئجي چڪي هئي. راڪيش راڌا ۽ سندس ماءُ کان موڪلائي پنهنجي ڳوٺ ڏانهن واپس وريو. راڪيش جي وڃڻ کان پوءِ راڌا کي راڪيش جي ياد ستائڻ لڳي. اُٿندي، ويهندي راڪيش کي ياد ڪرڻ لڳي. ساڳئي حالت راڪيش جي بہ هئي.

راڌا جي ماءُ جي زور ڀرڻ تي راڌا جي پيءُ راڪيش جي پيءُ کي راڌا جي مڱڻي لاءِ لکيو. راڪيش پنهنجي پيءُ سان، ڳوٺ ڏانهن واپس اچڻ کانپوءِ راڌا جي باري ۾ سڄي حقيقت کان واقف ڪيو. راڌا جي پيءُ جي چٺي ملڻ کانپوءِ راڪيش جي پيءُ انهيءَ رشتي لاءِ ”ها“ ۾ جواب موڪليو ۽ ٿوري عرصي ۾ ٻنهي جي شادي ٿي. راڪيش کي هڪ ٻيڻ هئي. اها بہ راڪيش جي شادي کانپوءِ شادي ڪري وئي. هيئنر گهر ۾ صرف ٣ ڀاتي هئا. راڪيش کي شادي ڪئي ٥ سال گذري ويا پر ڪنهن ڪونہ ٻار ڪونہ ٿيو. راڌا جي سهري ۽ راڪيش کي ٻار ڏسڻ جي ڏاڍي تمنا هئي. راڪيش ۽ راڌا پنهنجي ڊاڪٽري بہ ڪرائي هئي، پر انهي ۾ ڪوبہ نقص ڪونہ هو. گهر ٻار کانسواءِ سُڃو پئي لڳو.

راڌا ڪڏهن جوتشين کان پڇندي هئي تہ ڪڏهن وري ڪنهن مهراج کان جنم پتري ڏيکاريندي هئي. ڪنهن سڀني اهو جواب ڏيندا هئا تہ سندس گهر ۾ ٻار ضرور ايندو. راڌا ڪڏهن ڪنهن سنت وٽ تہ ڪڏهن ڪنهن ديوتا وٽ پيئي سکائون باسيندي هئي، پر سندس پوڄائون ۽ باسون ايشور جي در تي قبول ڪونہ ٿيون. ي جي ابرڪ زال جي چوڻ تي هڪ سنت وٽ وئي. اهو سنت

# ممتا

— ليکڪ :- ايم. ٽي. ڀاٽيا، اجمير

رادا هڪ سٺي ۽ سڀاجهڙي ڇوڪري هئي. مان کيس ننڍي هوندي کان وٺي سڃاڻندو هيس. سندس شڪل جي ڪڻڪ رنگي هئي. هن جو موهيندڙ چهرو سڀني کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو هو. هوءَ اڄ ننڍي سياڻي وڏي ٿيندي وئي. هن انٽر. اي پاس ڪئي. سندس وڌيڪ پڙهڻ جو ارادو هو، پر جيئن ته سندس ذات ۾ پڙهيل ڇوڪرا گهٽ هئا، تنهنڪري سندس مائٽن نه پئي چاهيو ته هوءَ ڪا وڌيڪ پڙهي. سندس مائٽن کيس گهرو ڪم ۾ به ڏاڍو هوشيار ڪيو. هوءَ نه صرف چرتروان هئي، پر گهٽ ڳالهائيندڙ ۽ واهيات شوقن کان پري هئي. سندس مائٽن کي سندس شادي ڪرائڻ جو ڏاڍو فڪر لڳل هو.

سندس پيءُ کي سرڪاري نوڪري هئي. رادا کي ٢ ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ هئي. رادا سڀني ۾ وڏي هئي. سندس پيءُ جي پگهار اهڙي ڪا هئي جو گهر جا ٦ ڀاتي پلجي سگهن. سندس پيءُ لاءِ گهر جو خرچ هلائڻ ڏاڍو مشڪل هو. سندس هڪ ڀاءُ مئٽرڪ پڙهندو هو ۽ ٻيا ٢ ڇٽا ننڍين ڪلاسن ۾ هئا. رادا جي ماءُ تي سڄي گهر جو بوجهه پيل هو. مٿان وري وڏي ڌيءَ سر تي، تنهن سندس ننڊ ڦٽائي ڇڏي. رادا جي ماءُ مشين هلائيندي هئي، انهيءَ مان جيڪا ڪمائي ٿيندي هيس، سا ڀاسري ڪري رکندي هئي. سندس من جي تمنا اها هئي ته ڪٿي رادا جي شادي ٿي وڃي. هڪڙي ڏينهن رادا جي ماءُ جو ڪو ڏوراهين مائٽ جي پٽ جو اچڻ ٿيو. هن جو نالو راڪيش هو. ڇوڪرو بدن جو ڀريل، شڪل شبيهه جو سٺو ۽ موهيندڙ پئي لڳو.

رادا جي ماءُ راڪيش کان پنهنجي ڀيڪي گهر جو حال احوال ورتو ۽ پڇي. ماءُ سان گڏ رادا به اچي ڳالهين ۾ وٺي. راڪيش ڳالهائڻ ۾ ڏاڍو مٺو هو. راڪيش ڌانڌلي جي خيال کان آزاد هو. راڪيش پنهنجي پيءُ سان گڏ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڌنڌو ڪندو هو. راڪيش مئٽرڪ پاس ڪيل هو. رادا جي ماءُ راڪيش کي زور ڀريو ته جيستائين هو ڌنڌي جو ڪم پورو ڪري ڳوٺ وڃي تيستائين سندس گهر ۾ رهي. راڪيش ڪ-ي

سانُ پنهنجي ڌيءَ کي وداع ڏني .

هڪ ڏينهن شام جي وقت راجڪوٽ اسٽيشن تان ايندڙ گهوڙا گاڏي "سالي" ۽ واڏل هڪ جوڙي جون ٻانهن ۽ ڳل مشڪري سان ڳڏائيندڙ مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪندا ۽ ٽهڪڙي رهيون هيون . اها گهوڙا گاڏي شهر جي هڪ گهٽيءَ ۾ هڪڙن گهر جي دروازي اڳيان اچي رهي ٿي . اندران هڪ مرد اچي ٿو . ٻرو آهستي ڪري هڪ عورت اسان اچي ٿي ۽ سامان ٻٽ لهي ٿو . گهٽيءَ ۾ ڳنڍيل ٻارن مان ڪي چون ٿا ، "اڙي ! هي ته پنهنجو رام ٻائي آهي ته مائي وري ڪير آهي ...... !!؟

ان سوال جو جواب خود رام ٿي من ۾ سمجهندو هو ته شادين جي وچ مان ملي واري هڪ "امي" آهي .

Rajkot Textile Printery, Behind Old Vegetable Market, Jagawala Road,
JETPUR (Saurashtra) 362310

## تمنا

— ليکڪ :- ايم. ٽي. ڀاٽيہ، اجمير

رادا هڪ سنهي ۽ سڀاجهڙي ڇوڪري هئي. مان کيس ننڍي هوندي کان وٺي سڃاڻندو هئس. سندس شڪل جي ڪڻڪ رنگي هئي. هن جو موهيندڙ چهرو سڀني کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو هو. هوءَ اڄ ننڍي سڀاڻي وڏي ٿيندي وئي. هن اي. اي. پاس ڪئي. سندس وڌيڪ پڙهڻ جو ارادو هو، پر جيئن تہ سندس ذات ۾ پڙهيل ڇوڪرا گهٽ هئا، تنهنڪري سندس مائٽن نہ پئي چاهيو تہ هوءَ ڪا وڌيڪ پڙهي. سندس مائٽن کيس گهرو ڪم ۾ بہ ڏاڍو هوشيار ڪيو. هوءَ نہ صرف چرترواڻ هئي، پر گهٽ ڳالهائيندڙ ۽ واهيات شوقن کان پري هئي. سندس مائٽن کي سندس شادي ڪرائڻ جو ڏاڍو فڪر لڳل هو.

سندس پيءُ کي سرڪاري نوڪري هئي. رادا کي ٢ ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ هئي. رادا سڀني ۾ وڏي هئي. سندس پيءُ جي پگهار اهڙي ڪانہ هئي جو گهر جا ٦ ڀاتي پلجي سگهن. سندس پيءُ لاءِ گهر جو خرچ هلائڻ ڏاڍو مشڪل هو. سندس هڪ ڀاءُ مئٽرڪ پڙهندو هو ۽ ٻيا ٢ ڇوٽا ننڍين ڪلاسن ۾ هئا. رادا جي ماءُ تي سڄي گهر جو بوجهہ پيل هو. مٿان وري وڏي ڌيءَ سر تي، تنهن سندس ننڊ ڦٽائي ڇڏي. رادا جي ماءُ مشين هلائيندي هئي، انهيءَ مان جيڪا ڪمائي ٿيندي هئس، سا پاسيري ڪري رکندي هئي. سندس من جي تمنا اها هئي تہ ڪٿي رادا جي شادي ٿي وڃي. هڪڙي ڏينهن رادا جي ماءُ جو ڪو ڏوراهين مائٽ جي پٽ جو اچڻ ٿيو. هن جو نالو راڪيش هو. ڇوڪرو ڳڻن جو ڀلو، شڪل شبيهہ جو سٺو ۽ موهيندڙ پئي لڳو.

رادا جي ماءُ راڪيش کان پنهنجي پيڪي گهر جو حال احوال ورتائين. ماءُ سان گڏ رادا بہ اچي ڳالهين ۾ ونئي. راڪيش ڳالهائڻ ۾ ڏاڍو مٺو هو. راڪيش ٿاڌي جي خيال کان آزاد هو. راڪيش پنهنجي پيءُ سان گڏ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڌنڌو ڪندو هو. راڪيش مئٽرڪ پاس ڪيل هو. رادا جي ماءُ راڪيش کي زور ڀريو تہ جيستائين هو ڌنڌي جو ڪم پورو ڪري ڳوٺ وڃي تيستائين سندس گهر ۾ رهي. راڪيش ڪي

ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ ارجن کي اپديش ڏيندي چيو آهي ته، "آتما کي نه هٿيار ڪٽي سگهن ٿا، نه باهه جلائي سگهي ٿي، نه اُن کي هوا سڪائي سگهي ٿي، نڪي اُن کي پاڻي پوڙي سگهي ٿو." ڪرشن ڀڳوان وڌيڪ فرمايو آهي ته "جيئن پراڻا ڪپڙا لاهي، نوان پائڻ سان ڪو ڏک ڪونه ٿيندو آهي، تيئن جڏهن شرير تياڳي، نئون شرير پراپت ڪجي ٿو، پوءِ ڏک ڇاجو؟"

چوندا آهن ته "سپ نه ماري پر سپ جو ڊپ ماري." "سو اڪثر موت ماڻهن کي ڪونه ٿو ماري پر موت جي ڊپ کان مرندا رهن ٿا. اوهان موت کي وساري ڇڏ. قدرتي قانون آهي ته جيڪو پيدا ٿيو آهي، سو هڪ ڏينهن مرندو ضرور. پوءِ اُن لاءِ ڏک ۽ چنتا ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ پڌو ڪو نه آئيني ته "مرڻ اڳي جي هئا، سي مري ٿين نه ماس."

ڏيءُ! اوهان چنتا ڪرڻ ڇڏي ڏي. اها بيماريءَ جو وڏو ڪارڻ آهي. ماڻهن جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏي. چنتا اصل نه ڪر. ڀڳوان جو چنتن پئي ڪر. سدائين اهو چنتن ڪر ته اوهان شرير نه مگر امر آتما، ته وسامندڙ جوت آهين."

چمنداس جي سمجهاڻي سان شوبا تي چڱو اثر پيو ۽ ٽي. بي. جي لڳاتار علاج ڪرڻ سان هوءَ وائي ليڪ ٿيندي ۽ هڪ سال اندر چڱي ڀلي ٿي پيئي. وري چمنداس شوبا سان شاديءَ جي ڳالهه ڪئي ته هوءَ بلڪل انڪار ڪرڻ لڳي ۽ چيو ته "شادي ٿيڻ بعد جيڪڏهن منهنجي پيٽ ۾ کي حمل پيئي ته موڪي ٽي. بي. ٿئي ته ممڪن آهي ته موڪي هو گهر مان ڪڍي ڇڏي. پوءِ نه مان نه رهندس گهر جي، نه گهاٽ جي."

چمنداس شوبا کي سمجهايو ته اهو ڊپ دل مان ڪڍي ڇڏ پر جيڪڏهن اٿي توکي جواب به ڏئي ته، پوءِ ڇا؟ اوهان ڪمائيندڙ ڇوڪري آهين ۽ پنهنجو جدا گهر ڪري رهي سگهين ٿي. هن وقت لوڪ پنهنجي گهر ۾ به نه مزو ڪونه. اوائي ڏسهجي ماءُ جو اوسان ڇڪ چوڏهون چندرما آهي. هن وقت نه، اوهان ماءُ کان ڌار گهر ڪري رهي نه سگهندا، هو اهڙن ڪرڻ سان جيڪي لوڪ لندا ٿيندءُ.

موڪي وشواس آهي ته اوهان پنهنجن اعليٰ گڻن سان ساهرن ۾ پسائڪي وٺائيندا. ٻاڻ نه سگهي رهندا ۽ اهڙي ڪي به سگهي رکندا."

هڙي سوڊي واٽ وٽ جنهن ۾ لعل ۽ ليي له ۽ برات ۽ رهجي اچي ."

شوبا چيو تہ دادا ! توهان نہ آهيو گيااي . توهان جي ڳالهين کي ٻوريءَ طرح سمجهي ڪاله ئي سگهان ٿو آهن لي غور ڪندس ۽ ڪوشش ڪندس ، جئن مان ڪي تہ ليان ."

شوبا چيتنداو جي ٻائتي ۽ ٻيمنداس جي ڌيءَ هئي . ٻيمنداس کي مدراس ۾ ڪپڙي جو دڪان هو . سٺي ڪمائي هئس . ٻر ڪيس شراب پيئڻ جي اڳري عادت پئجي وائي . ڏلڏو ڦٽي وهس ۽ ٻنهنجي زال تي مارڪٽ ڪندو هو . سٺيو سٺاٻو گهر اجڙ تي وٺو . لاچار ٿي ماٽس ٻنهنجي ڌيءَ ٻڳوانيءَ کي ٻارن سميت ٻياور ۾ گهرائي ورتو . ماءُ ۽ ٻائـرن ڪيس رهڻ لاءِ جاءِ ڪري ڏنـي ۽ ٻيا مدد ڪندا هئس . ڏٻرس چيتنداو تہ ٻٺا شڪتيءَ سان ٻيو مدد ڪندو هوس . ٻاچاڻيءَ جي ٻار هلڪي ڪرڻ لاءِ هن شوبا کي وٺي وڃي ٻاڻ وٽ وهاراو ۽ ٻاڙهيو .

ٻاڙي وارا شوبا کي چيتنداو جي ڌيءَ ڪري سمجهندا هئا . هوءَ ٻنهنجي ڪاڪي کي دادا ڪري سڏيندي هئي . چيتنداو تہ شوبا کي ڌيءَ واـگر ٻائيندو هو . ڪن سالن بعد شوبا لـوڪريءَ سان لڳي ۽ ماءُ وٽ وڃي رهي . سندس وڏو ٻاءُ ٻہ ڪمائيءَ کي لڳو .

شوبا سشل چوڪري هئي . هن گهر کي ناهڻ ۾ چڱي مدد ڪئي ٻر الائي چو ماءُ ڪمائيندڙ ڌيءَ سان تہ سٺي لمولي تہ هلندي هئي ۽ ساٽس ڏاڍي واڌ واڌ ڪندي هئي . ڪيس شوبا جـو ممتا وٽ گهٽو وڃڻ اصل ڪين وڻندو هو .

دنيا جـي ٻرات تـي کهڙو ٻروسو ! شوبا ۽ ممتا جي محبت ۾ ڪن ڳالهين تان لفرت ۾ بدلجي وائي ۽ هو هاٽي هڪٻئي جو منهن ۾ ڏسڻ پسند ڪين ڪنداو ن هيون . ممتا جي اي وفاتيءَ ۽ ماءُ جـي ڪاڪل گهڻيءَ شوبا کي ڏاڍي چوٽ رسائي هوءَ ڪافي اُري وائي ۽ ايٽ ٽي . بيءَ جو شڪار ٿي ٻئي

چيتنداو شوبا کـي گهرائي سمجهاو تہ "توکي موهہ سبب چوٽ لڳي آهي . موون اڳئي تـوکي چتاٻو هو تہ ممتا سان گهٽو موهہ نہ رک . جڳت جي جوڙي ٻرات سدائين سات ڏيڻ واري تہ آهي ڪاله . سڪہ . هاٽي ۽ وائي ڪاهي . مان لنهنجو علاج ڪرايان ٿو . ٽي . بي . اڳہ ٻرابر خوفناڪ بيماري سمجهي وئيندي هئي ٻـر هاٽي

ڪجهه مان ذي ۽ ممتا وٽ وڃڻ ڪجهه گهٽاءِ. هو ٿين ٻـ سياڻن سچ چيو آهي تہ
”هر هر هورالي، وڃڻ در دوستن جي.“

شوڀا جواب ۾ چيو تہ ”مان ڪا ننڍڙي تہ ڪانہ آهيان. ماسترياڻي آهيان.
ممتا بہ ماسترياڻي آهي. منهنجو ڪنهن ڇوڪري سان تہ پيار ڪونهي. ڇوڪرن لي
اوڻي پابندي رکڻ بہ انياءُ آهي تہ هو ڪنهن ڇوڪريءَ سان بہ پيار نہ ڪن! دادا!
توهان بہ بہاران جي آمد ۽ آڌار جون ڳالهيون ڪندا آهيو. اڄ مولکي ڪهڙي
صلاح ڏيڻ رهيا آهيو؟ ممتا بہ موهن سان سچي صدقي ڪرڻ لاءِ پيار رهندي آهي.
هن جهڙڪ موهن کي منهنجي پيار جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي.“

چندر چيو تہ ”موهن لوڪي انهن تہ ڪونہ چيو تہ توهان منهنجي ساهيڙيءَ
سان پرانيءَ ٿوڙي ڇڏ. مان رکو چوان ٿو تہ ”آئي سرور و جيب.“ يعني گهڻ ۾
وڃڻ ڪان سياڻن منع ڪئي آهي. دادا ۾ سچي سان سڪ پرام سان هلڻ بہ موهہ
نہ رکجي.“

شوڀا پڇيو تہ ”دادا! منهنجو ممتا سان برابر موهہ ٿي ويو آهي پر موهہ ۽
پيار ۾ ڪو فرق آهي ڇا؟“

چندر چيو تہ ”پيار ۽ موهہ ۾ وڏو فرق آهي. پيار هڪ پوتر چيز آهي ۽
موهہ ڪسي انسان جي لاءِ مناسب آهي. پيار سوارٿ جو ساٿي نہ ٿيندو آهي. اهو
فرض ادائيءَ ۾ ڀرپور تہ پوندو آهي ۽ ڪڏهن بہ مريادا جو لنگهو نہ اورانگهيندو
آهي.

مولکي ڏاڍي چاڻ آهي تہ انهن ڇوڪرن جو ٻاڻ ۾ ڏاڍو پرام هو. هڪ
ڇوڪريءَ جي مڱڻي جون ڳالهيون ٿي هليون تہ سندس دل گهوريءَ ساهيڙيءَ اڳي ئي
ڪي اهڙا نہ چلون لکيون تہ جڏن سندس ساهيڙيءَ جو مڱڻو بہ ٿيو ۽ اها ڳالهہ
وڃڻي تہ وڃي ڇا اهو پرام چئجي؟ اهو تہ اسور سوارٿ ۽ موهہ آهي.

شوڀا! توهان منهنجي چوڻ کي الٽي روپ ۾ نہ وٺ پر ياد رکو تہ آڪٽي
موهہ – ممتا آخر دکدائڪ ٿين ٿا. اڄ توهان ٻئي ساهيڙيون آهيو، سڀاڻي ٻنهي
جدا ٿي سگهو ٿا. دنيوي محبت ڪو قائم ڪونهي. اهو سوارٿ
ڏاڍو آهي، جو ڪڏهن بہ وقت ٽڙي سگهي ٿو. اڪري توهان سڄي

# ڪهاڻي

سلسلو

نئين ڪويتا

# ناٽيہ شاستر اُداس آهي

ڊاڪٽر موتيلعل جوتواڻي

ڀرت جو ناٽيہ شاستر
اڄ اُداس آهي، بيحد اُداس
سو تہ ڏارن / ڪلا جي واپارين
نيلام ڪري ڇڏيا آهن
وڏي واڪ تي، وڏي واڪي
مست ميڙ ڪري گهرايل
ميڙن ۾
اُنجا سڏانت

* * * *

ڪويتا تہ ٺهيو
جو اُلٽ ڪويتا ئي ٻيئي آهي
اڄ
ڪيڏي رهيا آهن اُلٽ ناٽڪ پڻ
اُهي اُنجي عين اڪ هيٺان —
ان ۾ ڪري رهيو آهي
هيرو جي پومڪا
ڪڏهن سائيڊ هيرو تہ ڪڏهن ولين
۽ نڪتو نامداري
محض سوچي ٿو،
ڳالهائي ٿو، ڪجھ ڪري ٿو

درشڪ منجهي پيا آهن
تہ منچ تي
ڪٿا ناٽڪ
پوءِ گهڻو پوءِ ڇو پرويش ڪري ٿو،
ڀاشا جو ساڌارڻ اڌياپڪ
ڀارتي سنسڪرتيءَ جو آچاريہ بڻجي
۽ ڪنهن مخزن جو اُپ - سمپادڪ
اُنجي سهائڪ سمپادڪ جو ويس ڌاري
اوتار وٺن ٿا
۽ اُهي گهوڙا
سڀا گهر جي ريس ڪورس ۾
پنهنجن گهوڙائي چهرن تي
عينڪون چاڙهي
اکيون ڦاڙي ۽ نسون تاڻي
ڊوڙن ٿا، سڀ ڪڙ ڪائين ٿا
او ستائين
جهستائين سڀن سهج پهچ ڪانهي
اُهي
اوچتو ئي
هڪ ئي وقت ڪويتا، ڪهاڻي، ناٽڪ

# غزل

١. آلا ! هيءَ زندگي بڻي منهنجي بي زبان آهي
چوڻ چاهي ٿي ڪجهه ، نه چوڻ کان حيران آهي

٢. مهانگائي ملڪ ۾ پوءِ به سرڪار جي واهه واهه
هڪ تلوار لاءِ ٿيندي بس، هڪ ئي مياڻ آهي

٣. هڪ بدمعاشي ۽ ٻي بي حرمتي زالن جي هٿ
ڀلا پوءِ ڪيئن رهيو شواجي جو شان آهي

٤. چون ٿا چونڊ جي چور ٿا ٿين ليڊرون اسان جا
اهو ٿيو "جيءَ ديري گڏهه رکپال" جيان آهي

٥. وڏي به ووٽ جو حق رکڻ وارا اُهي ئي آهن
خبر ڪونهي ڪنهنکي ڪين ڪٿ و غيبي گيان آهي

٦. پرشنا چار جي نالي کان بدنام ٿيو آ پارٽ
ٿا پوءِ به چئون "ميرا پارٽ مهان" آهي

٧. ڪيڏانهن ويا اُهي انقلابي ، اُهي نيتائون نهرو گانڌي
وطن تان گهور جي وڃڻ وارا ،
جن پنهنجي ڏني جان آهي.

* لڇمڻ يو. ڪڪريچا بي ٢٣٥/٣١ ، نوان بلاڪ اُلهاس نگر - ٥ -

## " ڏهڪاءُ "

اِندر جسوجا " ڪومل "

ڪاش !
مان جيڪر وڻ هجان ها !
تہ بهار جي مند
۽ خزان جو ڏور
اُتي ئي گهاريان ها
پنهنجي زمين تہ نہ ڇڏڻي پويم ها !
( ضرورت ئي نہ پويم ها )
اڄ وڻ - وڻ جي ڪاٺي
سنڌي
ڪٿي رکن پير !
ڪهڙي زمين کي چون پنهنجو ؟
پيٽ پالڻ لڳي پل سنهنجو
پر اباڻي ورثي کي سنڀالي رکڻ
لڳي رهيو آهي
ڪيڏو نہ اهنجو ؟
چاهيل زمين کان سواءِ
ٻوليءَ جو ٻوٽو
ٻو سانجهي رهيو آهي
ٻوٽو
ٻوٽو ئي رهندو
( وڻ ٿي ئي نہ سگهندو ! )
سنڌي ٻولي
چانڊيءَ جيان
قد - ٻت ۾
اُتي جو اُتي آهي
اسانجي تهذيب ۽ سنسڪرتي
سڪل پنن جيان
ڇڻنديون ٿيون وڃن
ڏهڪاءَ سبب
ڏکي ٿي دل
سنڌيت جو شايد
نالو بہ نہ رهي !
تہ پوءِ
سنڌي ٻولي ڪيئن رهندي !؟
اِنڪري تہ چوان ٿو -
ڪاش !
مان جيڪر وڻ هجان ها !
پنهنجي زمين تہ نہ ڇڏڻي پويم ها !!

24, Banglow Line, Madhav Nagar, Katni (M.P.) 483507

---

( آندل صفحو ۳۴ )

### ( ڏوهيڙا )

رس تہ آنگوڙ جو هر روز ملي ٿو مونکي
ڪاش، ليڪن مان پياري ڏي نشو ڪو مونکي
لطف ايندو وفا شهتو تي چپن جو مونکي
ڀريو ن ڀيڪ پاڻ پيءِ پوءِ جام ڏي جو تو مونکي
شمع ٻاري مون تہ هر رات سجائي آ رکي
خير پوءِ سنڌ مان شيءِ خاص گهرائي آ رکي
ڪوئي شايد اچي مونکان بہ اُجايل زياده
بس اِنهيءَ سوچ ۾ ميءِ ٿوري بچائي آ رکي
قرب هڪ مون عتان بہ ڪر ساقي
ياد رکنداسين عمر ڀر ساقي
جي ڀريل اڄ تہ ئي وفا سي پيو ڀرين
خالي مهنجو بہ جام ڀر ساقي

## نظم

### ”پريت جي اُلٽي ريت“

( پڀو وفا )

تنهنجي انوکي پريت پکيئڙا !!
پريت جي اُلٽي ريت پکيئڙا !!

١- اک ۾ آنسو، سرهو مک لئي
سک ۾ دک لئي، دک ۾ سک لئي
دل ٿي دل ۾ درد دٻائين
پنهنجو ۾ ائو موچ مچائين
ڪيئن سڌسان ٻنهجي ۾ تو
ڳائين سک جو گيت پکيئڙا !!
پريت جي اُلٽي ريت پکيئڙا !!

٢- زخم ندهن سان ڦاڙين وينو
خون جگر جو ڳاڙين وينو
ڪڏ ريون ساوڻ جون برساتيون
ڪڏ ريون رنگ ۽ رس جون راتيون
ڪهڙو من ۾ ڦاڳ ڦٿو اَ ئي ؟
هار ۾ ٻاڻهن جيت پکيئڙا !!
پريت جي اُلٽي ريت پکيئڙا

٣- درد وندن جي دل ڀهلائين
وانهڙن کي ائو وندرائين
تنهنجو ڪنهن سان ويرنه آهي
وفا سڌ ۽ ڪو غير نه آهي
سڀ جو ويڏو خير مڃائين
ويري تنهنجو ميت پکيئڙا !!
پريت جي الٽي ريت پکيئڙا !!

## غزل

( پڀو وفا )

برسات جي آ موسم ۽ شام سرمئي آ
اَڄ هر طرف هوا ۾ مستي شراب جي آ

ڪڪرن جي ڇانو هيٺان محبوب مل اچي تون
ماحول پئي آ موافق ۽ جذبات دل ۾ پئي آ

رنگين هي نظارا ، ڪن ٿا حسين اشارا
هي پيار جو سمو آ ، ديدار جي گهڙي آ

ڇلڪايو جام پنهنجا ، ٽڪرايو جام پنهنجا
مستن لاءِ مئڪدي جي ڪڙڪي کلي رئي آ

پيتو ته رات پوري آ ، اڪ ٿي اڃا نه ترا
هيءَ اڄ آهه آزادي ۽ صدين جي تشنگي آ

جي هڪ دفعو چڙهي ٿو ، اُتري نه عمر پورو
اهڙو به هڪ نشو آ ، اهڙي به بيخودي آ

جو پئي بچيو آ باقي ، سو پئي پيار ساقي!
هڪ ٻيو به جام پُر تون ، محفل مئيلڙو متي آ

جو پئي سگهين لٽائي ، لٽ لطف زندگيءَ جو
ڪجهه ڪن وفا خوشي آ ، ڏينهن چار زندگي آ

( ڏسو مضمون ۳۵ )

Prabhu Chhugani (Wafa) C-3 Madhuban St: Andrews Road, Bandra, Bombay–50

# راڻي جو پرزو ۽ مومل جون معبارون

ليلارام ڏولاڻي پريتم

(١)

چڪي آئي ڪاڪ تي مومل تنهنجي تات،
ڀاڄيءَ چڙهي ڀٽ کان آيس آڌي رات،
سههيل ڏنم پر ۾ بدو هڪ بد ذات،
ڪڍي ڪنو جو دمان چاهيم ڪريان گهات،
پر ڪم اهو ڪمذات، ڪنو رکي ٿو وڃان.

(٢)

چڙهي پرڏو پر جو، مومل ڳاڙيا ڳچ،
اڪين آب اوتيو، جيءَ اندر ٿي پچ،
تيز ٻرن تا مچ، ميندرا تو محبت جا.

(٣)

مڙس هئين ميدان کان ڀڳين ڇو ٿهي،
پنو ڪرين ها پختو گهڙي ڪانءِ رهي،
سٽي ڪنهن سان سيج تي لاڏون هيءَ لهي،
ڪني جي ڌار ڪي گردن ساڻ گهي،
چڏين ها ڪهي ته مڙد مڃان ها ميندرا.

(٤)

منهن مٽي ڪاڪ ڳان وئين يار ڇڏي،
ناتو ٽوڙي نينهن جو وئين گوندر ۾ ڳڏي،
سومل منهنجيءَ پيٽ کي ڏاريو مڙد سڏي،
نار نماڻي نڌري ڇاتي هاڻ ڪڏي،
الا پيس ويل وڏي توبن منهنجا ميندرا.

(٥)

راڻا ڇڏي ماڻا اڇي ڪاڪ وساءِ
سڪندن ڪي سڪ ۾ ساجن ڪين سڪاءِ
ڀاڄيءَ چڙهي ڀٽ کان اچي قرب ڪماءِ
ٻانهن جي ٻيڪڙ ۾ ٻونڪي محب لڪاءِ،
اچ لالن لهه سماءِ چانڊوڪي اچي چمن ۾.

(٦)

سڀ پاڇولا موڙيا ڪمل ڪوماڻو،
ڪاڪ ۾ قهر ٿيو رسي ويو راڻو،
نند نيڻن مان وئي نه ڳيسي ڪو داڻو،
پٿر ٻڻيو ميندرا ڪومل وهاڻو،
جيءَ اندر گهاڻو، انهي پهر ٿو گهمي.

(٧)

پره ٻاکون ڪڍيون تارن ڳڻيندي رات،
سوڍا تو ملڻ جي تڪي تن اندر تات،
مڙدن دل پٿر جي ناري نماڻي ذات،
وائي اهائي وات رس ته راڻا ڪاڪ ڪان.

(٨)

رسڻ ڪم ٻارن جو تون سوڍل سياڻو،
سومل منهنجيءَ پيٽ ڪيو ڪم ته ٻاراڻو،
جيءَ جلي ٿو منهنجو ٻوڳيان پئي ياڻو،
راڻا ٿيءَ نه اياڻو ٽوڙ نه ڳنڍ پريم جي.

(٩)

ڳنڍ ”پريم“ جي جبري زنجير ڪا پڪي،
چنڊ نانهه سٽري، آهه سچيڪي پڪي،
ڇڪون ڏيئي يار تون ٻوندين پڪ ٽڪجي،
وئين ڇو ٻهڪي آءُ ته ملون پاڻ ۾.

1/429, Malviyanagar, Jaipur (Raj.)

## غزل — ڍولاجراءِ ”مسافر“

آڳ اندر جي ڪير اُجهائي ؟
جنم جنم جي پياس ٻجهائي !
جڏهن ڪي پنهنجي خبر ئي ڪانهي !
ڪنهن تُو ٻئي جو حال ٻڌائي ؟
ليک ترجمي يا چوريءَ جا !
ته به هو ساهتڪار سڏائي !!
سنڌيت جو هو آهي نيتا !
ٻارن کي سنڌي نه پڙهائي !!
شهر تي واقفڪار مسافر !
پر نه سگهيس ڪو دوست بڻائي !!

## غم جو پاڇو

نه پر ڇانئين غمن جي ۽ نه لڙڪن جي لڙهي آهي ،
ڀٽي مرڪي ، مسافر جي اِهائي شاعري آهي .
جتي سيلاب آنسن جو ، جتي دک ۾ ٻڏل چهرا ،
خوشي ساري زماني جي، اُتي ئي غرق ٿي آهي !
اسين همت جا پتلا پڻ جگر آهي جبل جهڙو ،
مصيبت ۾ به مرڪون پيا ، نه اک ڪڏهن ڀني آهي !
ستمگر ٿي ستايو پل ، اسان کي آزمايو پل ،
اوهان بابت شڪايت ڪا ، نه پلجي ڪڏهن ڪئي آهي !
مزو آ ڪانو کي لڙ ۾ ، زمانو خوش آ ”ڪان ڪان“ ۾ ،
متي بلبل اُداس آهي ، متي ڪوئل ڏني آهي !

252 Sector-3, Devendra Nagar, Raipur 492009 (M.P.)

١٤. توهان جو جيڪڏهن اسڪوٽر چالان ٿيو،
ڪلي روڊ تي پوليس انسپيڪٽر رشوت گهري ٿو دوستو!
١٥ انصاف وڪامجي رهيو آ، کلي عام اڄڪلهه،
بازار جي صورت ۾ عدالت آ دوستو!
١٦. مذهب جي نالي ۾ جلي رهيون آهن بستيون سڀ،
پوڄا گهرن مان نفرت ورهائجي رهي آ دوستو!
١٧. برسات ۾ آ ڪٿي، اڪال ڪٿي آ پوڙ،
شاهد ورودين جي شرارت آ دوستو!
١٨. هاڻي غلطي ڪان منهنجي غريبي نه مٽائج،
غريبن وٽ اهائي دولت آ دوستو!

## ساجن

١. پيئڙا بن روئندي گذري رات،
روئندي گذري ......

٢. ورهه وصل جو آهي وڇوڙو،
پريتم تنهنجي تات
روئندي گذري .......

٣. تو بن ساجن آهيان اُداس،
نيڻ روئن ساري رات،
روئندي گذري .......

٤. پنهنجو پاڻ وڃائي ويٺم،
ڏي اچي پريتم ڏات،
روئندي گذري .......

٥. دکي من کي ڪير سمجهائي،
پرديسي جي لات،
روئندي گذري ... ...

"VASUNDHARA" D-28/5, Shaillendra Nagar, Opp. Water Tank, Raipur-492001 (M.P.

# غزل

"رام" ٻجلاڻي

## اڄ جو ڀارت

۱. راحت جي ناليَ تي مصيبت آ دوستو!
ڪجھ ته ٻڌايو، هي ڪهڙي سياست آ دوستو!
۲. رستن تي شريفن جو نڪرڻ مشڪل آ،
اُگهاڙن کي نچڻ جي اجازت آ دوستو!
۳. گهر ڪان پاڻيءَ، اُن ماڻهن کي ڪڍيو ويو آ،
جنهن جي هن ديش ۾ گهٽائي آ دوستو!
۴. اسان ماڻهون نه، پر صرف هڪ ووٽ آ،
بس اليڪشن لاءِ صرف تلهندي ضرورت آ دوستو!
۵. اکيون اکيون بند ڪري، آرام سان نه هل،
رستي ۾ ڀرجا تنتر جو ڀروسو آ دوستو!
۶. تعليم جو نئون شرستو آ، ٻڌي ڪري خوش ٿيندا ماڻهو،
اسڪول هلي، بغير ڇت جي آهن دوستو!
۷. هندي ۾ سڀ ڪام ڪريو، فرمان آ،
انگريزي ۾ صاحب جي سگنيچر آ دوستو!
۸. ڀڳوان جي نالي هن کي غزل نه سمجهجو،
هي توهان جي نالي، کليل خط آ دوستو!
۹. هي زندگي نه، ذلالت آ دوستو!
احسان جي انداز ۾، آفت آ دوستو!
۱۰. ڪجھ بي قصور ماڻهو قتل ڪيا ويا،
اڄ ان پوري علائقي ۾ دهشت آ دوستو!
۱۱. تون هڪ نئون ديش ٺاهڻ چاهيو آ،
پر توکي گهر جلائڻ جي، عادت آ دوستو!
۱. بارش آ، انڌيرو آ، طوفان آ، ٻوڙ آ،
اهڙي تصوير سان، اڄ جو ڀارت آ دوستو!
۱۱. فساد ۾ صرف ۳۰ مئا، سوين گهايل،
الائي ڪو ريڊيو، باقي سڀ ٺيڪ ٺاڪ آ دوستو!

* ٽڪ ۽ ٽانا —

ٻُڌي چيچ جها وچ سيج ۾ تسرڻ چاهيندا آهن،
پر ابرون سلهن وس ڇالان ٿيون،
انهن کي تن ڏناري آلي کماري ٻڌو ڪلهيون آهن!

* هلڪل سوتر —

ناريءَ جي ڳلي چڱڙ پيٺ لڪشمڻ ريکا آهي،
ٻاهر نڪرندي ئي ڪيس انيڪ پر ٻيهائن مان،
پسار و پيٺو پوندو!

* ڪرڀونتي نار،
سري ٻڌي ڏرتي،
ايشور پريم ۾ رنگيل ٻگت،
ٽيئي ڪيترو لس سهڻر ڀاسندا آهن!

* دک جي روپ ۾ جڏهن پرڀو هلش وٽ اچيٿو،
تڏهن انجو ستڪار ڪرڻ بدران، هو رڙي ٿو،
اُن سان رهاڻ ڪرڻ بدران،
ڪيس پدبلجي چڙڏر ميڙاڪي جي ضرورت رهي ٿي.
پدبلجي مهت کان دڇي ٿو هو جڪ!

٥ ”شل سلساري پدارٿن مان سنتوش نه پائين.“
إهو مهش ڪي وردان هليل آهي پر ڀوءَ و نان!

* ڪولسيءَ جو آڪار ڏس،
چر پر ڏس،
انجي اڏرچائي مثال ئي وئي آهي ماڻهوءَ لاءِ!
۽ اِنسان؟
اکيون کليو پيو آسمان ڏي نهاري!

1097/4, Ulhas Nagar _ 3 (421003)

## ٻـوُر

ڦتن ٻرسواڻي

* جيسين آدمي وڏي دک مان نه گذريو آهي،
تيسين-انهي دک تي ٻه سٽدس دانهن جاري رهندي!

* ٻمبئي ۾ چـڙيا - گهر صرف راڻي باغ ئي نه آهي؛
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سو سو پڃرا لٽڪيل آهن -
هـي مـاڊرن فليٽ!

* اڙي پـاڳل، هـيءَ رام راڄ، ته نه آهي،
جو هڪ ڌوٻيءَ جي نندا ڪرڻ تي،
رام پنهنجي پياري پتني سيتا کي به،
تياڳڻ لاءِ تيار ٿـي ويو هـو!
پارٽ پالي ساڳيو هجي،
پر رام ته راڄا ناهي هاڻي!

* سيتا تـياڳڻ سان ڦل ٻـه ڪيڏو نه ملي!
جن جـي نگاهن ۾ آدمي وڃي پئو،
وڌيڪ آبـرودار ۽ مهان ٿيندو،
۽ اڳلو پنهنجيءَ ئي نظر ۾ پاڻ جهڪيو وڃي!

* باهه ئـي بـاهه کي وسـائيندي آهي؛
پـاڻـي نـه!
پيٽ جي باهه، ڪاڻ وسائي؛
ڪروڌ جـي اگني، هنسا سان ٻجهي،
جلسي آگ، سرير جي گرميءَ سان لهي!
پـاڻي ...... پـاڻي .... . پاڻي،
الـاهه جـل!
پوءِ به تو شڪائن سنڌي اڄ ڪين ٿي ٻجهي هاءِ!
تياڳ ـ جو امرت منائي اڪي شايد!
ڪير ٻـڌي،
ٻهي کي خراب ليٽ ۾ ويڙهيل ئي ڪين لـڳندي آهي!

# ٻـہ ڪوتائون

گرداس آهوجا "آجيہ"

غمگين
ـيءَ ڪـان بيزار
ڳهي
آچڪلهہ جـو
اير ڪا
/ ڪپت
/ موهہ / ترشنا
سر تي سوار
وسي سپاءِ، ڀُسي ڀنيان ٻ ءَ .
و ئي ڀـاڻ ۾ ڪمي
س جـي / شردا جـي
نـہ آهي شانتي
ي جـي ساگـر ۾
ڀيو آهي اِنسان
ري ٿـي تـہ
آهـي اڄ جو

****

ط ڳـوڙهن سان
ٿـو هلڪو ٻار من جو
هہ ڪجهہ (سمورو نہ)
ڪاڻ تـہ
جـو ڪوبہ آلت
آهي
هون پوءِ ڏينهن ، دک
ن ٿـا وڌندا
ن ٿـا وڌنـدا ؟

ڪجهہ ڪجهہ (سمورا نـہ)
ڳوڙهن ڳاڙهڻ سان
ڪجهہ ڪجهہ (سمورو نـہ)
بـار ٿئي ٿو هلڪو
مـن جو سمورو بار تہ
هلڪو ٿئي ٿو تڏهن ،
جـڏهن ۽ وهائن ٿا
آنسون مـاڻهو
اِنسان لاءِ .

---

( آنڌل صفحو ٢٤ )

٨ـ بن گيان نہ ملي ٿي چاڻ
ڪري ڀـل جنگهل غـفا ۾ ڀچن
سهي ڪشت ڪري ديها تي دمن
پلي پڙهي ڪوبہ ويد پراڻ
بنا گيان نہ ملي ٿي چاڻ .

٩ـ گيان جو هنڌ سنئو آ ستسنگ
رک ويساهہ ڪيا تي عمل
مٽي من جو او دوش ۽ مل
ڪامل مرشد جو لڳي ڪو رنگ
گيان جو هنڌ سنئو آ ستسنگ .

١٠ـ بتائي ٿو گرو سم درشٽي
پنـهج و ڪار پـوکن ٻڌائيءَ ٻـج
نقل نہ ڀائن تون تہ آهين نـج
مايا ڪان ملي ٿي نورٽي
بتائي ٿو گرو سم درشٽي .

# گيت

ساوڻ جي رت آئي،
مستي ڇانئي.
بوندون برسن، بجليون ڪڙڪن،
ڪڪرن موج مچائي.
مستي ڇانئي.

١- قدرتي جهومي، انبر جهومي،
ڏاڍو ڏار ۽ بن بن جهومي،
هير ٿڌڙيءَ جي جهونڪن آندي،
ڪٽ ڪٽ ۾ سرهائي - مستي ڇانئي.

٢- جهڙ جهولن نازڪ ناريون،
ڳائن گيت مٺا متواريون،
ناچ نچن ايون من موهين ايون
سرڳ پريون هرجائي - مستي ڇانئي.

٣- مور نچي او، ديل نچي لي،
من جي چنچل ڪلي ڪلي ٿي،
ڪنهن جي منڙيءَ ياد اچي ٿي،
من جي تپت مٽائي - مستي ڇانئي.

٤- ڪويل ڪو ڪو گيت ٻڌائي،
پنڇي ۽ مکڙيون ڪيئي جاڳائي،
آريون، گل جي چپن چمڻ لاءِ،
ٻڌهمڇ جيلاءِ جهڪائي - مستي ڇانئي.

٥- تال سديون ٻرجي ويا سارا،
جوهه لهر جي ڪنيا ڪنارا،
راڻ نه ڪن ڪا، ڪڪر تڏهن ٻي،
اها وسط جي وائي - مستي ڇانئي.

٦- وهندي هر شئ ڪئي مٺائي،
قدرتيءَ پاتي ساڙهي سائي،
ڪارن ڪڪرن وسي وسي آهه،
جڳ جي پياس بجهائي - مستي ڇانئي.

ڪيمن پو. مولاڻي ٨ نمبر ١٣٣/١٣، پڙا اڳڙهه، بوپال - ٣٦٢٠٣٠

# نئين ڪوتا

سياهه گهاٽن گهاٽن بادلن کان
ڪارو آسمان ڏسي به
گل ٽڙيل آهن
۽
ڪلين جي چهرن تي به مسڪراهٽ
نمايا آهي
ڪين نه ڊپ آهي طوفان جو
نه گجگوڙ پريل وسڪارن جو
۽ نه وري ڪنوڻ جو
سندن تازگي برقرار آهي
ان آشا ۾ ته
ان گهڙي جو وارو اوس ايندو
جڏهن بادلن کان بکيل سج جو
هڪ نه هڪ ڪوٽو
ظاهر ٿيندو
۽
اسين روشني ۾ ايندا سين
پوءِ اسين زنده هوندا سين
يا نه هوندا سين
پر اسان جي سرهاڻ
سواس کڻندي رهندي هوندي

موت لاءِ به ساڳي سياهي آهي
منهنجي هڪ هڪ گهڙي
پتجهڙ جو پن بڻجي چڪي آهي
۽
مان پنهنجو منهن سجائي
خدا کان عطا ڪيل
سوغات کي آتياچار
تسليم ڪريان ٿو
مان چاهان ٿو
سدائين زنده رهڻ ۽ ڪجهه ڪرڻ
ٻئي هڪجهڙي جا حصيدار آهن
ته به مان پنهنجا هٿ لڪائي
ڪڏهن وقت بادلن تي ڏوهه مڙهيان
ته ڪڏهن مهل طوفان ۽ ڪنوڻ ڏانهن
آڱر کڻان ٿو
بهر حال مان پنهنجي
ساڳي جڳهه تي اچل بيٺو آهيان
جتان پيا ڪيترائي
رڙيون ڪندا ڪندا
هليا ويا

**گهنشيام ساگر** B-97/1، ڪبير نگر، احمد آباد - 382340

## غزل

١. اڏامي اڏامي ويندو سان ۽
هوا سان ڳالهيون ڪندو سان ۽

٢. مٺڙن سلهڙو ماندو ۽ ماندو آهي
پڇيءَ وانگر اڏري ويندو سان ۽

٣. هر پل ڪهاڻا اٿي ته پل ڪهار
له ته خلا ۾ اي نه ملندو سان ۽

٤. مرڪ لڙڪ ونڊڻ آيو آهيان
پريم پريت جي ڳالهه ڪندو سان ۽

٥ او چري، او چري وقت اٿي ته
چاهت جو ڏک بيٺي ويندو سان ۽

Raj Medical Store, Doulat Ganj; Lashkar, Gwalior–474001 (M.P.)

## غزل ڊواڻ "راهي"

١- تنهنجي مرڪ پچائا پانيم ۽ مون ۾ آهن جيڪو تون
آئيني ۾ جڏهن نهاريم پنهنجو عڪس ۾ ياتو مون!

٢- اڄ فرست ۾ چاچهم ويٺي،
تنهنجون جونئون تصويرون
مولکي لکو ته تن ۾ آهن، منهنجي روپ جون ريکائون!

٣- منهنجي هستيءَ جو ڪجهه حصو
تو سان ڪڏ ويو ڪري ڪري
تنهنجي هستيءَ جو ڪجهه حصو
پنهنجي اندر سانڍيو مون!

٤- رستي ويندي ڪاله سڏيو ڪنهن
مون کي تنهنجي نالي سان
مونکي واسي ويڙهي ويئون تنهنجون
سارون ۽ سوچون!

٥- منهنجي دل جو درپڻ ٽوڙي آخر توکي پڙ پيو چا؟
آئيني سان گڏ تنهنجي پڻ
مورت لٿي سهرون سهرون!

6, Sawar House Shri Nagar Road, Ajmer – 305001

# "سرخاب"

جهمون چڳاڻي

او سرخابل ڏي پر پنهنجا
اُڏيري سنڌ ڏهڻ ٿو چاهيان
تون رڻ پٽ ڪڇ جو رهواسي
پاڻ مثل ڪر همت منهنجي
سنڌ ڳهڻ لاءِ ڪونهه ملي ٿي
مون پيارن کي ويزا سولي

راتون رات اُڏي رڻ پٽ مان
رسندس ٿر بر ۾ ڏسجانءِ تون
ملندس پنهنجن مارُوئڙن سان
جهرن جهنگن ۽ جهانگيئڙن سان
سنڌو سنڌي پٽ ڏسندس مان
گهورن جيڪي جند، سنڌ تان

ٿڪ پڇي پوءِ اُڏيري ويندس
پٽ ڏٽيءَ جي پٽ تي ايندس
سيس نوائي اڳتي وڌندس
ڦليليءَ مان هڪ ڍڪ پيئندس

دنگر جو ٻه شوالو ڏسبو
اُيل زبون حوالو پسبو
گهمندي گهمندي اڪر ڪنجي تان
چمندس گهر گهر جي منگهه کي مان

هند ۾ مس مس آ ماڻهن جي
وطن وڇوڙي دل آ چيري
سرد هوا ڪشمير جي ايڏي
ڳوليون ٻم ڪشمير اڻٽي پهو
چرڪي ٿو هر ڪو ڪشميري!

Block "G" 1, Ram Laxman Niwas, Bairagarh (Bhopal) M. P. 462030

# غزل

## ڪيمن سانگانيري

(١) اصل ڪان اسانجي آهي سودن سان محبت ،
زماني ڏنا ڪهاءِ ، ڪهڙا تہ چا ڏيو ؟

(٢) شڪايت ڪڏهن ڪين ڪرڻي آهي ،
لڳا پو (ء) زبان تي ، پهرا تہ چا ڏيو ؟

(٣) اڳيئي مٺائي ڇڏيو ملهن تہ پلهلڇن ،
بدلجي ويا اڄ جي ، چهرا تہ چا ڏيو ؟

(٤) ڪلڏن ساٿ لئي ويو ، بهارن پر رستو ،
لڳن گل بہ ڏا اڄ جي ، ڪهڙا تہ چا ڏيو ؟

(٥) لهائي اسان دوستي پٺ خزان جي ،
گلشن ويو ٿي جي ، صحرا تہ چا ڏيو ؟

(٦) حسن تي لہ هرکي ، ڪڏهن دل اسانجي ،
ڪٽي ويس پائين ، سڌهرا تہ چا ڏيو ؟

(٧) صبر پر رهئي آ ، ۽ رهندي عقيدت ،
جي ڪن پيا خطائون اُپهرا تہ چا ڏيو ؟

(٨) چپ چاپ ڪيمن سڌو (آ) لڱون ، سهون پيا ،
زمانا پيا ٿي ، جي بهرا تہ چا ڏيو ؟

...klani Clinic, Inside Malpura Gate, P. O. Sanganer (Jaipur) 303902

# وڏڙن جو ورثو

## ٽيرٿ هنگوراڻي پريتم

ڦلي ڦولي شال مهنجي، مٺڙي سنڌي ٻولي،
رهي نه رهي دنيا، پر جيئي سنڌي ٻولي!

١. ٻولي سنڌي جا سنڌيت جو ساهه آهي،
شان تنهنجي جاتيءَ جو، آهي سنڌي ٻولي.

٢. ڪوئي ٻڌائي، ڪوئي مولڪي سمجهائي سگهي،
ڇڏيان ڇو لڪڻ مان، سلوڻي سنڌي ٻولي،

٣. اڄ تہ ملي ڳايون گيت سنڌيءَ جي وڏائي جا،
پراڻن جنن پراچين آهي، جا سڀاڳي سنڌي ٻولي.

٤. دور ديسن ۾ اڄ وسي ويا آهيون سنڌي،
وشو جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، ڦهلايون سنڌي ٻولي!

٥. ديس جي آزاديءَ ۾ اسان، ڪير سواءِ سنڌ و ديس،
اُنهيءَ مٺڙي ديس جي، نشاني آهہ سنڌي ٻولي!

٦. ڪجهہ تہ ويچار سنڌي، تنهنجو وجود ڇا رهندو،
جي وهندين وساري تون، سڀاجهي سنڌي ٻولي!

٧. هلائي جبري هلچل، ڪر وڏي واڪي بلند نعرو،
فخر اٿم سنڌي آهيان، اٿم پياري سنڌي ٻولي!

٨. ويل اچا ويئي ناهي، سنڌ ليءِ سڄاڳ،
وڏن جو ورثو سمجهي، سنڀال سنڌي ٻولي.

٩. سنڌي زنده آ، تہ تون بہ زنده آن "پريتم"
مرده دل ٻڌي جمري، نہ تون مار سنڌي ٻولي!

1/14, Versova View C.H.S. Four Bungalow Road, Andheri (W), Bombay 58

# زندگيءَ جي شام

ديوت هنگوراڻي (پريتم)

زندگيءَ جي شام همسفر، اچڻي ٻڍاپو،
جيون ڀر جو سهارو ساٿي، اچڻي ٻڍاپو،

١. كر نيڪ كرڻ لاءِ، مليو آهه ماڻهو جنم،
ڪٺن منزل آزمودن جو پڙاءُ، اچڻي ٻڍاپو.

٢. مستيءَ جواني مستيءَ ۾، وساري دل ويٺين،
رهبري لاءِ احساس ڏين، اچڻي ٻڍاپو.

٣. ٻڍو ٿيو آهه جوان تون، جي اٿي حوصلو سلامت،
پلجي ٿو نه سمجھه، ٻوجو زندگيءَ ۾ ٻڍاپو.

٤. ٿو لي خٿي من، ڪڏهن اي ٻرڻ اوسٽا كان،
جو چمڪ جي آخرين منزل اچڻي ٻڍاپو.

٥. ٻڍاپو آهه نعمت، عمر ڀر جي هل هلان لاءِ،
سرير ڀرائيءَ جي ساٿي، اچڻي ٻڍاپو.

٦. ٻڍاپو ناهه مصيبت، عمر وڏي ته راحت،
پرچائين نيڪي بديءَ جي، اچڻي ٻڍاپو.

٧. زنده دل سدا لاءِ، جهان ۾ زنده رهن ٿا،
زنده دل انسان كان، ڀڄي ٿو پري ٻڍاپو.

٨. ٻڍو هوندو سوچ ۾ ٿي، جوان دل وٺ "پريتم"،
لڏهندو هرڪو جهان مان، پر امر آهه ٻڍاپو!

7/14, Versova View C. H, S. Four Bunglow Road Andheri (W) Bombay

# نظم

لڪشمڻ نردوش

ڇا ايندڙ يگ جا هي اهڃاڻ؟

١- اڄ اُگهاڙا پيٽ پٺيءَ سان چاڪي پاتل
اُپٽم ٻچڙا بدا ڪيهر جي ڇاتي لاتل
هلندي لـدوليون ڪن مروان - جن ڪي چنجي آو انسان
ڇا ايندڙ يگهه يگ جا هي اهڃاڻ؟
اهڙو ٻيچاريندڙ اڄ آهي - ايندو ڪهڙو سنهري سڀاڻ

٢- ڪو پر ڪڻورو جهريل جهوپڙيءَ جنري ڪهاڻي
جهلي ڀُ چاٽي جا اُس ڪي ٻيا وسندڙ پاڻي
ماڻهن ڪهر ليا مرڻ ۽ ڪاٽ - وڪامي عصمت روٽيءَ ڪاڻ
ڇا ايندڙ يگ جا هي اهڃاڻ
اهڙو ٻيچاريندڙ اڄ آهي - ايندو ڪهڙو سنهري سڀاڻ

٣- رستي وچم لوٽ لاوارث ڪتن جـي ڪاڌل
رات حادثي ۾ مئو آهي ڪو اڻ ڄاڻل
پر فنه ڪنهنڪي ليو ارمان - فوٽ پاٿن تـي وسيل مساڻ
ڇا ايندڙ يگ جا هي اهڃاڻ
اهڙو ٻيچاريندڙ اڄ آهي - ايندو ڪهڙو سنهري سڀاڻ

٤- لـنڊيءَ سهاري پهو ليلا ئي نهل شرير
ذات آدم جي دولت ڪوئي جلهنڪي فقير
هرڪو پورن ۾ غلطان - پوئي رهيو سودن سامان
ڇا ايندڙ يگ جا هي اهڃاڻ
اهڙو ٻيچاريندڙ اڄ آهي - ايندو ڪهڙو سنهري سڀاڻ

٥- دليون درد ڪان وانجهيل - ماڻهو ڏسن ماندا
سهنديون ۾ سهندڙ جي عيوض پسجن ٽانڊا
پنڪن راهن ۾ طوفان - صبح سڃان راتيون ڏنوان
ڇا ايندڙ يگ جا هي اهڃاڻ
اهڙو ٻيچاريندڙ اڄ آهي - ايندو ڪهڙو سنهري سڀاڻ

سرسوتي سدن، نهرو ڪالونيءَ بالوترا - ٣٤٤٠٢٢ (راجستان)

## غزل ١

دردن ۾ گذاريو آ هر غم کي لڪايو آ،
سينو ته ڏسو منهنجو زخمن سان سجايو آ.
هر واٽ کان واقف آهي هر راهه کان روشن ٿي،
منزل جي طرف پنهنجو هر قدم وڌايو آ.
يادن جا ڏيئا ٻاري راتين جي خموشين ۾،
تنهنجي ئي طلب اندر دل پيار جڳايو آ.
دنيا جي نشانن جون ڳالهيون نه ڪريو مون سان،
مون دل جي خواهش کي هردم ئي پڄايو آ.
ڪا ٻات ٻڌان ٿو مان سڏڪائي پريان ٿو مان،
پي آنسون اندر پنهنجي لڙڪن کي لڪايو آ.
مدهوش مستيءَ ۾ هو خيال منهنجو ”بيرس“،
توکي مون ڏٺو جڏهن مان هوش ۾ آيو آ.

## غزل ٢

مون ته سمجهيو هو سڀ ٻاب بدلجي ويندي،
زندگي توسان ملي منهنجي سنور جي ويندي.
ڏور کان ڏيئي، صدائون ٿو پڪاري ڪوئي،
دل آ مجبور ڪٿي منهنجي ڏهلجي ويندي.
زندگي تنهنجي يقينن تي رهي آهي زنده،
اگر ڏيندي نه سهارو ته ڪو ڏترجي ويندي.
ٻه رکيو خيال ڪڏهن هو مون حقيقت جي طرف،
انهن ته سوچيو هو مون تقدير بگڙجي ويندي.
هر خطا ياد اچي پنهنجي اُسي مونکي بيرس،
آهي دل ڪاڻي خطا ڪڏهن سنڀلجي ويندي.

# غزل

هوتو سنڌو پياسي

هلي تحريڪ اُٿي سنڌ ۾، سدا آزاد سنڌ ٿيندي !
دعا منهنجي هوائن ۾ ملي سنڌ ديس ۾ ويندي !

وطن جا وير جاڳي پيا وطن جي آن جي صدقي !
لهو رنگ لائيندو تن جو، سدا سنڌڙي ٻُڌي جيئندي !

مرڪي موت کي ڪيڪار، ڪن اڄ سنڌ جا سورهيه !
مصيبت ڇا سنڌين جو، هر هميشه خون ٻُڌي پيئندي ؟

جيئي سنڌ جو لڳو نعرو، ٻڌو ۽ ٻار گرجي ٿو !
جوانن جي جگر ۾ جوش جي، جوالا ڏنم ٻرندي !

ٻڌون ٿا سنڌ ۾ سسئي، ۽ مومل ماروئي جاڳي !
ڪلي سان موت جن لاتو، حياتي تن جي آ ٿڙندي !

اسين بيوس ٻڌي هٿ هند ۾، جيجل کي ساريون ٿا !
اکين مان لڙڪ جي ڌارا، ڏسون ٿا هٿ سدا وهندي !

ٿو ٽڙڪي هٿ جسم منهنجو، لڙان مان ڪاش سنڌڙيءَ لئه !
سنڌوءَ جي ٿيچ الم پيٽي، اها حق پنهنجو آ گهرندي !

ڏسان غير کي پٽ سنڌ مان، ڪڏهن لوڏي سنڌي جوڌا !
سنڌين جي پوءِ دنيا ۾ حڪومت شان سان هلندي !

حصو آ خون ۾ سنڌ جو، اسانجي خون ۾ "پياسي" !
ڏيون کهوري اسين ڪجهه، سپاتر سنڌ تڏهن چوندي !

A-303, Shankar Nagar, Kagziwada, Jaipur - 302002

# زندگي - زندگي

ايشور آنچل

( ١ )

زندگي جو اهڙو آهي سٽ ملجهيو
جنهن کي سلجهائڻ نه سولو ڪم ليو
ڪلهن نه اڄ تائين آ اهڙو ڏس ڏسيو
جنهن سان سلجهي زندگاني جو سڳو
فيلسوفن پڻ هلايو وس گهڻو
سٽ ته سلجهڻ جي عيوض ويو الجهندو.

( ٢ )

سوچيان ٿو نيٺ ڇا هي زندگي
سختي پٿر جي. يا شبنم جي نمي
ڦول جي پتي يا هيري جي ڪڻي
سج جي گرمي يا ٺاڍل چانڊاڻ جي
شمع جي لو يا ڪا اڪيليءَ جي ڇپي
فڪر مڙدن جي هلي پڻ ڪا نٿي

( ٣ )

اڳيئي پر زندگي آ اهڙو خواب
جو حقيقت جو فريب آ ڪامياب
ڪن جي لاءِ خوش خواب ڪن جي لاءِ عذاب
ڪنڊن سان وڪوڙيل هي گلاب
... جهلڪو فاني آ شباب
... ٻيو آ سڳري ساريڪ باب

( ٤ )

آدميءَ جي نيٺ ڇاهي انتها
۽ سندس لئي هئي ڪڏهن کان ابتدا
روح کي حاصل اگر آهي بقا
جسم پڻ ڇو ڪين آهي لافنا
ڇو ٿي ڏيئي دنيا لڳي هردم نئين
جا يگن کان ٿي اچي هلندي سدا

( ٥ )

ايم جي آهي ڪرڻ ڀوڳڻ ٿيو
ڇو ڪيو هڪڙي جو ٻوڙي ٻو ٻڏو
ڏاڍي ڏاڍي تي اگر سڀ جو رکيو
ڪن کي ڪهڙي ٻي ڇو نه ڪائنات ۾ مليو
ڪن جڏهن ڀرپور جيون کي جيو
ڪال ڪنهلڪي وقت کان اڳ ڇونيو

( ٦ )

وقت کان ڇهونو حياتيءَ جو سفر
آهي اڻڄاتي اهڃا سا رهگذر
ڪي چون هي آهي جوڻين جو چڪر
ڪي چون هي حادثي جو آ اثر
پر اچي هر ڪو هتي ٿو بي ثمر
۽ وڃي خالي هٿين هر ڪو بشر

15, Ambrat Tower, Near Prabhat Talkies, Ulhas Nagar-421005

## غزل-١

سڀ سان ساٿ نڀائي رهجي !
دل کي دل سان لائي رهجي !
چغل خور - چمچا چوڌر آيا،
منهن تي تالو لڳائي رهجي !
گنهگارن جي بستي چوڌر،
معتبري کي نڀائي رهجي !
لاڙ ڪوڙ پرجا تنتر جا،
سر تي سڀ سهسائي رهجي !
سياست ڪنهنجي سالي ناهي،
خود کي هي سمجهائي رهجي،
بي چهرن جي ڀيڙ جي وچ ۾،
خود جو چهرو بچائي رهجي !
جيون عجب تماشو آهي،
اُن ۾ پاڻ رمائي رهجي !

## غزل-٢

خود جو قاتل، خود ئي سڀٽو آهي،
خود جو منهن، خود کي ئي ڏسڻو آهي !
خود جو همت ئي، خود جو ايندو سهارو،
ٻئي جي همت جي لاءِ نه تڪڻو آهي !
جيون وهندڙ ڌارا آهي جل جي،
لهوارو - اوڀارو ترڻو آهي !
تر ۾ ويهي، اُڇائي لهرين ڇو ٿو ؟
چڙهڻو الئي ؟ ڇنئي ڏي - چڙهڻو آه
ڪڙ ڪٽڻين جي شهر تي رات نه ڪٽڻ
رات ڪٽڻ لاءِ دل کي جلڻو آه
خود ئي سڙه سڀاڳ، ڏسين ڇو مانجهي ڏ
توکي ئي اڄ پار پهچڻو آهي !
شعر نه ايندو آهي خيالي ڪسرت،
ڀوڳيل کي اظهار نه ملڻو آهي !

سرڳواسي آشا درگاپوري ١٣٢، راجا پارڪ سنڌي ڪالوني، جئپور - ٤

---

## پنهن جي ٻولي

ڪيئن وساريو پنهن جي ٻولي
مٺڙي ٻولي پياري ٻولي
سنڌي ٻولي
جنهن ۾ ماءُ ڏني مونکي لولي

ڪيئن وساريو سنڌين جي ٻولي
لکو پڙهو - پاڙهيو ۽ ڪتب آڻيو
پنهن جي ٻولي سنڌي ٻولي
جنهن ۾ ماءُ ڏني مونکي لولي

نانڪ

# ( غزل )

ڀڳوانداس هوش

— ميٺ وانگر ڇو رچان ٿو هر گهڙي ؟
ٻي سبب ڪيڏو ڳران ٿو هر گهڙي !

— سچ جلائي ٿو جسم سڀ جو مگر ،
چانڊوڻيءَ ۾ ڇو ٺران ٿو هر گهڙي ؟

— آرسيءَ ۾ ٿو ڏسان خود کي جڏهن ،
اولڙي وانگر لڇان ٿو هر گهڙي .

— گهر جون ديوارون رکيم مضبوط پر ،
ڪلهن نہ ڪڏهن ڪان ڇو ڏڄان ٿو هر گهڙي ؟

— ڇو سوالن ۽ جوابن جي پنيان ،
ٻاڻ کي الجهي رکان ٿو هر گهڙي ؟

— هن ڪناري ڪڏهن نہ ٿو اڄڙو ڏسان ،
پوءِ بہ پهچڻ جو ڪهران ٿو هر گهڙي ؟

— مان جيئڻ جي چاهہ ۾ جيئندو رهيس ،
تہ بہ جيان ٿو ۽ مران ٿو هر گهڙي .

— دل نہ ورتي ڪنهن ڪڏهن دلدار ٿي .
مان ڇو سڀ جي دل وٺان ٿو هر گهڙي ؟

— هوش کي بيهوش پي ڪي ٿا چون ،
داد اهڙي تي کڻان ٿو هر گهڙي .

557, Jawahar Colony Sardar Nagar, Ahmedabad - 382475

# غـــزل

عشق اکين جو ٻيو آ پيارا صرف تسلي آ دل کي
عاشق جي دل تي ڇا گذري ڪھڙي خبر سا قاتل کي

١- سمجھ هميشه ساٿ نه ڏيندو - وقت بدلبو رهندو آ
ڇا ٿيندي آ وقت جي قيمت - ڪھڙي خبر سا غافل کي

٢- ڪڏهن ڪلهن سانوڻ مان سک پاتو - ڪھڙي ڪھڙي ٻون ۾ ٻڏي
آهي ضرورت ڪڏهن ڪي ڪيڏي - ڪھڙي خبر سا بادل کي

٣- پار نديءَ جي پهچڻ خاطر - ناو نماڻيءَ ساٿ ڏنو
ڪا پهتي، ڪا آٽڪي پيئي - ڪھڙي خبر سا ساحل کي

٤- نچندي نچندي جسم فدا ٿيو - آهي نرتڪي وياڪل ٿي
نازڪ پيرن تي ڇا گذري - ڪھڙي خبر سا سنگدل کي

٥- پيرن ۾ پنجي ويا ڇالا - هلندي هلندي ٿڪجي پيا جي
آٻڙ کاٻڙ رستو ڪيڏو - ڪھڙي خبر سا منزل کي

٦- ڪلڪ ڪلڪ جو طوڙ طريقو - سڀ ڪنهن جو آ پنهنجو يار
ڇا ٿيندو آ دنيا جو غم - ڪھڙي خبر سا پاڳل کي

رچيندڙ - ساڌو موتيرام "سائل"
FA 27, Jawahar Nagar, Jaipur _ 4

# قومي ترانو

مرچومل سوني، نيا بزار، اجمير

كاليداس جي مور مڪٽ ۾ چمڪي چنڊ سمان،
اسان جو ڀارت ديش مهان!

١- گنگا لي هٿ امرت اوتي - جمنا ڪل ڪل ڳائي،
گيت سرسوتي جي ڌارا - جهيڻي جهيڻي مسڪائي،
گهاٽ گهاٽ ويدن جي واڻيءَ جو گونجي سهڪان،
اسانجو ڀارت ديش مهان!

٢- جهرنا جهر جهر گيت سڻائن - واديون سر گونجائن،
کيتن ۾ انا ساوا ساوا سونا سنگ لهرائن،
ڪٽ ڪٽ جاهدو آهي قيمتي مٽي سون سمان،
اسانجو ڀارت ديش مهان!

٣- هندو مومن سک عيسائي - مالها جا سڀ موتي،
مندر مسجد گردواري ۾ - جرڪي هڪ ئي جوتي،
سڀني ڌرمن جو سنگم آ پيارو هندوستان،
اسانجو ڀارت ديش مهان!

٤- جنهن جي مٽيءَ ۾ پيدا ٿيا - نهرو سڀاش گانڌي،
پنهنجي سر سان ڪفن ٻڌي جن - هئي آزادي آندي،
وس سان رکجي تن مهڪائي ڌرتي سرڳ سمان،
اسانجو ڀارت ديش مهان!

## آحسان

آحسان ڳڻين پنهنجو تو ٿئي جو بہ تہ ڳڻ ،
آندا تون ڪلر يار! تڪڙ ۾ تہ نہ ڳڻ ،
آحسان جو آحسان ٿو لاهي هرڪو ،
آحسان - فراموشي وڏي آهہ ڏٻڻ .

## پراڏو

ڏينهن رات پراڏائي پراڏا ٿو ٻڌين ،
اِن لاءِ تون هر هر ٿو ڪلين ۽ روئين ،
هرگز نہ پراڏن ڪان ٻڌجي وچ ٿيو جو ،
تون خود ئي تہ ڌرتيءَ تي پراڏو آهين .

## آحسان

پنهنجا ئي ڪيل مون تي ٿو آحسان ڳڻين ،
۽ دل جي تون دفتر تي ٿو ڏينهن رات لکين ،
مون ٻي تہ ڏني موٽ آ احسانن جي ،
پر پاڻ ڪي گهٽ دوست! تون ڇا لاءِ ڪرين !

## ڀڳوان

هٿن سان مٽي ڳوهي ٿو پتلو ٺاهين ،
ڀڳوان جو نالو رکين ، جيڪو چاهين ،
اُن جي ئي اڳيان روئين ۽ ٻاڏائين ٿو ،
ڏک - درد مٽائڻ لاءِ وڃين ٿو ڏاهين .

30, Pinky Villa Subhash Park, Airport Road, Baroda - 390006

# زندگي

سرڳواسي ڪرشن لعل سجاج ”پرديپ“

صبوح کان شام تائين
ملن ۾ ورهايل زندگي
اسين جيئون ٿا
ٻاهران پسريل پسريل
۽ اندران خالي آهيون!
ڪرڻن جي درشن سان ئي
آفيس جي تياري!
هيڪو ڪجهه پڪو نصيب ٿيو، سو بس
۽ بس اسٽينڊ تي پهچون ٿا
جتي هر پل
پراڻهوا، پاشاوا جو نڌون احساس ٿئي ٿو
ڏورو پريو هٿي ڪري
پارتيتا جي وسيع ويچار ڌارا کي وساري
خانداني پراڻهوا ۽ پاشاوا جي تنگ دائري ۾ بدل
پنهنجي پنهنجي تصور جي آڌار تي
مهارتون جوڙيون ٿا!
”ڪيو“ جي پابنديءَ کان پريشان

جڳهه همت ڪرڻ خاطر
اسڪولي ٻارن جيان
شور گوڙ مچايون ٿا
ڌانلن ۾ ونڊريل
صاحب جي جهڙپ کان هيسيل - ضريل
ڪرسيءَ تي براجمان
منٽ - منٽ پوڳڻا پوڳيندي
پنهنجو وڃايون ٿا!
پنهنجي اندر ۾ هر پل
ڪهت - ٻه ساڻ جو
احساس ڪريون ٿا
بس اسٽينڊ
قائيل
ڪٽلٽين
۽ ڪوارٽر ۾ ڪوريل
زندگي! هي زندگي!! هيءَ زندگي!!!
ملن ۾ ونڊيل زندگي
هيءَ زندگي جيئندا رهون ٿا.

82, Bajaj Niwas, Ulhas–Nagar 421001

# هڪ گيت پيار جو

هيءَ ڪوتا اڄ صدي کان به وڌيڪ پراڻي آهي. ١٩٣٧ ۾ جڏهن مان ڪاليج ۾ پڙهندو هوس، تڏهن مونکي هڪ ڪوتا پڙهندي، هن ڪوتا لکڻ جو اُتساهه مليو هنجو فارم به مون انگريزيءَ تي ڪليو آهي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هيءَ هڪ نئون فارم آهي جنهنکي مون اڄا ڪوبه نالو ڪونه ڏنو آهي الائي ڪئن، هي ڪوتا اڻ ڇپيل رهجي ويئي

وزن – مستفعلن – مستفعلن

١- ويو الڏاڻ سورج ڪري،
تو سانجهه جو ويلو ٽري – اولهه ۾ ري مشعال لال،
آ عرش تي تارو تري،
هر ڪو پکيڙو گهر وري. – ڪومائجن گل لال.

٢- هيءَ ويل تو مون لئه ٻٽي،
مون انهيءَ لاءِ وٽي – تون تن اچ آغوش ۾،
گل ڦل نستل نملدا ڪٽي
ٻونن مان پاڇولا ڇٽي – پريمي ٻڪيندا پوش ۾.

٣- آهيون نه هن سنسار ۾،
يا زندگيءَ جي جار ۾ – هر دم چٽل چڪتاڻ کان،
نت پريم پوتر پيار ۾،
ان جي عجب اسرار ۾، تيون پاڻ پاسي پاڻ کان.

٤- وٺي روشني ۽ اونڌهه مڙي،
تون آءُ، گلشن ۾ گهڙي – اُلڪو ڇڏي، وشواس ۾،
دل جو ڪنول پوتدو ٽڙي،
پڻ چندرما پوندو ٽڙي – تو مون مٿان آڪاس ۾.

٥- دلگير مير آهي تڪل،
گلڙن جي خوشبو ۾ پلل – من ماڪ جي آلاڻ ۾،
ڦلواڙ سارو آ ستل،
آ پيار جو ڏن جهان اڪل – سرهاڻ ۾ چانداڻ ۾.

هري دلگير
17 Maitri Ward 3-A, Adipur Kutch 370205

"گوورڌن شرما گهايل"

# غزل

— اڳي - اڳي نهار تون، وري وري پڪار تون،
پرين پوي ته لڳاءِ بس، رڳو اڪر ڌار تون.

— ٻنان علت ڏي ڪڏهن ٻيءَ پڇي ڪو ماڻهو سکهي،
اُسي اِرادو جي اُٿل، ضرور لهندين پار تون.

— جتي وڃن اُتان ڪٿي اچڻ ڪٿي جون سو ڪڙ يون،
ٻنان ڪٿي نه آهه ڪو، نه ڳالهه سا وسار تون.

— اگر مراد آهي اِها ته سڀ سدا سُٺا هجن،
اول - اول ته پاڻ کي تپاس ۽ سڌار تون.

— ڏسي، ٻڌي ۽ هر جڳهه سدا رڳو صبر هجي،
نهار ۽ پڪار تون، پڪار ۽ نهار تون،

— ٻهار ٻر جي تباهه ناهه سو نه ٻهار ٻهار آهو،
ڇلڪ ڪڇڪ، لڇڪ ٻڌان، وقت پيو گذار تون.

— نه ڪاٽ ڪڍ، نه موهه رک، نه اوڀ ڪر نه آئي ڏکي،
ملي اِهو اکين رکين، مزي سان وقت گهار تون.

# گيت

هو شيار ....... خبردار ... ....
مشڪل ٻر او ماڻهو! ڪٿ تون همت جو هٿيار،
هو شيار ....... خبردار .......

١- اڄ آهي جي آڪڙ واري تيز هوا طوفاني،
ڪجهه نه بگاڙي تنهنجو سگهنديون ئي ٻڙ ڇهون ٻر پاڻي،
زره ڪٿي هل زبرڪ واري، همت مور نه هار .......
هو شيار ....... خبردار .. .

٢- روشن راهه جي ناهي تنهنجي ٻر نه سرد شوڪارا،
اڳتي اڳتي هل تون لهندءِ نگهبان هي تارا،
ڪمزورين کي ياد نه ڪر تون مقصد ڪڏهن وسار ....
هو شيار ....... خبردار ....

٣- ساههون ڏس ۽ اچي ڏسڻ ٻر تنهنجو منزل ماڳ،
غفلت کي ڇڏ "گهايل" هاڻي، اُٿ اُٿ آهي سڄاڳ،
ٻودن رک وشواس پاڻ ٻر، پهچي ويندين پار ....
هو شيار ....... خبردار ....

1, Sadiehchha Apartment Deccan College Road,P.O Yerwada Pune-411006(Maharashtra)

* سنڌ جي ڪهاڻي *

# (غزل)

ڪٿي ڪينجهر جي ڇولي ۽ ڪٿي منڇر جو پاڻي
انهيءَ ۾ آ مڪمل سنڌ جي ساري ڪهاڻي

۱. رهي ڪوٽن اندر محلن، زري زيور جي آڏو
وساري ڪين ڪڏهن ماروي لوئي اباڻي

۲. اسان حق پاڻ ورتا هن بڻي هوشو ۽ بختاور
ڪڏهن دودو دريا دولهه، ڪڏهن هيمون ڪالاڻي

۳. اهو ڇا ڇيهه ناهي پيار جي پاتار جو
جهڪيو هر هر تماچي هو اڳيان نوري مهاڻي

۴. سگهڙ ۽ نيڪ سيرت دربدر هئي ور لئي ويچاري
رلي برپٽ ۾ جهر سسئي اڪيلي! ٿي نماڻي

۵. براءِ نانءُ ناهي ۽ نه ڪا اڄڪلهه جي آهي
مئن جي ڏير کان اڳ، سنڌ آ منهنجي پراڻي

۶. اجهو سڀ ڪير ڪنڌ ٿيا ۽ اِجهو ڇٽ ٿيو همرچو
دعا آ ”پيرزاده“ تنهنجي مولي در اگهاڻي

پير غلام محمد ”پيرزاده“
سجاده نشين درگاهه پير سرهندي
مٽياري حيدرآباد (سنڌ)

نهراءِ پاس ٿيا . هن پروگرام جي مڙني ۽ اجمير جي سنڌين جي جن - سهڪار سان ٿي .

[١٤] راجستان ۾ سنڌي تعليم جي واڌاري لاءِ ١٥ تعليمدانن جي هڪ خاص سب ، ڪاميٽي ٺاهي وئي آهي جيڪا اڪيڙا اڪيڙا مهڙ ڪري تعليم جي مسئلن جو حل ڪندي .

[١٥] اهو فيصلو ڪيو ويو آهي ته راجستان جي بزرگ ساهتڪار جنهن ساري عمر ساهتيه جي سيوا ڪئي آهي . ان جي ساهتڪ سيوائن ۽ يوگدان جو قدر ڪندي، ان کي ١١ هزار روپين جو ”ساهتيه پرسڪار“ ڏنو ويندو . البت اهو پرسڪار ٽن سالن ۾ صرف هڪ دفعو ڏنو ويندو .

اڪاڊميءَ جي وڌندڙ ڪم کي ڏسندي ۽ رکندي ١ جنوري ١٩٩١ع کان اڪاڊمي آفيس کي پارٽ ٽائيم آفيس مان تبديل ڪري فل ٽائيم آفيس ڪيو ويو آهي . هاڻي ڪم جو اڳتي امڪان ٿيندو آهي .

اهڙيءَ طرح اڪاڊميءَ جون اليڪ رٿائون آهن . پر محدود مالي حالتن ڪري سڀني اوجنائن کي عملي جامو پهرائڻ مشڪل آهي . سرڪار سان لکپڙهه جاري آهي . جنهن سبب گرانٽ جا پئسا ڪجهه ته وڌيا آهن . پر اهي ڪافي نه آهن . پر اميد آهي ته اڪاڊميءَ جي هيڏي ڪارڪردگي کي ڏسندي سرڪار ايندڙ سال گرانٽ جي رقم اجان ۾ وڌائيندي .

هر سال ”رهاڻ“ جي ساليانه اڪ ۾ جيڪي اديب پنهنجون رچنائون موڪلي سهڪار ٿا ڏين . اسان انهن جا شڪرگذار آهيون . اديبن جي رچنائن لاءِ ماڻهو اجوري ۾ پڻ واڌ ڪئي وئي آهي .

توهان کي هن اڪ جي رچنائن ۽ اڪاڊميءَ جي سرگرمين بابت ڪجهه چوڻو هجي ته کليءَ دل سان لکي موڪليندا . اڪاڊميءَ جي ڪارڪردگي جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ توهان جا ڪي سجهاءُ هجن ته ضرور لکندا . توهان جي راءِ جي اسين مرحبا ڪنداسين .

△ سمپادڪ منڊل

[٧] هر سال جيان مالي سال ٩١-١٩٩٢ع ۾ راجستان جي " اديبن کي پنهنجا
ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ٽن - ٽن هزارن جي مالي امداد ڏني وئي . جن اديبن جا هن ڪار
اڳ ۾ ڪي به ڪتاب شايع نه ٿيل هئا . اهن کي هن سال اڳرائي ڏني وئي .
[٨] جوڌپور جي سنڌي ڪلچرل سوسائٽيءَ کي هن مالي سال ۾ ٻال - ادائي
ڪئمپ لڳائڻ لاءِ مالي مدد ڏني وئي .

[٩] ١٢ جولاءِ ١٩٩٢ع تي رونيدر منچ تي اڪادميءَ جو ساليانو جلسو وڏي
ڌمڌام سان ڪيو ويو . هن جلسي جي صدارت تعليمي وزير شري هري ڪمار اوڊيچيا
ڪئي ۽ مکيه مهمان هو راجستان جو مکيه منتري شري ڀيرو سنگهه شيکاوت شري ڀا
ڪمار شاستري ، چيئرمين راجستان سمال اسڪيل انڊسٽريز ڪارپوريشن هن جلسي
خاص مهمان هو . ان موقعي تي ديش جي مشهور پترڪار ، ليکڪ ، سماج سيوڪ
ڀارتيه جنتا پارٽيءَ جي راشٽريه اپاڌيڪش شري ڪنول رتمل ملڪاڻيءَ کي " سنڌ
رتن " جو لقب عطا ڪيو ويو ۽ پڪر ، شال ، سنمان - پتر ، يادگار ۽ ٻارهن هزار ڪ
روپيه جو چيڪ ڏئي سندس عزت افزائي ڪئي وئي .

ان موقعي تي سال ١٩٩١ جي انعام کٽندڙن اديبن سرڳواسي آشا دڳاڻي-وزي ۽
شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ کي پنجن - پنجن هزارن جو انعام ڏنو ويو . گڏو گڏ
مرڪزي ساهتيه اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪندڙ شاعر شري هري ڪانت ، سنگيت
ناٽڪ اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪندڙ ۽ سنڌي سنگيتڪار شري آسڪرڻ شرما ،
اجمير يونيورسٽيءَ ۾ ايم. اي. سنڌيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ايندڙ شاگرد جيوت
ڪيسواڻيءَ ۽ مشهور نوجوان سنڌي فوٽوگرافر شري گنگا رام آسناڻيءَ جو سنمان ڪيو
ويو .

هن جلسي ۾ شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ جي هندي ڪهاڻي سنگره ۽ شاعر راڌا
ڪرشن لعلواڻي راهيءَ جي شعرن جي مجموعن جو پٽ وموچن ڪيو ويو . پڇاڙيءَ ۾
شري آسڪرڻ شرما ۽ شريمتي پرام لتا ( ٻمبئيءَ ) حاضرن کي پنهنجي مڌر سنگيت
سان جهومايو .

[١٠] ان ئي ڏينهن ٻپهرن ڌاري راجستان سنڌي اڪادميءَ جي سڏ تي
راجستان سنڌي اڪادمي ، گجرات سنڌي اڪادمي ، مڌيه پرديش سنڌي اڪادمي ،
مهاراشٽر سنڌي اڪادمي ، ۽ ڪيندريه هندي نديشاليه جي عهديدارن جي هڪ ميٽنگ
ٿي ، جنهن ۾ گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته سنڌي ڀاشا ۽ ساهتيه
جي وڪاس لاءِ سڀني اڪادمين ۽ ٻيا سرڪاري ادارا گڏجي ڪم ڪن . ان لاءِ " آل

[۷] هر سال جيان مالي سال ۹۱-۱۹۹۲ع ۾ راجستان جي ” اديبن کي پنهنجا ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ٽن - ٽن هزارن جي مالي امداد ڏني وئي . جن اديبن جا هن کان اڳ ۾ ڪي به ڪتاب شايع نه ٿيل هئا . اهڙن کي هن سال اڳرائي ڏني وئي .

[۸] جوڌپور جي سنڌي ڪلچرل سوسائٽيءَ کي هن مالي سال ۾ بال - ناٽڪ ڪئمپ لڳائڻ لاءِ مالي مدد ڏني وئي .

[۹] ۱۲ جولاءِ ۱۹۹۲ع تي رويندر منچ تي اڪادميءَ جو ساليانو جلسو وڏي پئماني تي ڪيو ويو . هن جلسي جي صدارت تعليمي وزير شري هري ڪمار اوديچيه ڪئي ۽ مکيه مهمان هو راجستان جو مکيه منتري شري ڀيرو سنگهه شيخاوت شري ڀاڳو ڪمار شاستري ، چيئرمن راجستان سمال اسڪيل انڊسٽريز ڪارپوريشن هن جلسي ۾ خاص مهمان هو . ان موقعي تي ديش جي مشهور پترڪار ، ليکڪ ، سماج سيوڪ ۽ ڀارتيه جنتا پارٽيءَ جي راشٽريه اپاڌيڪش شري ڪيول رام ملڪاڻيءَ کي ” سنڌ رتن “ جو لقب عطا ڪيو ويو ۽ ڀڪر ، شال ، سنمان - پتر ، يادگار ۽ يارهن هزار رپين جو چيڪ ڏئي سندس عزت افزائي ڪئي وئي .

ان موقعي تي سال ۱۹۹۱ جي انعام ڪندڙن اديبن سرڳواسي آشا درگاپوري ۽ شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ کي پنجن - پنجن هزارن جو انعام ڏنو ويو . گڏو گڏ مرڪزي ساهت اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪندڙ شاعر شري هريڪانت ، سنگيت ناٽڪ اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪندڙ ۽ سنڌي سنگيتڪار شري آسڪرڻ شرما ، اجمير يونيورسٽيءَ ۾ ايم. اي. سنڌيءَ ۾ فرسٽ ڊويزن فرسٽ ايندڙ شاگرد جيوت ڪسواڻيءَ ۽ مشهور نوجوان سنڌي فوٽوگرافر شري گنگا رام آسداڻيءَ جو سنمان ڪيو ويو .

هن جلسي ۾ شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ جي هندي ڪهاڻي سنگره ۽ شاعر راڌا ڪرشن لعلواڻي راهيءَ جي شعرن جي مجموعن جو پڌ وموچن ڪيو ويو . پڄاڻيءَ ۾ شري آسڪرڻ شرما ۽ شريمتي پرام لتا ( ممبئيءَ ) حاضرن کي پنهنجي مڌر سنگيت سان جهومايو .

[۱۰] ان ٽي ڏينهن پهريون ڀيرو راجستان سنڌي اڪادميءَ جي سڏ تي راجستان سنڌي اڪادمي ، گجرات سنڌي اڪادمي ، مڌيه پرديش سنڌي اڪادمي ، مهاراشٽر سنڌي اڪادمي ، ۽ ڪيندريه هندي نديشاليه جي عهديدارن جي هڪ گڏجاڻي ٿي ، جنهن ۾ گڏيل سوچ ويچار کان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه جي وڪاس لاءِ سڀني اڪادمين ۽ ٻيا سرڪاري ادارا گڏجي ڪم ڪن . ان لاءِ ” آل

[٣] راجستان جي اسڪولن ۾ سنڌي پڙهائڻ جو جوڳو بندوبست نه هئڻ سب
ڪاڊميءَ طرفان اهو فيصلو ڪيو ويو ته رياست ۾ هڪ سو راتري - پاٺشالائون کوليو
وڃن. جتي سنڌيت سان چاهه رکندڙ ٻار ۽ ٻيا ٻن مهينن جي ڪورس ذريعي سنڌ
لکي پڙهي سگهن. انهن ٻن مهينن جي ڪلاس هلائڻ جو سڄو خرچ اڪاڊميءَ
ڏان هموار ڪيو. ٽونڪ، شاهپورا، جوڌپور، ڄيپور، گنگانگر، وغيره شهرن
هي پاٺشالائون ڪاميابيءَ سان هلايون، جتي ڪورس پورو ڪرڻ تي شاگردن کـ
سرٽيفڪيٽ ڏنا ويا. راتري - پاٺشالائن جي هلائڻ جو اهو سلسلو برابر جاري آهي.

[٤] ٢٩-٣٠ سيپٽمبر ١٩٩١ع تي ڪوٽا ۾ سنڌي جنرل پنچايت جي سهڪ
ان اکل راجستان سنڌي ادبي سيمينار ٿيو. جنهن جو مهورت راجستان جـ
لهمي وزير شري هري ڪمار اوديچيه ڪيو. هن سيمينار ۾ ڀارت جي ڪنڊ ڪڙ
ان اٽڪل ٻه سو ڊيليگيٽ شامل ٿيا. جن مختلف پهلوئن ۾ سنڌي تعليم جي مسئل
ان جي حل بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪئي ۽ ڪيئي ٺهراءُ پاس ڪيا. ان موقعي
ي سالياني مخزن "رهاڻ" ۽ "سنڌو دوت" جي خاص پرچي جو وموچن ٿيو ڪي
ويو. هن پروگرام جي خاص ڪاميابي اها هئي جو سنڌي ماسترن جي پڙهائي ڏانهن
جي همت افزائي ڪوٽا جي عام سنڌين ڪئي.

[٥] آڪٽوبر ١٩٩١ع ۾ اڪاڊميءَ جي چيئرمين ڊاڪٽر اسراڻيءَ ۽ وائيس
چيئرمين ديارام مالهيءَ پاڪستان جي هاء ڪمشن ۾ ڊپٽي هاء ڪمشنر شري ايس
شفقت ڪاڪاخيل سان ملاقات ڪري گذارش ڪئي ته راجستان سنڌي
اڪاڊميءَ جي ٻار سان ٻاهرين سنڌي اديبن جي هڪ وفد کي سنڌ - ياترا ڪرڻ جي
خاص اجازت ڏني وڃي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هاء ڪمشن اها رٿ منظور ڪري
اڪاڊميءَ کي اديبن جي وفد جي سنڌ ياترا جي منظوري ڏني آهي ۽ ويزا اسارم ڀ
موڪليا آهن. ستت وفد ڏسي اڪاڊميءَ طرفان اها ياترا شروع ڪئي ويندي.

[٦] ١٤-١٥ ڊسمبر ١٩٩١ع تي ڀيلواڙا ۾ الور راجستان سنڌي ايڪي سيمينار
ٿيو، جنهن ۾ راجيه جي الڳ الڳ حصن مان آيل اٽڪل پنجاهه ايڪن ٻين ورلڊو
سميلن جي صدارت ڊاڪٽر اڪرام اسراڻيءَ ڪئي. جدا جدا وشين تي سنڌي
اديبن پنهنجا ويچار ظاهر ڪيا. ان موقعي تي هڪ شاندار مشاعرو به ڪيو ويو. جنهن
جي صدارت ارڪ شاعر واسديو نرمل ڪئي. هن ڪامياب ڪوي سميلن جو سنچالن
شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ ڪيو. هن پروگرام ۾ ڀيلواڙا جي سنڌي جنتا جو ڀرپور
پورو سهڪار مليو.

# رهاڻ

ٻه اکر اسانجا

فيبروري، ١٩٩١ع ۾ ڊاڪٽر الاڪرام الاسراڻيءَ جي راجستان سنڌي اڪادميءَ جي صدر جو عهدو سنڀالڻ کان پوءِ اڪادميءَ جي ڪارج ۾ ٻيڻي چستي آئي آهي ۽ هند - سنڌ جي ادبي، تعليمي ۽ ثقافتي کيتر ۾ اڪادميءَ جو نالو روشن ٿيو آهي. ڊاڪٽر اسراڻيءَ محنت، جفاڪشي ۽ لگن سان ڪيتريون اهم رٿائون چالو ڪيون آهن ۽ اڪادميءَ کي عوام سان جوڙڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. اڄ نه صرف راجستان پرانت جا سنڌي، بلڪ هندستان جا سنڌي اڪادميءَ جي ڀلائي ۽ ڪم کان واقف آهن گڏو گڏ راجيه جي ٻين ڀاشائي اڪادمين سان پڻ ميل وڌيو آهي.

اڪادميءَ طرفان ڊاڪٽر اسراڻيءَ جي سرپرستيءَ ۾ سال ٩١-١٩٩٢ ۾ ڪيل سرگرمين جي مختصر رپورٽ هيٺ ڏئي رهيا آهيون:

[١] ٢٨ اپريل ١٩٩١ع تي راجستان سنڌي اڪادميءَ جي سهڪار سان سنڌي ڪلچرل سوسائٽيءَ طرفان جوڌپور ۾ سرو ڀاشا ڪوي گوشٽي ڪئي وئي جنهن جو مکيه مهمان اڪادميءَ جو صدر ڊاڪٽر الاڪرام الاسراڻي هيو.

[٢] جولاءِ ١٩٩١ع ۾ ڊاڪٽر الاڪرام الاسراڻيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ اڪادميءَ جي عهديدارن جو هڪ وفد دهليءَ ۾ راشٽرپتي، پردان منتري ۽ ڪيندريه تعليمي وزير شري ارجن سنگهه سان گڏجي هڪ عريضو ڏنو ۽ سنڌي وڪاس بورڊ جي ترت اپاءَ ڪرڻ جي گهر ڪئي. هيءَ عهديدار ڪيندريه هندي نديشاليه جي ڊائريڪٽر شري گنگا پرساد ومل ۽ سنڌي صلاحڪار بورڊ جي وائيس- چيئرمين ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي سان به گڏيا. راجندر نگر جي سنڌو ڀون ۾ دهليءَ جي سنڌي سماج طرفان هنن عهديدارن جي مرحبا به ڪئي وئي.

# سال ٩١-١٩٩٢

## راجستان سنڌي اڪادمي


ڪيندري ڪاريالي:
J- سڀاش مارگ،
سي اسڪيم،
جئپور - ٣٠٢٠٠١
فون: ٣٨١٣٩٩
٣٨١٩٦٨

اڊيشنل ڪاريالي:
پوسٽ باڪس نمبر ٨٩،
سنت ڪنور رام بازار،
[ ڪوينسپورا ]،
اجمير - ٣٠٥٠٠١،
فون: ٢١٧٦٦

# سمرپڻ

راجستان سنڌي اڪاڊميءَ
طرفان ڇپجندڙ
سنڌي ساهت جي
معياري مخزن

سمرپت آهي
سنڌي ساهت پريمين کي
سنڌي ساهت جي
واڌاري ۽ وڪاس لاءِ

ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي
چيئرمن
۽ اڪاڊميءَ جي جنرل ڪائونسل
جا سڀ ميمبر ۽ عهديدار